# سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام

## فضل سليمان قاضي



ڪويتا پبليڪيشن
حيدرآباد - 2014ع

ڪويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر _93

ڪتاب جو نالو: سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام
موضوع: تحقيق
ليکڪ: ©فضل سليمان قاضي
ڇاپو: پهريون
سال: 2014ع
ٽائيٽل: ڪپتان ابڙو
ڪمپوزنگ: وفا مولا بخش
انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز 9_ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، ڪورٽ روڊ، حيدرآباد، سنڌ.
قيمت: 350 روپيا

اسٽاڪسٽ:
**حيدرآباد:** ڪويتا ڪتاب گهر ربي چيمبر سامهون چائنيز ريسٽورينٽ، ذوالفقار بڪ ڊپو، سنڌيڪا بڪ هائوس، نفڪشن هائوس،
سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بڪ اسٽال، فرينڊس بڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه،
ڪاشف بڪ ڊپو حيدرچوڪ، ڪنگ پن بڪ شاپ، پريس ڪلب
**ڪراچي:** ايس اي بوڪ ڪارنر اردو بازار، راش بڪ هائوس، توڪل اڪيڊمي اردو بازار، ثقافت ڊاٽ بڪ شاپ، ڪاڪياوڙا بڪ اسٽور
**ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه، **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر ڪونڌي 03468948535
سٽي پريس بڪ شاپ، ثقافت ڊاٽ بڪ اسٽال، توڪل بڪ ڊپو **سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي
**اسلام آباد:** سعيد بڪ بئنڪ، **خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بڪ اسٽال **ميرپور ماٿيلو:** هائوس آف نالج
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر، مهران ڪتاب گهر سامهون سپنا لان **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
دادو: ممتاز بڪ ڊيپو **ملي:** ٿر ڪتاب گهر، **عمرڪوٽ:** العزيز بڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر، **ميرپورخاص:** مڪتبه يوسفيه
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچوملي بڪ ڊيپو محمد هاشم بڪ سينٽر، پريس ڪلب
**سجاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏگهڙي:** اڪرام بڪ ڊپو 03442930628.

ISBN: 978-969-9329-38-8

# SINDH AEEN PAKISTAN JO RIYASATI NIZAM

*[Research]*

*By: © Fazul Suleiman Kazi*

Edition: First
Year: 2014
Title: Kaptan Abro
Published by: Kavita Publication,
9-Rabi Chamber, court road, Hyderchowk,
Hyderabad, Sindh. Tel: 022 2721172
Printed by: Intel Communications,
9-Rabi Chamber, court road, Hyderchowk,
Hyderchowk Hyderabad, Sindh.
Price: Rs.350 -00

Dedicated

To

# KAZI KHUDA BUX



First Muslim Mayor of Karachi
[3rd May 1936 to 9th May 1936]

The prime most distinction of Kazi Khuda Bux is that he was the first Muslim, who rose to the prestigious position of Mayor of Karachi. He was one of the most prominent leaders of the Muslim community of Sindh. He belonged to legal profession and was considered as one of the top most lawyer of the region. He was social reformer and rendered outstanding services for the cause of education. He also remained associated with his alma mater and served as the Secretary of Sindh Madressah Board. It was during his tenure as Secretary, that Sindh Madressah was upgraded to college level at the hands of Quaid-e-Azam Muhammad Ali Jinnah.

Kazi Khuda Bux was born on 1st August 1894 in a religious family of Moro town in Nawabshah district. His father Kazi Nabi Bakhsh was a scholarly figure of the area and used to run own Madressah." (p-157)

*[Excerpt from Chapter 7 on Kazi Khuda Bux (1894-1944) from book "Luminaries of Land" by Muhammad Ali Shaikh]*

# ترتيب

# چند لفظ

سنڌ ۽ پاڪستان ۾ سياسي نظام، سنڌ جي تاريخي ۽ سماجي شعور رکندڙ شخصيت قاضي فضل الحق جو لکيل ڪتاب آهي، جنهن ۾ موجوده دور ۾ پاڪستاني حدن ۾ سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي زندگيءَ سان گڏ اقتصادي حالتن جو مجموعي جائزو به ورتل آهي ته سنڌ ۾ آيل ابتريءَ جي بنيادي سببن جي به نشاندهي ڪيل آهي. جيئن ته هن ڪتاب جو ليکڪ پيشي جي لحاظ کان هڪ بينڪنگ ماهر پڻ آهي، تنهن ڪري هن انهن معاملات جي تهه تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ان ۾ شامل مختلف صوبن، جن ۾ ڪيترا انگريزن جي اچڻ کان اڳ جدا جدا رياستي حيثيت رکندڙ هئا ۽ انهن جي جاگرافيائي صورت توڙي سماجي ۽ معاشرتي زندگيءَ جا جدا جدا روپ هئا، تن جي حالتن ۾ آيل ناڪاري تبديلين جو پڻ گهرائيءَ سان جائزو ورتو اٿس.

هن ڪتاب ۾ پاڪستان جي پس منظر ۾ خصوصي طور سنڌ سان ٿيل ناانصافين، ميرٽ جي لتاڙ ۽ معاشرتي قدرن جو زوال جو ذڪر به مک موضوع آهن ۽ ليکڪ بجا طور تي زوال جي هن داستان جي نشاندهي ڪئي آهي. خاص طور تي تهذيب جو ارتقا، سنڌ ـ صدقي جو ٻڪر، تاجل بيوس جي شاعري ۽ وقت جي پائبنديءَ جي سري هيٺ ڏنل مضمونن ۾ هن تحقيق کان وڌيڪ سماجيات جي مشاهداتي تاثرات کي ڪاميابيءَ سان قلمبند ڪيو آهي، خاص ڳالهه اها آهي ته هن هر عنوان ۾ 'سنڌ' کي مقدم رکيو

آهي ۽ اهو چٽو ڪيو آهي تہ هندستان جي صوبن ۾ سنڌ جي هڪ قديم ۽ جداگانہ حيثيت رهي آهي. جنهن کي ختم ڪرڻ ۽ ان جي تمام گهرن تاريخي ۽ ثقافتي چٽن تي ميسارڻ جي هڪ منظم ڪوشش ڪيل آهي.

قاضي صاحب. سنڌ ۽ پاڪستان جو سياسي نظام ۾. سنڌ ۽ عشرتي اصلاحيات ۾ انهن اهم سياسي تبديلين جو ذڪر ڪيو آهي. جن جي ڪري پنجاب ڪانسواءِ باقي ٻين صوبن کي تہ نقصان رسيو ئي آهي پر سڀ کان وڏيڪ اثر سنڌ تي پيو جيڪا تهذيبي ۽ تمدني طور تي ٻين صوبن کان گهڻي اڳيرو بہ آهي تہ هڪ شاهوڪار ثقافتي ۽ سماجي تاريخ جي علمبردار پڻ آهي. هن ڏس ۾ قاضي صاحب ملڪ جي مجموعي اقتصادي ۽ سياسي صورتحال کي بہ بحث هيٺ آندو آهي ۽ ون يونٽ جي نالي ۾ ملڪ سان خاص طور سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان ڪيل زيادتين کي چٽيءَ طرح واضح ڪيو اٿس. خاص طور جو اهو موضوع هاڻي هڪ واضح شڪل وٺي بيٺو آهي تہ ون يونٽ ناهڻ جو خاص مقصد مشرقي پاڪستان جي اڪثريت کي ختم ڪرڻ جو هڪ منصوبو هو جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستان جو اهو اڌ اڪثريتي حصو ملڪ کان ٽٽي ويو ۽ نظريہ پاڪستان کي هڪ ڪاپاري ڌڪ لڳو تہ ٻئي طرف پنجاب صوبي جي اڪثريت کي پنهنجي مرضي هلائڻ جو اختيار بہ ملي ويو ۽ سنڌ جي مال ملڪيت تي جتي هندن جي لڏپلاڻ جي ڪري هندستان مان آيل پناهگيرن اچي قبضو ڪيو اتي سنڌ جي نوڪرين ۽ زمينن تي وري پنجاب جو قبضو ٿي ويو. هن ڏس ۾ قاضي صاحب اهو بہ ٻڌايو آهي تہ سنڌين کان سندن نوڪرين ۾ جائز حق کان محروم ڪرڻ لاءِ لياقت علي خان جي وزيراعظم هئڻ واري دور ۾ ”ڪوٽا سسٽم“ قائم ڪيو ويو جنهن ڪري سنڌين جو مرڪز توڙي صوبن ۾ نوڪرين تي جائز حق بہ مارجي ويو.

هن ڏس ۾ هن کلي طرح لکيو آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان اڄ تائين فوج جو ڪوبہ سربراهہ سنڌي نہ رهيو آهي. ايتري قدر جو ايئرمارشل عظيم دائودپوٽو (علامہ دائودپوٽي جو فرزند) کي بہ سندس سينيارٽي جي بنياد تي پاڪستان ايئر فورس جو سربراهہ نہ بنايو ويو بلڪ کيس زمبابوي موڪليو ويو. ساڳي طرح ٻين وڏن ۽ اهم کاتن ۾ بہ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي مقرر ٿيو

هوندو ورنہ ان ڪوٽا سسٽم تحت ڪنهن بہ سنڌيءَ کي سندس جائز حق نہ ڏنو ويو.

هن سنڌ ۾ عشرتي اصلاحات جي سري سان انگن اکرن سان جاٽاڻيو آهي تہ هن ملڪ ۾ سنڌ کي ڇا مليو ۽ ڇا نہ مليو! هن صاف طرح لکيو آهي تہ ڪوڙن انگن اکرن وسيلي، بهانا بنائي هر طرح سان سنڌ کي پوئتي رکڻ جا طريقا اختيار ڪيا ويا جنهن جي نتيجي ۾ هاڻ سڄي سنڌ، ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ بہ هڪ عذاب ۾ مبتلا آهي. نہ صرف ايترو پر اقتصادي بدحاليءَ جي ڪري سنڌ مان ا هي تهذيبي قدر بہ گهٽجندا پيا وڃن، بلڪ هتي جي رهاڪن ۾ اهڙا تہ ويڇا وڌا ويا آهن ۽ غريب ۽ امير جي زندگيءَ جي طور طريقن جو ايڏو تہ تفاوت اچي ويو آهي جنهن کي پورو ڪرڻ ممڪن نظر نٿو اچي.

قاضي صاحب جو هي ڪتاب پڙهندڙن لاءِ هڪ Eye Opener جي حيثيت رکي ٿو ۽ هو سنڌ سان ٿيل ناانصافين جو صرف جذباتي رخ نہ پر حقيقي رخ ڏسي سگهي ٿو.

**ڊاڪٽر قاضي خادم**

حيدرآباد، سنڌ

12 – نومبر، 2013ع

# مصنف جو حسب نسب

حسب نسب جي لحاظ کان مصنف فضل الحق سليمان قاضي جي نسبت موري جي عالم دين قاضي خاندان سان آهي. پروفيسر اسدالله ڀٽو صاحب[1] لکي ٿو ته:

"هنن جو جد امجد سلطان العارفين مخدوم شاهه محمد اول (1449ع جيڪو درسن ۾ دفن ٿيل آهي) پنهنجي وقت جو قطب هئو. سندس تبليغ سان هزارين سنڌ جا باشندا مشرق بااسلام ٿيا. شيخ الاسلام قاضي دوست محمد ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ قاضي القضاة هو. قاضي شاهه محمد سوم پنهنجي وقت جو برک عالم هئو ۽ سندس ننڍو ڀاءُ قاضي دين محمد (1856) ۾ حيدرآباد جو قاضي هو."

هن جو انتقال بدين ۾ ٿيو ۽ اتي ئي مدفون آهن. بدين ۾ کين پرديسي پير ڪري ياد ڪيو ويندو آهي. هن ڪتاب جو مصنف فضل الحق سليمان قاضي هن خاندان جو هڪ باصلاحيت فرد آهي. انگريزي ۾ هن جا ٻه ڪتاب:

Law and Politics in Pakistan (1)

Handbook of Banking Terms (2)

ڇپجي چڪا آهن.

---

[1] پروفيسر اسدالله ڀٽو صاحب جي قاضي عبدالخالق خليق مورائيءَ جي ڪتاب "فاتح سنڌ" مصنف جي حالات زندگيءَ تان شڪرئي سان ورتل.

سنڌي ۾ پڻ هڪ ڪتاب ”صوبائي خودمختياري ۽ مرڪزي سيات“ ڇپجي چڪو آهي. شاگردي واري دور ۾ پنهنجي قائداڻا صلاحيتن جي ڪري ڪافي نامور هئو سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريسن جو صدر هئو.

پروفيسر قاضي خادم سندس يادگيرين جي ڪتاب ”اندر روح رهيام“ ۾ لکيو آهي ته. ”ايوب خان جي دور ۾ سنڌ ۾ جيڪي ٽيلينٽ ظاهر ٿيا تن ۾ قاضي فضل الحق پنهنجي نئين سوچ ۽ انگريزي تي عبور رکڻ جي ڪري نروار ٿيو.“ (ص_78)

فضل الله قريشي جيڪو حڪومت پاڪستان جي پلاننگ ڊويزن جو سيڪريٽري ٿي رٽائر ٿيو. تنهن صاحب پنهنجي يادگيرين جي ڪتاب ”ڪجهه يادگيريون ڪجهه ڳالهيون“ ۾ فضل الحق قاضيءَ جي ڪاليج واري دور جي شناسائيءَ متعلق لکيو آهي ته. ”اسين قاضي صاحب جي جذبي ۽ انگريزي تقرير جي انداز کان ڏاڍو متاثر ٿياسين.“ (ص_106)

فضل الحق قاضي جا ٻه بيا انگريزي ۾ ڪتاب ڇپجي رهيا آهن جن جو عنوان آهي:

Administrative Discretions (1)

Men and Matters (2)

سندس انگريزي ۾ ڪافي تعداد ۾ سنڌ تي مضمون ڇپيل آهن. جن کي يڪجاءِ ڪري ڪتابي صورت ۾ آندو ويندو.

# مصنف لاءِ تعارفي ڪلمات

هن ڪتاب جو ليکڪ فضل الحق سليمان قاضي جو اڪثر وقت تعليم ۽ مطالعي جي مشغوليت ۾ رهيو آهي. سندس واسطو موري جي قاضي خاندان سان آهي. موري جي قاضي خاندان جي باري ۾ ڊاڪٽر حامد علي قريشي خانائي پنهنجي ڪتاب "نواب شاهه ضلعو تاريخي شهر ۽ شخصيتون) ۾ لکيو آهي ته. "موري شهر ۾ اڳئين زماني کان وني قاضين جو خاندان علمي لحاظ کان گهڻو مشهور آهي. هن خاندان جا وڏا ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر ۾ شهر جا قاضي هئا. انهيءَ ڪري هي خاندان قاضي ڪري سڏجي ٿو. هن خاندان مان وقت جا وڏا عالم، نامور بزرگ، درويش، حڪيم ۽ سياسي بصيرت جا مالڪ ٿي گذريا آهن. قديم دؤر جي تعليمي طريقي ۽ مروج رجحان مطابق موري جي انهن بزرگن هميشه علم ۽ ادب جا چراغ روشن ڪيا، جن جي روشني صدين تائين جڳ کي منور ڪندي رهندي. "[2]

انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ جڏهن سنڌ ۾ جملي ٻه ضلعا هوندا هئا - حيدرآباد ۽ شڪارپور. ته 1854ع ۾ موري جي قاضي دين محمد کي حيدرآباد جو قاضي القضات مقرر ڪيو ويو هو. قاضي دين محمد پنهنجي فرائض منصبي جي سلسلي ۾ بدين جي دوري تي ويل هئا. جتي سندن اوچتو انتقال ٿي ويو ۽ کين اتي ئي دفن ڪيو ويو. بدين ۾ کين 'پرديسي پير' جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.

---

[2] نواب شاهه ضلعو- تاريخي شهر ۽ شخصيتون. ڊاڪٽر حامد علي قريشي خانائي - نواب شاهه ڊسٽرڪٽ ڪلچرل سوسائٽي. صفحو-219

فضل سليمان قاضي جي نسبت پڻ موري جي ان عظيم خاندان سان آهي. سندن ولادت 28 نومبر 1938ع ۾ دادو ۾ ٿي جتي سندن والد صاحب محمد سليمان قاضي (GBVCPG) دادو ۾ وٽرنري سرجن هئو. فضل سليمان قاضي جي پرائمري تعليم ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي پرائمري اسڪول ۽ پرائمري اسڪول نوابشاهه ۾ ٿي ۽ سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر، لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهه ۽ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان 1958ع ۾ انٽر آرٽس جو امتحان پاس ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ بي.اي آنرس (سياسيات)، ايم.اي سياست ۾ فرسٽ ڪلاس، سيڪنڊ پوزيشن حاصل ڪئي ۽ ايل. ايل. بي جو امتحان حيدرآباد سنڌ لا ڪاليج مان پاس ڪيو. پنهنجي اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني ۾ سنڌي ۽ انگريزي مباحثن ۾ حصو ورتائين ۽ ڪيترا انعام حاصل ڪيائين. گورنمينٽ ڪاليج ۾ تعليم دوران پهرين سال ڪلاس جي نمائندگي جي چونڊ ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين ۽ ٻئي سال ڪاليج اسٽوڊنٽس يونين جو جوائنٽ سيڪريٽري چونڊجي ويو. سنڌ يونيورسٽي جي اسٽوڊنٽ يونين جو جنرل سيڪريٽري ۽ سنڌ يونيورسٽي انٽر ڪاليجيٽ باڊيءَ جو پڻ چيئرمين چونڊيو ويو. پاڻ شاگردن جي تحريڪن ۾ ڪافي اهم ڪردار ادا ڪيائين جيڪو تعميري نوعيت جو هئو. سندس ڪوشش سان سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن وجود ۾ آئي، جنهن جون آفيسون ڪراچي کان ڪشمور تائين ڦهليل هيون. کين سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن جو صدر منتخب ڪيو ويو. سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن جا ميمبر سنڌ ۽ پاڪستان جي حڪومتن سان لاڳاپيل ادارن ۾ تمام اهم ترين عهدن تي فائز رهيا آهن.

پاڻ حيدرآباد بار ايسوسي ايشن جو ميمبر رهيو ۽ ان دوران حيدرآباد بار ايسوسي ايشن جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جو رڪن چونڊيو ويو. پاڻ 1963ع کان 1967ع تائين وڪالت ڪندو رهيو.

نيشنل بئنڪ آف پاڪستان ۾ اسسٽنٽ وائيس پريزيڊنٽ جي عهدي تي 1975ع ۾ مقرر ٿيو ۽ 25 سالن جي بئنڪاريءَ جي نوڪري کان پوءِ 23 نومبر 1998ع تي رٽائر ٿيو.

بئنڪ جي نوڪريءَ جي دوران پاڻ برانچ مئنيجر، ايريا مئنيجر، زونل هيڊ، ريجنل هيڊ، ريجنل چيف ايگزيڪيوٽو، بئنڪ اسٽاف ڪاليج جو ڊائريڪٽر 7 هيڊ آفيس ۾ ڪارپوريٽ افيئرس ڊويزن جو هيڊ رهيو.

بئنڪ طرفان کين چين ۾ نيشنل بئنڪ جي نمائنده آفيس جو نمائندو مقرر ڪيو ويو ۽ اتي سندس ڪوشش سان بيجنگ ۾ فرين بينڪرز ايسوسي ايشن وجود ۾ آئي، جنهن جو پاڻ ايگزيڪيوٽو ميمبر هئو. بيجنگ، چين مان سندس بدلي نيو يارڪ، آمريڪا ۾ نيشنل بئنڪ جي جنرل مئنيجر جي حيثيت ۾ ٿي.

هن ڪيترن ئي بئنڪاريءَ جي، تربيتي ڪورسن ۾ شموليت ڪئي جيڪي روم، اٽلي، لنڊن ۽ ليسٽر انگلينڊ ۾ منعقد ٿيا.

فضل قاضي ورلڊ بئنڪ جي اڪنامڪ ڊيولپمينٽ انسٽيٽيوٽ آف ورلڊ بئنڪ جو پڻ فيلو (Fellow) آهي ۽ ايڪوئٽي پارٽيسيپنٽ فنڊ (Equity Participation Fund) جو پڻ ڊائريڪٽر رهيو.

پاڻ انگريزيءَ ۾ ڪيترائي مضمون سنڌ ۽ پاڪستان جي موضوع تي لکندو رهيو آهي. جيڪي ڊيلي نيوز، سن، ڊان ۽ پاڪستان اڪانامسٽ ۾ ڇپجندا رهيا آهن.

فضل قاضيءَ جو انگريزي ۾ لکيل ڪتاب Law and Politics in Pakistan جيڪو 1977ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ته ان ڪتاب تي مرحوم قربان علي بگٽي هڪ ڊگهو ۽ گهڻ پاسائون تبصرو ڪيو. جيڪو روزانه عبرت اخبار ۾ ڇپيو هو. ان جو هڪ ٽڪرو هن ريت هو، ”جناب فضل الحق قاضي کي انگريزي زبان تي عبور حاصل آهي. هن جي مادري ٻولي سنڌي آهي. هو انگريزيءَ ۾ سندس تقرير ٻڌڻ وٽان هوندي آهي. قاضي صاحب هي وڏو ڪتاب لکي خلا کي پورو ڪيو آهي. قاضي صاحب جي اصل فيلڊ سياست آهي. هو پارليامينٽ ۾ صحيح پارليامينٽرين ثابت ٿي سگهي ٿو. پر اسان جي، ملڪ ۾ رواج آهي ته مناسب ۽ لائق انسان صحيح جڳهه تي ڪونه ٿا پهچن.“

پڙهندڙن جي اطلاع لاءِ اهو بہ پڌرو ڪندو هلجي تہ مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن 1995ع ۾ پڻ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي ۽ اهو ڪتاب لاهور ۾ سول سروس اڪيڊميءَ جي ڪورس تي پڻ رکيل آهي.

سال 1975ع ۾ فضل الحق سليمان قاضي، ڪراچي ٽيليويزن تان ”حالات حاضره“ جي پروگرام ’واهُ سواءُ‘ جو Anchor طور ماڻهن جي سامهون ايندو رهيو آهي ۽ اهو پروگرام عام ماڻهن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي چڪو هو. جنهن جي تعريف ۾ رضوان واسطي، انگريزي اخبار مارننگ نيوز، ڪراچي ڪي 25 فيبروري 1975ع تي هڪ خط رستي تبصرو ڪندي لکيو تہ ”هفتيوار سنڌي ٻوليءَ جي هن فيچر، غير سنڌي ماڻهن جي وڏي حصي کي پڻ جوش ڏياريو آهي. اهو ان حقيقت تي روشني وجهي ٿو تہ ٻولي هڪ ٿي ڌرتيءَ جي پٽيءَ تي ٻن پاڙن جي وچ ۾ جاڙ آهي.“ ان ئي پروگرام جي باري ۾ عبدالباسط روزنامہ ڊيلي نيوز ڪراچي ۾ تبصرو ڪندي لکيو تہ ”مهمان پاران تعارفي شروعات جي پيشڪش مان لڳي ٿو تہ هو ڪيترو ڄاڻو ۽ تعليم يافتا ماڻهو آهي.“

ان ئي پروگرام جي باري ۾ انگريزي جي هفتيوار رسالي ”پاڪستان اڪانامسٽ“ پنهنجي 15 فيبروري 1975ع واري پرچي ۾ تبصرو ڪندي لکيو آهي تہ: ”فضل الحق قاضي پنهنجي هم منصبن، ’روزنامہ‘ ۽ ’ترجمان‘ کان وڌيڪ ڄاڻو ٿو لڳي.“

فضل قاضي صاحب جي انگريزي ڪتاب ’قانون ۽ سياست‘ جي باري ۾ بين الاقوامي شهرت رکندڙ قانوني ماهر محترم اي. ڪي. بروهيءَ چيو آهي تہ ”مان ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ جوان سال ليکڪ وڏي بهادري جو مظاهرو ڪندي هئڙي قسم جا دليرانہ مضمون لکي، ڪتابي صورت ۾ آندا آهن، جيڪي سنڌس قابل قدر حاصلات آهن.“[3]

---

[3] ستار پيرزادو جي شڪرئي سان سنڌس تعارفي ڪلمات ”پنڌ اٽانگو“ صوبائي خودمختياري ۽ مرڪزي سياست“ تان ورتل، ڪراچي، 14_آگسٽ، 2000ع

## ڪجھ ڪتاب بابت

سنڌ ۽ پاڪستان جي رياستي نظام ۾ شامل چيپٽر جهڙوڪ "سنڌ ۽ عشرتي اصلاحات"، "تهذيب جو ارتقا"، "تاجل بيوس جي شاعري"، "ٻچل تنيو جو فڪر"، "سنڌ صدقي جو ٻڪر"، "وقت جي پائبندي" جيڪي سال 2006 ۾ لکيا ويا هئا ۽ اهي روزاني عوامي آواز ۾ قسطن ۾ ڇپيا جنهن لاءِ مان ڊاڪٽر جبار خٽڪ ۽ زرار پيرزادي صاحبن جو شڪرگذار آهيان. مضـمونن جي مخصوص افاديت جي مدنظر انهن کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

"سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام"، "پاڪستان سياسي تاريخ تي هڪ طائرانا نظر" يعني Birds Eye View آهي. جنهن ۾ ملڪ جي نامور دانشورن جي ڪتابن مان انهن جا تجزيا پيش ڪيا ويا آهن جيڪي منفرد نوعيت جا آهن. پاڪستان جي رياستي نظام متعلق حقيقتن جي بنيادن تي نئين شعور جي جاڳرتا تي سگهي ٿي.

سنڌ ۽ عشرتي اصلاحات روزاني عوامي آواز ۾ سلسليوار سومر 7 آگسٽ 2006 واري شماري ۾ قسط وار شايع ٿيڻ شروع ٿيو ۽ 29 آگسٽ 2006 تي ختم ٿيو.

سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بنجي. عوامي آواز ۾ پهرين سيپٽمبر 2006 تي شايع ٿيو.

ٻچل تنيي جو فڪر. عوامي آواز ۾ 25 سيپٽمبر 2006ع تي شايع ٿيو.

تاجل بيوس جي شاعري. سندس رسالي جي مهورت جي موقعي تي سنڌ گريجوئيٽ طرفان ڪراچي ۾ منعقد ڪيل تقريب جي مجلس جيڪا

29 جولاءِ 2006 تاجل جي رسالي تي مقالو پڙهيو جنهن لاءِ رسالي جي ڪاپي اشرف کهاوڙ مهيا ڪئي هئي.

تاجل اها گذارش ڪئي هئي تہ مقالو اخبارن ۾ نہ ڇاپيو وڃي جو هو ان مقالي کي پنهنجي ڪتاب ۾ شايع ڪندو.

تهذيب جو ارتقا سوجهرو رسالي 2006ع ۾ ڇپيو. جيڪو سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن جي صدر اشرف کهاوڙ جي اسرار تي بدرالدين اڄڻ جي ڪتاب جي رونمائي واري گڏجاڻيءَ ۾ خيالن جي اظهار تي مبني آهي.

وقت جي پائبندي عوام آواز ۾ شايع ٿيو. مٿين مذڪوره مضامين کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

سنڌ جي سماجي، اقتصادي، سياسي صورتحال تي هڪ طائرانا جائزو پيش ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ دانشورن ۽ محققن جي تحقيق سندس تصانيفن مان حوالا ڏنا ويا آهن. هي حقائق کي سمجهڻ جي هڪ ادنيٰ ڪوشش آهي تہ جيئن نئين جاڳرتا سان نئين شعور جي تعمير ٿي سگهي.

ڊاڪٽر خادم قاضي، منظور قريشي، اسحاق سومرو ۽ موهن مدهوش جو بيحد مشڪور آهيان جن جي تعاون ۽ معاونيت سان هي ڪتاب جي ڇپائي ممڪن ٿي سگهي آهي.

# پيش لفظ

هندستان ۾ قومن جي اڪثريت ۽ اقليت جي مفادات جي تضاد جي ڪري ملڪ جو ورهاڱو ناگزير بنجي ويو. ان لاءِ اصول مرتب ڪيو ويو ته جن علائقن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي تن کي جداگانا حيثيت جي ڪري هندستان ۾ حق خوداراديت جي اصول هيٺ مجموعي اشتراڪ سان هڪ نئون ملڪ جي تشڪيل ڪيو وڃين جنهن جو نالو پاڪستان منتخب ڪيو ويو. مسلمان اڪثريتي صوبن کي اهو حق ڏنو ويو ته هو فيصلو ڪن ته ڇا کين پاڪستان ۾ شامل ٿيڻو آهي. اهي صوبائي اسيمبلي جي قرارداد ذريعي پنهنجي ارادن جو اظهار ڪن. جن اصولن تي پاڪستان ناهيو ويو هئو ان جو بنياد 1940 واري لاهور قرارداد ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ان ۾ واضح طور تي اهو واعدو ڪيو ويو آهي ته "Commitment" پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ مسلمان اڪثريت وارا صوبن جهڙوڪ پنجاب. سنڌ. NWFP ۽ بلوچستان کي. آزاد رياستن کي صوبائي خود مختياري حاصل رهندي, جنهن جو تصور 1940ع واري قرارداد ۾ موجود آهي جيڪا مسلم ليگ منظور ڪئي:

Resolved that it is considered view of this session of the All India Muslim League that no constitutional plan would be workable in this country or acceptable to Muslims unless it is designed on the following basic principles. viz. that geographically contiguous units are demarcated into regions which should be constituted. with such territorial readjustments as may be necessary that the areas in which the Muslims are numerically in a majority as in the North-Western and Eastern Zones of India should be

grouped to constitute "Independent States", in which the constituent Units shall be autonomous and sovereign". [4]

"آل انڊيا مسلم ليگ اهو فيصلو ڪيو آهي تہ ڪنهن بہ قسم جو "ڪانسٽيٽيوشنل" منصوبو ملڪ ۾ ڪامياب تي نہ سگهندو ۽ نہ ڪو مسلمانن کي قبول ٿيندو جيڪڏهن اهو منصوبو بنيادي اصول تي مرتب نہ ڪيو ويندو جنهن هيٺ جاگرافي جي لحاظ کان هڪبئي سان ملندڙ علائقا ڪجهہ ردو بدل ڪري يڪجاءِ ڪيا وڃن. بي الخصوص اها علائقا جنهن ۾ مسلمان اڪثريت ۾ آهن جهڙوڪ: North-Western and Eastern Zones of India تن کي مشترڪ طور تي مجموعي انداز ۾ الڳ آزاد رياستون ناهيون وڃن جنهن ۾ شامل ٿيندڙ علائقا خودمختيار ۽ مڪمل بااختيار هوندا."

انهن اصولن تي پاڪستان وجود ۾ آيو جو اتفاقن سنڌ، پنجاب، NWFP ۽ بلوچستان ۾ مسلمانن جي واضح اڪثريت هئي، بي صورت ۾ پاڪستان جو نهڻ ممڪن ڪونہ هئو. پاڪستان هندستان ۾ هندن جي اڪثريتي صوبن ۾ رهندڙ ۽ مسلمانن جي ڪري ڪونہ نهيو هو. اها هڪ تاريخي حقيقت آهي. پاڪستان بهر صورت سنڌ، پنجاب، NWFP ۽ بلوچستان جي مسلم اڪثريت جي اصول تي مجموعي اشتراڪ سان وجود ۾ آيو. ڪن حضرات جو اهو خام خيال آهي تہ موجوده پاڪستان انهن جي ابن ڏاڏن جي ڪاوشن جي نتيجي ۾ نهيو جيڪڏهن اهو ممڪن هجي ها تہ يوپ UP, CP، بهار جي صوبن ۾ پاڪستان نهي ها.

پاڪستان جي آئيندي جو تصور جيڪو جناح صاحب پيش ڪيو ان ۾ هن فرمايو تہ:

"Our Pakistan government will probably be modeled on the lines of autonomous provinces with key power in matters of defence and foreign affairs etc at the Centre."

---

[4] Qureshi I.H. The Struggle for Pakistan Karachi University Press, Second Edition, 1969, p-324.

1947ع ۾ رائٽرس جي اخباري نمائندي کي ملاقات ۾ ٻڌايو ته. "اسان جو پاڪستان صوبن جي خودداري جي اصول تي مبني هوندو. هر قسم جا اختيار صوبن کي هوندا. سواءِ دفاع ۽ خارجا امور جيڪي مرڪزي حڪومت وٽ هوندا." مسلم اڪثريت وارن صوبن کي اهو يقين محڪم ڏنو ويو هئو ته صوبن جي اختيارن ۾ وڏيڪ اضافو ٿيندو.[5] پاڪستان وجود ۾ اچڻ کان اڳ اهڙي قسم جا assurances ڏنا ويندا رهيا پر وقت اچڻ تي حقيقتون ان جي برعڪس نمودار ٿيون.

برطانيا جي حڪومت India Act of 1935 جوڙيو جنهن جو اطلاق اپريل 1937ع کان عمل ۾ آيو. ان ايڪٽ آف 1935 جي اطلاق جي ڪري صوبن کي مخصوص نوبت جي Autonomy حاصل ٿي.

The most important feature of Act was that, for the first time, it made the provinces separate legal entities, three lists of subjects were drawn up: The Federal List, the Provincial List and the Concurrent List.

Division of financial resources were designated to strengthen provincial independence. Sind was separated from Bombay and given the status of a separate province. The North-Western Frontier province was for the first time, invested with full provincial powers. Provincial franchise was enlarged by lowering property qualifications. Every province was given a Council of Minsters whose advise was binding on the Governor except in so far as he acted "in his discretion" or exercised his "undividual judgement".[6]

---

[5] Interview to Duncan Hooper Reuters Special Correspondent, Bombay, 7 December, 1945, p-123 (Quoted in 'Secular Jinnah of Pakistan'What the Nation Doesn't Know, by Saleena Karim, published by Paramount Books Karachi, 2010.

[6] Qureshi I.H. The Struggle for Pakistan, Karachi University 1969, p-64

هن قانون جي افاديت ۽ اهميت ان ۾ هئي جو پهريون دفعو صوبن کي خصوصي عليحده قانوني حيثيت ڏني وئي هئي. ٽن قسمن (Subjects) جون اختيارات جون لسٽون مرتب ڪيون ويون هيون: (1) وفاقي لسٽ (2) صوبائي لسٽ. (3) گڏيل لسٽ. صوبائي آزادي کي ممڪن بنائڻ لاءِ مالي وسائل جي الڳ ورچ ڪئي وئي. سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪري صوبائي حيثيت ڏني وئي. نارٿ ويسٽرن فرنٽيئر کي پڻ پهريون دفعو مڪمل صوبائي اختيارات ۽ حيثيت ڏني وئي. اليڪشنس ۾ شرڪت لاءِ ملڪيتي تقاضا کي گهٽ ڪيو ويو.

هر صوبي کي وزيرن جي ڪائونسل ناهڻ جو اختيار ڏنو ويو. ان جو مشورو صوبي جي گورنر لاءِ "Binding" ان تي عمل ڪرڻ لازم هئو. سواءِ اهڙن مسئلن جي جن ۾ صوبي جو گورنر "پنهنجي دانش" پنهنجي خصوصي اختيار استعمال ڪري سگهيو ٿي.

1937ع کان وني 1947ع تائين سنڌ ۾ اليڪشنس جي ذريعي صوبائي اسيمبلي جون چونڊون ٿينديون رهيون ۽ صوبائي وزارتون ٺهنديون رهيون. سنڌ کي صوبائي خودمختياري حاصل هئي.

سنڌ حڪومت ۾ هر محڪمي جا آفيسر گهڻو ڪري مقامي سنڌي هئا. سول جا آفيسر، عدليا جا آفيسر، سنڌ هاءِ ڪورٽ جا جج سنڌي هئا. البتہ پوليس جي محڪمي ۾ پنجابين جو تعداد ڪافي هئو.

1947ع ۾ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان سنڌ مٿان هندستان مان آيل مهاجرن جي يلغار نازل ٿي. بدتريج قبضو وڌندو رهيو. UC, CP، بهار جا هر طبقي جا آفيسر ۽ ڪلارڪ، پٽيوالا پڻ اچي سنڌ ۾ وارد ٿيا.

نهرو - لياقت Pact معاهدي هيٺ ٻنهي ملڪن جي شهرين جي لڏپلاڻ تي پابندي نافذ ڪئي وئي هئي. سواءِ انهن علائقن جي جن جي ورهاڱي جي ڪري جهڙوڪ پنجاب جي شهرن کي مجبورن منتقل ٿيڻو پيو. ان اسڪيم ۾ UP, CP، بهار ڪنهن بہ صورت ۾ شامل نہ هئا. گهڻي ۾ گهڻا مهاجر انهن اقليتي صوبن مان لڏي سنڌ ۾ اچي مقيم ٿيا. سنڌ جي املاڪ تي پورن وانگر قبضي ڪرڻ ۾ مرڪزي حڪومت جي وزيراعظم لياقت علي خان جي معاونت ۽ آفيسرن جي همٿ افزائي سان مقامي ۽ مرڪزي

ادارن ۾ نوڪرين تي پڻ حاوي ٿي ويا. مرڪزي بئنڪن جي مالي ـ قوت جو مناسب فائدو حاصل ڪندي مفلسي مان مالدار بنجي ويا.

سنڌي واٽڙن وانگر ڏسندا رهجي ويا. سنڌ جي منتخب صوبائي حڪومت جنهن جو وزيراعليٰ محمد ايوب کهڙو هئو تنهن جي حڪومت کي برخواست ڪري، صوبائي حڪومت کي معطل ڪيو ويو. سنڌي حڪمرانن مان محڪوم ٿي ويا. سنڌين سان محرومين، زيادتين ۽ ناانصافين، حق تلفين جو هڪ وڏو دردناڪ داستان آهي. پاڪستان جي خواب جو تعبير سنڌين لاءِ بيسود ۽ نقصانڪار ثابت ٿيو. نقادن جي خيال ۾ Pakistan is a country of contradictions. پاڪستان تضادن جو ملڪ آهي. پاڪستان ۾ آيل مهاجر آفيسرن انتظامي اختيارات کي استعمال ڪندي هر لحاظ کان مهاجرن جي همٿ افزائي ڪئي ويئي ۽ سنڌين کي انهن جي جائز حقن کان محروم رکيو.

اهڙو انتظامي نظام قائم ڪيو ويو جنهن ۾ مخصوص طبقي جي افراد جو فائدو ٿئي. مقامي ماڻهن کي محروم رکيو ويجي. سنڌي حڪمران قوم مان محڪوم قوم بنجي ويا.

سنڌ ۾ 1935 واري صوبائي قانون هيٺ 1937 کان 1947 تائين 10 سال مستقل سنڌي مسلمانن جون صوبائي حڪومتون قائم رهيون.

ڪن سياسي مفڪرن ۽ تجزيانگارن جي خيال ۾ سنڌ جي قائدين ۾ سياسي بصيرت جو فقدان هئو جنهن ڪري هو پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ جي سياسي، انتظامي، اقتصادي حالتن جو اندازو ڪري نہ سگهيا. تہ ڪهڙو نظام وجود ۾ ايندو ۽ ان جا ڪهڙا اثرات سنڌ ۽ سنڌين تي مرتب ٿيندا. اهو شديد خطرو هئو تہ سنڌي نئين نظام ۾ صوبائي خودمختياري وڃائي محڪوم قوم ٿي ويندا. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان جيڪا نئين حڪومت نهي اها "مرڪزيت" جي اصول تي مبني هئي. "Federalism" وفاقيت تي عمل نہ ڪيو ويو. مرڪزي حڪومت تي سڀ هندستان مان آيل مهاجر آفيسرن تي مشتمل هئي. جيڪي پاليسيون ناهيون ويون انهن جو سڌي طرح فائدو صرف مهاجرين لاءِ هئو. نوڪرين تي پابندي عائد ڪئي وئي جنهن تحت مقامي سنڌين کي نوڪريون حاصل ڪرڻ ممڪن نہ هو.

آزاد ۽ خودمختيار رياستن جو جيڪو تصور 1940ع واري قرارداد ۾ درج هئو، ان تي خارج الامڪان بڻايو ويو. اهو هڪ ڏيکاءُ يعني "Mirage" هئو سنڌين کي متوجه ڪرڻ لاءِ. سنڌ جي سياستدانن جا پاڪستان متعلق ڪهڙيون "Ideas" سوچيون ۽ ويچار هئا ان جي پروڙ ڪرڻ هڪ مشڪل ۽ پيچيدو مرحلو آهي. جا ان دور جا سنڌ جا سياستدان ڪوتاه نظر ۽ مجروح ٿي ويا هئا جو انهن کي ايندڙ صورتحال جو اندازو نه هئو. هنن جون ڪهڙيون اميدون پاڪستان سان منسلڪ هيون جن هن کي آماده ڪيو ته وقت کان اڳ مسلمان اڪثريتي صوبن کان اڳ ۾ سنڌ اسيمبلي مان 1943 قرارداد پاس ڪرائي پاڪستان سان ڪهڙيون وابستگيون ۽ توقعات هيون جن جي تڪميل نه ٿي سگهي. ۽ ان جا ڪهڙا اسباب هئا. صوبائي خودمختياري ته حاصل ڪانه ٿي پر 1935 واري قانون هيٺ جيڪا صوبائي خودمختياري هئي اها به سنڌي وڃائي ويٺا. سنڌي سياستدان جي نااتفاقي سنڌ ۽ سنڌين کي هڪ محڪوم ۽ مفلوج بڻائي ڇڏيو.

پاڪستان جي پهرئين ڪابينا ۾ ڪوبه سنڌي وزير مقرر نه ڪيو ويو هو. آءِ.آءِ. چندريگر جنهن جو واسطو بمبئي سان هئو ان کي وزير بڻايو ويو. ان کانسواءِ NWFP مان عبدالرب نشر ۽ پنجاب مان راجا غضنفر علي خان ۽ منڊل صاحب کي وزارت جا منصب ڪيا ويا ۽ لياقت علي خان ملڪ جو وزيراعظم ٿاقيو ويو.

قانون ساز اسيمبلي ۾ لياقت علي خان جي نمائندگي مشرقي پاڪستان جي لاءِ هئي. پاڪستان جي گورنر جنرل جناح صاحب غلام محمد کي وزير خزانا بڻايو ظفرالله خان کي امور خارجه يا وزارتي منسب ڏنو ويو. آفيسر پاڪستان جي نهڻ سان انتظامي طور تي نظام حڪومت ۽ ادارن مٿان آفيسر حاوي ٿي ويا جنهن جي نتيجي ۾ غلط فيصلا ٿيندا رهيا Institutional Obsolence واري ڪيفيت پئدا ٿي. غلام محمد پاڪستان جو گورنر جنرل ٿي ويو. ملڪ جي قانون کي منسوخ ڪري ڇڏيو. هن جنرل ايوب جيڪو ان وقت پاڪستان جي افواج جو C-in-C هو تنهن کي وزير دفاع مقرر ڪيو جيڪو ملڪ جي قانون جي خلاف هئو. عوام ۽ حڪومت ۾ اختلاف جو دائرو وڌندو ويو.

استيفن ڪوهن (Stephen Cohen) ڪتاب Future of Pakistan ۾ سندس مضمون ۾ لکيو آهي تہ:

"Wilde gap remains between government and people of Pakistan. The system has not produced any new leaders (p-10). Transformation must occur or collapse is inevitable (p-12).

عوام ۽ حڪومت انتظامي انداز ۾ هڪ تمام وڏو فليج رهيو آهي. پاڪستان جو نظام سياست اڄ ڏينهن تائين ڪوبہ قابل قدر نوان اڳواڻ رهبري ڪرڻ لاءِ پيدا ڪري نہ سگهيا.

استيفن ڪوهن (Stephen Cohen) جي خيال ۾ پاڪستان ۾ انتظامي تبديلي اشد ضروري آهي ٻي صورت ۾ اهو امڪان آهي تہ مروج نظام حڪومت بيسود ۽ بيڪار ٿي ان جو خاتمو اچي.

صوبائي حيثيت ان حد تائين ختم ٿي وئي جو وزيراعظم لياقت علي خان ان باري ۾ واضح الفاظ ۾ اعلان ڪيو تہ:

"Provinces are merely administrative conveniences"

"صوبا صرف انتظامي سهولت لاءِ وجود ۾ آهن." وفاق وارو 1940 جي قراردادن وارو منصوبو :

Federal element in 1940 resolution was a grand deception to line up Muslim majority provinces for the idea of Pakistan.

جنهن وفاقيت وارو عنصر شامل هئو ان کي طلسمي فريب هئو. جيئن مسلم اڪثريت وارن صوبن کي پاڪستان واري اسڪيم تي آماده ڪري سگهجي.

پاڪستان جي حڪومت جي انتظامي تعمير عجب انداز ۾ ٿي رباني جيڪو ڪنهن وقت قائداعظم جي بحيثيت گورنر جنرل جي ADC هئو تنهن پنهنجي ڪتاب The Sun Shall Rise ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي لکيو آهي تہ جناح صاحب تي بنيادي غلطيون ڪيون. صاحب موصوف جي پهرين غلطي هئي:

The First mistake committed by Mr. Jinnah in public life was on 15th August 1947, when as Governor General he appointed

an unelected bureaucrat Malik Ghulam Mohammad as Federal Minister for Finance. Later he nominated Ch: Sir Mohammad Zafarullah another unelected person as Foreign Minister. These two nominations were against the parliamentary practice and even contrary to democratice principles of Mr. Jinnah himself.... How ever the fact remains that it was wrong of Governor General to appoint unelected persons to the legislature."[7]

15 آگست 1947، پهرين غلطي جيڪا عوامي زندگيءَ ۾ جناح صاحب گورنر جنرل جي عهدي ۾ تي اها هئي غير چونڊيل سرڪاري آفيسر ملڪ غلام محمد کي وفاقي حڪومت جو وزير خزانا مقرر ڪيو. ان بعد چوڌري ظفرالله اڻ چونڊيل صاحب کي وفاقي حڪومت جو امور خارجا جو وزير مقرر ڪيو. جيڪو پارلياميٽري اصول ۽ عقائد جي خلاف هئو پڻ جناح صاحب جي جمهوري فڪر جي خلاف هئو. اصولي طور تي گورنر جنرل طرفان اهي اڻچونڊيل افراد جون مقرريون غير مناسب هيون.

بي غلطي جنهن طرف عطا رباني اشارو ڪيو آهي:

"Late in October, 1947, when tribals were on the outskirts of Srinagar Airfield , ransacking the areas around and busy collecting ranson, the Governor General ordered Lt. General Douglas Gracey then in temporary command of Pakistan Army to dispatch one brigade to Kashmir to co-ordinate and direct the thrust of the Lashkars to capture the Airfield that lay at their feet.

Lt. General Gracey ignored the legitimate orders of the Governor General and instead contacted Field Marshal Sir Claude Auchinleck in New Delhi to inform him of the Governor General intentions.

Disobedience of orders is very serious offence in military, requiring stern disciplinary action. I felt that this point of time the

---

[7] Atta Rabani. Sun Shall Rise, Feroze Sons, Lahore, 2008. p-16

Governor General slipped and agreed to meet Field Marshal Auchinleck for a dialogue.

Time and situation demanded immediately removal of Lt: General Gracey from command and replacing him with a Pakistani Officer with instructions to proceed forthwith with his orders as already issued for dispatch of troops to "guide" the lashkars hovering on the fringes of Srinagar.

This was the most crucial moment in Indo-Pakistan military history. Prompt implementation of Governor General orders would have given a different dimension to the relations of the newly emerged states of India and Pakistan.

Corollary to the earlier inaction of Governor Generals was yet another "In action" not ordering court martial of erring Lt: General Gracey for disobedience of orders. Removal of Lt: General Gracey from command and ordering of his court martial would have make a great impact and served as a stem warning to any future adventurers.

History is silent on the constraints and compulsions that restrained disciplinarian and firm person like Mr. Jinnah from taking action against the defaulting Lt. General Gracey and later surprisingly promoting him to the rank of General and confirming his appointment as commander-in-Chief of Pakistan Army. This is a mystry and will remain a mystry because the Governor General in his wisdom on this score confided in no one."[8]

"آڪتوبر 1947 جي آخري دور ۾ Tribals جيڪي ان وقت سرينگر هوائي اڏي جي ٻاهران پهچي چڪا هئا. انهن علائقن ۾ پورن واريون حرڪتون شروع ڪري ڏنيون ۽ مال گڏ ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا. پاڪستان

[8] Ibid. p:17

جي گورنر جنرل ليفٽيننٽ جنرل ڊگلس گريسي جيڪو ان وقت عارضي طور تي پاڪستان جي فوجن جي ڪمان ۾ هئو. ان کي حڪم صادر ڪيو ته هڪدم هڪ برگيڊ فوجين جي ڪشمير موڪلي وڃي جيڪو اتي موجود عوامي لشڪر سان گڏجي سرينگر جي هوائي اڏي تي قبضو ڪن. ليفٽيننٽ جنرل گريسي گورنر جنرل مصدقا احڪامات تي عمل ڪرڻ جي بجاءِ دهلي جي فيلڊ مارشل سر ڪلاڊ آچنلڪ کي انهن احڪامات کان واقف ڪيو. احڪامات جي خلاف ورزي فوجي نظام جي قانون جي ضابطي هيٺ سزا جو مرتڪب ٿئي ٿو. هن معاملي ۾ جناح صاحب غير مناسب طور تي آچنلڪ سان ملاقات يا گفتگو لاءِ آماده ٿي ويو. جنهن کي خطا چئي سگهجي ٿو.

وقت ۽ حالتن جي اهم تقاضا اها هئي ته جنرل گريسي کي هڪدم پاڪستان جي ڪمان کان فارغ ڪري ڪنهن مناسب پاڪستاني فوجي آفيسر کي قائم مقام مقرر ڪرڻ لازمي هئو جيڪو گورنر جنرل جي احڪامات تي عمل ڪندي سرينگر طرف پيشقدمي ڪري پر اهو ممڪن ٿي نه سگهيو.

وقت جي نزاڪت جي اها هئي ته هندستان ۽ پاڪستان جي فوجي نقل حرڪت کي نظر ۾ رکندي احڪامات تي ترت عمل وقت جي اهمُ تقاضا هئي. گورنر جنرل جي احڪامات تي عمل سان هندستان ۽ پاڪستان جي نين رياستن جي تعلقات نئين قسم جا اثرات مرتب ٿين ها.

گورنر جنرل جي ڪوتاهي Inaction اها رهي ته هن جنرل گريسي جو ڪورٽ مارشل جا احڪامات صادر نه ڪيا. ائين ڪرڻ سان پاڪستان جي حڪام جو وقار بلند ٿئي ها. ۽ آئينده ڪوبه فوجي جنرل سول انتظاميا جي احڪامات جي خلاف ورزي ڪرڻ ۽ حڪومتن تي قبضي ڪرڻ جي جرئت نه ڪري سگهن ها.

تاريخ ان پهلو تي خاموش آهي ته اهي ڪهڙا اسباب ۽ ڪارڻ هئا جن جي ڪري جنرل گريسي جي انحرافي خلاف قدم نه کنيو ويو. خلاف توقع ۽ حيران ڪندڙ معاملو اهو هئو ته جنرل گريسي کي ترقي ڏيئي ”جنرل“ جو عهدو ڏنو ويو. بحيثيت پاڪستان جي فوج جي ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو ويو. اها هڪ لڪل حقيقت آهي جو گورنر جنرل

پنهنجي دانش ۾ اهي احڪامات نافذ ڪيا ان سلسلي ۾ ڪنهن سان بہ مشورو نہ ڪيو ويو.

ٽئين ڪوتاهي جنهن جو ذڪر عطا رباني ڪيو آهي، اها آهي تہ:

Governor General on his visit to East Paksitan in March. 1948 without taking East Wing leaders into confidence. declared Urdu the language of two percent of the population. as a national language of Paksitan at a public meeting in Paltan Maidan. Dacca,....... Imposition of Urdu as national language on a majority of population of the country which they could not write or speak. alienated the people of Eastern Wing that comprised 54% of total population of Pakistan."[9]

مارچ 1948 ۾ گورنر جنرل مشرقي پاڪستان جي دوري دوران پلٽن ميدان ۾ اهو اعلان ڪيو تہ هاڻي پاڪستان جي قومي زبان "اردو" رهندي جيڪا صرف بہ سيڪڙو ماڻهن جي مادري زبان هئي. ان فيصلي ڪرڻ کان اڳ مشرقي پاڪستان جي سياسي ليڊرن جي مشوري ۽ مشاورت ڪانہ ڪئي وئي هئي.

"It was a unilateral action."

اهو هڪ طرفي ڪاروائي هئي جنهن جو ڪو معقول جواز ڪونہ هو. اردو جو نفاذ قومي زبان اڪثريتي صوبي تي ناقص ڪرڻ جيڪي نہ تہ اردو پڙهي پئي سگهيا، نہ ئي لکي پئي سگهيا ۽ نہ ڳالهائي پئي سگهيا. اهي ان فيصلي جي ڪري اتان جو عوام حڪومت کان متنفر ٿي ويو جڏهن تہ ملڪ جي مجموعي آدمشماري جو 54 سيڪڙو آبادي مشرقي پاڪستان ۾ سڪونت پذير هئي.

مجموعي طور تي انهن ٽنهي فيصلن جنهن جو ڪو معقول جواز نہ هئو ان ڪري آفيسرشاهي جي راج جو آغاز ٿيو. سرڪاري آفيسرن جي (Authoritarian) آمرانا نظام مروج ٿي ويو. سڪندر مرزا جيڪو وزارت دفاع جو سيڪريٽري هئو اهو مشرقي پاڪستان جو گورنر مقرر ٿي ويو.

---

[9] Ibid, p-18

اڳتي هلي سياسي چالبازين سان ملڪ جو صدر ٿي ويو. غلام محمد گورنر جنرل بنجي جنرل ايوب کي ملڪ جو وزير دفاع مقرر ڪيو جڏهن تہ هو صاحب پاڪستان جو افواج جو ڪمانڊر چيف هئو. اهو ملڪ جي قانون جي خلاف هئو. ان سان اڳتي هلي فوجي ملڪ جي عوام طرفان مرتب ڪيل مقتدر Constitution کي منسوخ ڪري مارشل لا نافذ ڪري ملڪ جي حڪومت تي قابض ٿيندا رهيا.

اردو جي قومي زبان جي عوامي منشا خلاف قومي زبان جو درجو ڏيڻ سان مشرقي پاڪستان جي مسلم اڪثريت پاڪستان جي رياست جي بي راه روي پاليسي جي ڪري ملڪ ۾ خلفشار پيدا ٿيو.

پاڪستان هڪ "Authoritarian State" آمرانا رياست جي حيثيت اختيار ڪئي.

Authoritarian State: Such a regime is likely consequence of disappointing, dysfunctional civilian rule that leads the public to demand more decisive leadership. Domestic issues most often drive public discontent, above all resentment against regime, corruption and ineptitute. Under military rule, civilian institutions are suspended or strongly subordinated, and military personnel assume key positions in both government and private sector.

A civilian led authoritarian regime exercises arbitrary rule would come about if an elected executive is able to centralize and personalize power at the expense of other institutions, including military."[10]

پرفيسر مارون وينبام (Prof. Marvin Weibaum) پنهنجي مضمون "حڪومت ۽ نظام جي تبديلي" پاڪستان جي انتظامي ۽ سياسي نظام تي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي لکيو آهي تہ آمرانا نظام

---

[10] Marvin G. Weinbaum Regime and System change-in Future of Pakistan edited by Cdohen Oxford University Press, Karachi. 2011. p-230

حڪومت عمومن غير مطمئن انداز جي حڪمراني جنهن ۾ عوام جي تقاضا اها رهندي آهي تہ قيادت ترت اهم فيصلا مؤثر انداز ۾ ڪري. اندروني عوامي مسائل جي حل نہ هئڻ جي ڪري عوام ۾ ازتراب جي ڪيفيت حڪومت جي خلاف اهميت حاصل ڪري ٿي. بلخصوص رشوت ۽ نااهلي جا اسباب عوام لاءِ پريشاني جو باعث بنجن ٿا. فوجي نظام حڪومت ۾ شهري ادارا Civilian Institutions کي برطرف ڪيو ويندو آهي. يا انهن جي حيثيت ۽ اهميت کي بيسود بنايو ويندو آهي. فوجي آفيسر حڪومت پرائيويٽ سيڪٽر ۾ اهم عهدن تي فائز ٿي وڃن ٿا. عوام جي قيادت ۾ آمرانا نظام ۾ بي قائدي اختيارات جي استعمال ان حالت ۾ ممڪن ٿئي ٿو جڏهن چونڊيل قيادت مرڪزيت ۽ ذاتيات کي فوقيت ڏيندي ٻين حڪومتي ادارن جي حاوي ٿئي ٿي. قائداعظم جي طرفان اردو کي قومي زبان بنائڻ جي ڪري مشرقي پاڪستان عرصي کان پوءِ علحده ٿي ويو. سنڌ جي تعليمي نظام تي ان جو برو اثر پيو جو ارباب اختيار سنڌي کي اسڪول ۽ ڪاليجن ۾ تدريس تي پابندي لڳائي. ڪراچي جي اسڪولن ۾ سنڌي جي پڑهائي کي ختم ڪيو ويو.

"On 7 October 1958, General Ayub Khan imposed Martial Law in the country. He abolished Sindhi in schools which had been compulsorily taught in 1300 schools in Karachi. Although Sindhi was the most developed language of the region, its teaching was stopped in its own province, putting strain on the already strained Sindhi Mohajir relationship and created great resentment and frustration amongh Sindhis.

University of Karachi was established in 1951. The syndicate of this university decided in 1956, that in the future all examinations of the university would be conducted in Urdu instead of Sindhi.[11]

---

[11] Imdad Hussain Sahito, Decade of Decoits, Oxford University Press, Karachi 2005, p-138

1940 واري قراردات جي پاس ڪرڻ بعد صوبن کي اها خاطري ڏني وئي هئي. پاڪستان ۾ صوبا خودمختيار ۽ بااختيار رهندا. حقيقي قسم جي وفاقي حڪومت Federal قائم ڪئي ويندي. مسلم ليگ جي قائدين طرفان اها خاطري تہ وفاقي نظام قائم ڪيو ويندو. مسلم ليگ جا قائدين گهڻو ڪري UP، CP، بهار ۽ بمبئي جا هئا جن جو مسلم ليگ جي تنظيم تي مڪمل قبضو هئو. سنڌ مان صرف عبدالله هارون مرڪزي مسلم ليگ جو اهم رڪن هئو. اڪثريت، اقليت مٿان هر وقت هر قسم جي پاليسين کي نافذ ڪرڻ ۾ حاوي رهي. سنڌ جي ميمبرن جي حيثيت ۾ يتيمن واري هئي. جيڪي سياسي حقيقتن کي پروڙي نہ سگهيا. ان جو سبب دانشمندي جي ڪمي ۽ دوانديشي جي غير موجودگي هئي. وقت گذرڻ سان سنڌ جي خودمختياري جو ڏيکاءُ جو ظهور ٿيو سنڌ جي. جيئن هڪ "Colony" بڻجي وئي. حڪمرانيءَ لاءِ هڪ بينڪي ۽ پورو نظام قائم ڪيو ويو. سنڌ جون زمينون، مالياتي وسائل ۽ نوڪريو ۽ ٻيا املاڪ قبضا گروه جي تحويل ۾ اچي ويا. سنڌي صرف ڏسندا رهجي ويا. مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽي جا ويچار ۽ سوچون وفاقيت متعلق تمام واضح هيون.

In September, 1939, the working committee of the All Indian Muslim League resolved that it was "Irovocably opposed" to any federal scheme in which a permanent majority ruled over a permanent minority and thus reduced a domestic and parliamentary system of Government to force." [12]

وفاقيت جي برعڪس "مرڪزيت" Unitary centralism جي اصولن تي نظام سلطنت نافذ ڪيو ويو. وفاق سان صوبن جي نفاق جو آغاز ٿيو. رياستي نظام حڪومت تي آفيسرشاهي ۽ فوج حاوي رهي. ڪن مفڪرن پاڪستان کي Authoritarian State جو تصور پيش ڪيو. ڪن وري پاڪستان فوجي ڇانوڻي واري رياست سان تشبيهہ ڏني آهي. پروفيسر اشتياق احمد سندس ڪتاب جو عنوان رکيو آهي:

[12] Ishtiaq Hussain Qureshi, The Struggle for Pakistan, Univeristy of Karachi, 1989, p124

Pakistan-The Garrison State Origins, Evolution, Consequences 1947-2011 (Oxford University Press, Karachi, 2013)

مبصرن جو تجزيو آهي تہ:

In Paksitan there is absence of vitality of virtue.

پاڪستان موجوده سياسي صورتحال جو سبب "Centralization" اختيارات جي مرڪزيت جي ڪري ٿيو آهي.

پاڪستان جي 17 اعليٰ فهم دانشورن هڪ مختصر رپورٽ تيار ڪئي آهي جنهن جو عنوان آهي: Making Pakistan A Tenable State

جن ان رپورٽ کي مرتب ڪرڻ ۾ جن شرڪت ڪئي تن ۾:

(1) انيس هارون
(2) ذوالفقار جيلاني
(3) افتخارالحق
(4) طاهر محمد خان
(5) ڊاڪٽر مبشر حسن
(6) شاهد حفيظ ڪاردار
(7) افراسياب خٽڪ
(8) خالد محبوب
(9) حسين نقي
(10) ايم.بي.نقوي
(11) يوسف نظر
(12) رفي رضا
(13) ڊاڪٽر پرويز طاهر
(14) آ.اي رحمان
(15) فريدا شهيد
(16) انور سيد
(17) حسن جعفر زيدي

انهن سيني جو مجموعي رايو اهو آهي تہ:

The highly centralized power transferred by British apparatus of state to its successor the combine of civil and military services of Pakistan, showed its undemocratic, authoritarian and exploitative face from day one. The government and the people of the provinces were its prime target. It started treating the provinces and their elected governments as colonies."[13]

برطانوي بينڪي راج جي ڪارندن طرفان مرڪزيت واري اختيارات وارو نظام پاڪستان جي سول ۽ فوجي آفيسرن جي حوالي ڪيو. روز اول کان پاڪستان ۾ نظام حڪومت غير جمهوري، آمرانا، استحصالي ۽ برماريت واري شڪل ۾ ظاهر ٿيو.

حڪومتن ۽ صوبن جي عوام تي انهن انتظامي عناصر جو غلبو رهيو. صوبن ۾ انهن جي عوام جي منتخب حڪومتن کي "ڪالوني" تصور ڪندي اهڙو سلوڪ ڪيو ويندو رهيو.

The establishment of Pakistan's federal capital at Karachi meant that Sindh government itself presiding over a refugee crises of no mean proportions, was turned into a refugee in its own right and had to make room for the central government.

On administrative side, by 1947 there were only a hundred and one Muslim Civil Servants in All India Services (AIS) and merely four Muslim military officers (out of over six hundred) of the rank of Lt, Col. in the Army.[14]

"پاڪستان جي مرڪزي سرڪار جو صدر دفتر ڪراچيءَ ۾ قائم ڪرڻ سان سنڌ جي حڪومت مهاجر Rehabilitation جي مسئلي جي مشڪلات جو حل تلاش ڪندي خود مهاجر بنجي وئي جو مرڪزي حڪومت کي دفتر ڏيڻا پيا. انتظامي طور تي IAS انڊين ايڊمنسٽريٽو

[13] Making pakistan'A Tenable State, Ferozesons Lahore, 2009, p-27
[14] Ilhan Niaz. Culture of Power and Governance of Pakistan-1947-2008, Oxford University Press, Karachi, 2010, p-64

سروس جي مسلمان آفيسرن جو تعداد 101 هئو ۽ فوج چار سؤ(400) آفيسرن ۾ صرف چار مسلمان آفيسر.Lt. Col جي عهدي وارا هئا. جيڪي پاڪستان آيا. ضرورت جي نظريي تحت هزارن جي تعداد ۾ آفيسر جي نئين ڀرتي ٿي. جنهن ۾ مقامي سنڌين کي ڪو مناسب حصو حاصل نہ ٿيو.

پاڪستان جي هڪ CSP آفيسر تسنيم احمد صديقي سندس ڪتاب Pakistan-Time for Change ۾ پاڪستان اوائلي دور جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ:

Pakistan was conceived as loose federation with five federating Units. East Bengal. Punjab. Sindh. Balochistan and NWFP. A parliamentary form of government was most essential part of the whole scheme. Most powers were supposed to remain with provinces. But from day one. what happened was quite the reverse. A process of making centre strong started. Even local government institutions which had started taking shape during British period. were not allowed to function in a democratic manner. Elected government were dismissed at whim aided by docile judiciary the bureaucracy to consolidate its power set up secretaries committee headed by secretary General which became more powerful than cabinet itself. These powerful peoples had a poor opinion about politicians and considered them as rabble rousers. incompetent and corrupt."[15]

"بنيادي طور تي پاڪستان ۾ سياسي نظام جو تصور هڪ وفاقي رياست جو هئو جنهن ۾ ايسٽ بنگال. پنجاب. سنڌ ۽ بلوچستان ۽ NWFP جا صوبا شامل هئا. پاڪستان اسڪيم ۾ پارليامانی نظام حڪومت اصولي طور تي اهم هئو. پاڪستان اسڪيم جو بنيادي عنصر اهو هئو تہ صوبا خودمختيار رهندا. هر قسم جا اختيارات صوبن وٽ رهندا. پر ان جو آغاز ئي

[15] Tasneem Ahmed Siddiqui, Pakistan-Time for Change. Pakistan Study Centre. University of Karachi 2011. p-13.

ان جي ابتڙ ٿيو. مرڪز نظام کي مضبوط ۽ مربوط ڪرڻ جون ڪوششون شروع ٿي ويون. ان حد تائين مقامي Local Government جا ادارا جن کي انگريزن پنهنجي دور ۾ رائج ڪيو هئو ان جا بخيا اڌيڙيا ويا ۽ انهن کي جمهوري تقاضائن ۽ اصول تي ڪارڪردگي نہ ڪرڻ ڏني وئي. چونڊيل حڪومتون خام خيالن جي بنيادن تي برطرف ٿينديون رهيون جنهن ۾ فرمانبردار ۽ اطاعت ڪندڙ انصاف جي اداري Judiciary جي معاونت شامل هئي."

آفيسرشاهي پنهنجي قوت کي مزيد برقرار ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ "سيڪريٽرين جي ڪميٽي" ناهي جنهن جو سربراهہ سيڪريٽري جنرل (محمد علي چوڌري پهريون ۽ آخري سيڪريٽري جنرل رهيو) اها ڪميٽي ڪابينا وڏيڪ طاقتور رهي. ان ڪميٽي جي خيال ۾ سياستدان، بي ايمان، نااهل ۽ وگڙ پيدا ڪندڙ عناصر آهن.

الحان نياز سندس ڪتاب ۾ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ ۾ بنيادي گناهن "Original sins" جو ذڪر ڪيو آهي. پاڪستان جي حڪمرانن جون ڪوتاهيون بيان ڪندي لکي ٿو تہ:

Pakistan's new rulers responded along certain lines the impact can still be felt today. First the siege situation from within and without convinced the central government to concentrate as much power as possible in its own hands, second in order to legitimatize this appropriation of authority, increasing emphasis was laid on the centre's monopoly of competence with regards to development work and the ideological nature of the state.

Third as power became more centralized and the rhetoric more audacious, the elected politicians progressively lost their cohesion and will to make policy and supervise its execution.

Into this vacuum entered "the establishment" a coterie of senior bureaucrats and military officers.

Collectively these original sins, product as much of accidents and circumstances, as of idiosyncrasies, represented the first steps towards the reassertion of arbitrary, delusional and ultimately self destructive culture of power.[16]

بنيادي طور تي جيڪي غلطيون جن کي مصنف انهن کي "Original Sins" سان تشبيهه ڏني آهي يعني "بنيادي گناهه" پاڪستان جي نون حڪمرانن اهڙن خطوط تي حڪومتي نظام جو آغاز ڪيو جو ان جا برا مضر اثرات اجان تائين محسوس ٿين ٿا.

(1) پهريون تہ اندروني ۽ بيروني حالتن جي اثر کي جواز بنائجي. مرڪزي حڪومت هر قسم جا اختيار پنهنجي تحويل ۾ رکڻ شروع ڪيا.

(2) ٻيو تہ پنهنجي اختيارن کي جائز قرار ڏيندي انهيءَ قسم جي اختيارات ۾ اضافي جو جواز ان ۾ پيش ڪيو ويو تہ رياست جي نظرياتي فڪر جو تحفظ، قابليت جو مڪمل ضابطو ۽ اجاراداري صرف "مرڪز" کي حاصل هئڻ گهرجي. ان ڪري اقتصادي ترقي جون ترجيحات پڻ مرڪز کي حاصل ڪيون.

(3) ٽيون بنيادي گناهہ اهو هئو تہ جيئن انتظامي ۽ قانوني قوت جو سرچشمو "مرڪزيت" ۾ معمور رهيو. ان جي تشريح ۽ تبليغ حڪومتي ڪارندا ڪندا رهيا جنهن جي نتيجي ۾ سياستدانن جي حيثيت ۽ اهميت ۾ تبديلي رونما ٿي. سياستدانن جي غير انتظامي ۽ پاليسي مرتب ڪرڻ جي قوت جي فقدان جي ڪري انتظامي اهلڪارن تي نظرثاني ڪرڻ ۾ قاصر رهيا.

جنهن ڪري موقعي جي مناسبت ۽ خليج جو فائدو وٺندي سرڪاري ۽ فوجي آفيسر حڪومت تي قابض ٿي ويا. مجموعي طور تي مٿين بيان ڪيل "بنيادي گناهن" جي باعث آمرانا انداز ۾ حڪومتي نظام کي هلائيندا رهيا. جنهن ۾ اعليٰ آفيسرن جو مخصوص ٻيون ۽ آمرانا فڪر ۽

[16] Ilhan Niaz, Culture of Power and Governance of Pakistan. 1947-2008, Oxford University Press, Karachi, 2010. p-68

عمل جي ڪري انتظامي اصولن ۽ عقائد جي تباهي، بربادي مهلڪ ثابت ٿي."

پاڪستان جي نظام حڪومت تي تبصرو ڪندي وينا ڪڪريجا (Veena Kukreja) سندس ڪتاب "Contemporary Pakistan" "دور جديد جو پاڪستان" ۾ پنهنجن ويچارن کي بيان ڪندي لکيو آهي ته:

The Muslim League Government in the early years of young Pakistan was not able to effectively integrate its provinces or distribute resources fairly between the dominant Punjab and the subordinate provinces of East Pakistan, the North West Frontier province, Baluchistan and Sindh as well between different linguistic groups.[17]

"اوائلي دور ۾ مسلم ليگ جي حڪومت پاڪستان جي صوبن کي اثرائتي نموني ۾ يڪجاءِ ۽ مستحڪم ڪرڻ ۽ وسائل جو منصفانا طور تي ورهائڻ ۾ ڪو اهم ڪردار ادا نہ ڪيو. صوبن ۾ پنجاب جي فوقيت غالب رهي. بين صوبن جي ڪيفيت ماتحتي، تابعداري واري رهي،. اهو ورتاءُ لساني گروهن سان پڻ ڪيو ويو.

پاڪستان ۾ نالي ماتر جمهوريت قائم رهي آهي جنهن ۾ مخصوص مالدار ۽ زميندار طبقن جا افراد انگريزن جي دور کان وٺي، مقامي حيثيت ۽ ناڻي جي طاقت سان پاڪستان جي سياست تي هر دور ۾ پوءِ چاهي اهو جمهوري هجي يا غير جمهوري، ان تي قابض رهيا آهن. صوبائي ۽ قومي اسيمبلين ۾ انهن خاندانن جا افراد چونڊجي اچن ٿا. انهن جو عوام جي فلاح ۽ بهبود ۽ پاڪستان جي اقتصادي خودڪفيلي سان ڪا بہ رغبت نہ آهي سواءِ محدود ۽ مخصوص مقامي مفادن جي جنهن ڪري ملڪ جو شيرازو اميد افزا نظر نہ ٿو اچي. مقروض ملڪ جي مقروض سياست جي ڪري عوام مفلس ۽ ڪنگال آهي جن کي پيئڻ لاءِ صاف پاڻي بہ گذريل 60 سالن جي جمهوريت ۾ مهيا ۽ نصيب نہ ٿيو آهي. ساڳيا ساڳيا خانداني سياستدان

---

[17] Veena Kukreja, Contemporary Pakistan-Political Process, Conflicts and Crises, Sage Publications, New Delhi, 2003, p-xiii

هر دور جي اسيمبلين ۽ وزارتن ۾ شامل رهيا آهن. شرمناڪ حقيقت اها آهي تہ حڪومتون بنيادي انساني ضرورتن, کاڌي خوراڪ جي ضروري اشياء جون قيمتون مقرر ڪري برقرار رکي نہ سگهيون آهن. ملڪ ۾ اصولن جي سياست جو فقدان آهي جو صرف مالدار افراد ملڪ جي سياسي نظام ۾ شرڪت ڪري سگهن ٿا. جيڪي ماڻهو ڪروڙين روپيا خرچ ڪري اسيمبلين ۾ شرڪت ڪن ٿا ان جو اصول گهڻو ڪري Politics of Profit, not principles آهي. نفعي جي سياست مفيد نموني سان هلائي وڃي ٿي.

پاڪستان جي جمهوريت متعلق مفڪرن جو خيال آهي تہ:

As far as prospects of democracy in Pakistan are concerned, democracy defined in terms of political system which permits sustained and full political participation of people has yet to strike roots in Pakistan. The roots of democracy lie in the egalitarian socio-economic structures, modernizing enterpreneual elite and large middle class. It also needs expansion of civil society, namely, an independent judiciary, free press and rule of law. An emerging nascent civil society has a long way to go before attaining a curbing influence in the powerful institutions of the state."[18]

پاڪستان ۾ جمهوريت جي سلسلي ۾ ان جي ڪاميابي جي امڪانات جي باري ۾ اهو چوڻ مناسب ٿيندو تہ ان جو انحصار سياسي نظام تي آهي جنهن هيٺ ڪفاليت جي حيثيت ۾ عوام لاءِ سياسي شرڪت جا مواقع مهيا ڪيا وڃن جيڪو اجان ممڪن ٿي نہ سگهيو آهي جو جمهوريت جا بنياد مضبوط ٿي سگهن.

جمهوريت جون جڙون مضبوط ڪرڻ لاءِ سماجي, اقتصادي غير طبقاتي مساوي اصولن تي ادارا ناهيا وڃن جنهن ۾ محنت, حرفت ۽ ڪاروباري عناصر اهم ڪردار ادا ڪن. ان سان گڏ جمهوريت جي بقا جي لاءِ ڪثير تعداد ۾ وچولي طبقي جو هئڻ لازمي آهي. سڌريل ۽ مهذب

[18] Ibid, p-315

معاشري جي تعمير جنهن ۾ آزاد عدليا. قانون جي بالادستي ۽ آزاد اخباري ادارن جو وجود اهم ۽ ضروري آهي.

سول سوسائٽي جنهن جي افاديت ۽ اهميت جي حصول سان اها ڪيفيت پئدا ڪندي، جنهن سان رياستي طاقتور ادارن جي غيرضروري اثر تي مناسب پابنديون عائد ڪري سگهي جنهن سان غيريقيني حالتن جو انت اچي.

پاڪستان جي انتظامي جوڙجڪ تاريخي طور تي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. پهريون نوڪرشاهي جو دور ۽ ٻيون فوجي آمريت جو دور.

1947 کان 1958 تائين پاڪستان ۾ سرڪاري آفيسرن جي آمريت قائم رهي. جنهن قانون ٺاهڻ جو ڪم هن خير خوبي سان سرانجام ڏنو. غلام محمد آڊٽ ۽ اڪائونٽس جو آفيسر هئو پهريائين هن صاحب کي ملڪ جي گورنر جنرل پنهنجي دانش ۾ ملڪ جو وزير خزانا مقرر ڪيو. صاحب ڪنهن به چونڊيل اداري جو ميمبر نه هئو هن کي سرڪاري حيثيت ۾ اهم عهدا ڏنا ويا. اڳتي هلي هي صاحب خود ملڪ جو گورنر جنرل بنيو. ملڪ جي قانون ساز اسيمبلي ۽ وزارت کي منسوخ، برطرف ۽ معطل ڪيو. ٻيو آفيسر سڪندر مرزا جنهن جو واسطو Indian Political Service سان هئو اهو سيڪريٽري دفاع مان مشرقي پاڪستان جو گورنر ۽ بعد ۾ پاڪستان جو صدر بنجي ويو. آڊٽ ۽ اڪائونٽ جو ٻيو آفيسر چوڌري محمد علي پاڪستان جو وزيراعظم ٿي ويو.

سڪندر مرزا پاڪستان جي 1956 واري آئين کي معطل ڪيو ۽ ملڪ تي مارشل لا جو نفاذ ڪيو. پاڪستان جي فوج جي سربراهه جنرل ايوب خان سڪندر مرزا کي صدر جي عهدي کان فارغ ڪري ملڪ بدر ڪري پاڻ ملڪ جو والي وارث بنجي وينو. ڪافي عرصو حڪومت ڪندو رهيو. هن کان پوءِ جنرل يحيٰ خان، جنرل ضياءالحق ۽ پرويز مشرف ملڪ تي حڪومت ڪندا رهيا. جيڪو مجموعي طور تي 30 سالن جو عرصو هئو يعني پاڪستان جي 60 سالن ۾ 30 سال فوجي جنرلن ملڪ تي حڪمراني ڪئي. هر هڪ جنرل اقتدار کان معروضي حالتن ۾ فارغ ڪيا ويا. نوازشريف چونڊيل وزيراعظم جنرل مشرف کي فوج جو سربراهه 1998ع

آڪٽوبر ۾ مقرر ڪيو ۽ هڪ سال اندر 1999 آڪٽوبر ۾ جنرل مشرف وزيراعظم نوازشريف جي حڪومت کي برخواست ڪري هن کي اٽڪ جيل جي ڪاري ڪوٺڙيءَ ۾ قيد ڪيو. ڇوجو هن جنرل مشرف کي سنڌس عهدي تان هٽايو هئو. هن جي مٿان جڙتو ڪيس داخل ڪري نوازشريف کي ڦاسي جي سزا ججن ڪان ڏياري جيڪا پوءِ اپيل ۾ عمرقيد ۾ تبديل ٿي وئي.

پنجابي اسٽيبلشمينٽ جي خصوصيت اها آهي جو هو وقت جي حڪمران جا وفادار (Loyal) ڪارندا رهندا آهن. هن سلسلي ۾ هڪ دلچسپ حقيقت بئريسٽر عزيزالله شيخ سنڌس تازي ڪتاب "Untold Story-From Bhutto to Benazir" ۾ درج ڪئي آهي:

My last meeting with Nawaz Sharif was in second week of November 2006. He was in London at the time and we met in his party office there. Shahbaz Sharif, Ghous Ali Shah and my eldest daughter Dr. Naseem Islam, were also present in the room. During this meeting, Nawaz Sharif said something that needs to be considered seriously by all concerned.

According to him, he was still alive only because the Hijacking case was conducted in Karachi. Though trial court had awarded him life imprisonment, he was sure that had it been anywhere in Punjab or Frontier, "I would not have been spared the death sentence by a Punjabi or Pathan Judge". He saluted the Judges from Sindh who, as he recalled, had resigned enbloc from Supreme Court, regardless of their ethnic background, when they were asked to take oath of loyalty to Pervez Mushraf."[19]

منهنجي آخري ملاقات نوازشريف سان لنڊن ۾ هن جي پارٽيءَ جي آفيس ۾ نومبر 2006 جي ٻئي هفتي ۾ ٿي جنهن ۾ غوث علي شاهه. شهباز شريف، منهنجي وڏي دختر ڊاڪٽر نسيم اسلام پڻ موجود هئي. مون کي

[19] Barrister Azizullah Shaikh, Story Untold-From Bhutto to Benazir, 2012, p.161-162

جيڪو شهباز شريف ٻڌايو ان جي اهميت جي پيش نظر ان تي صاحب زيست جي غور ڪرڻ جي شديد ضرورت آهي. شهباز شريف جي چوڻ موجب هو اجان زنده ان ڪري آهي جو هوائي جهاز جي Hijacking case جون ڪارروايون ڪراچيءَ ۾ ٿيون. ڪيس هلائيندڙ ڪورٽ هن کي عمر قيد جي سزا ڏني هئي. هن کي يقين آهي ته جيڪڏهن ان ڪيس جي ڪارروائي پنجاب يا فرنٽيئر جي ڪنهن هنڌ تي ٿئي ها ته مون کي ڪنهن به صورت ۾ پنجابي يا پٺاڻ جج سزاءِ موت ڏيڻ کان ڪين ڪيبائي ها, گريز ڪري ها.

هن سنڌ جي ججن جي آجيان ڪندي چيو ته هن کي چڱي طرح ياد آهي ته سنڌ جي سپريم ڪورٽ جي ججن يڪمشت گڏجي جنرل پرويز مشرف سان وفاداري جو قسم کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ 9 جج نوڪري کان فارغ ٿي ويا. اهو هڪ نادر مثال آهي جيڪو سنڌ جي ججن قائم ڪيو. ذوالفقار علي ڀٽي کي موت جي سزا ڏيڻ ۾ پنجاب جا سپريم ڪورٽ جا جج جنرل ضياء سان ملوث هئا ۽ ان جي اثر ۾ فيصلو ڪيو. سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس انوارالحق جنرل ضياءالحق سان هن جي صدارتي آفيس ۾ گڇهون ملاقاتون ڪندو رهيو.

When I was waiting in the office of his military secretary, prior to being usherd in for the meeting with President, the Military Secretary mentioned to me that Chief Justice of the Supreme Court Justice Anwarul Haq was with the President. This seemed strange to me since the supreme court was about to decide the Bhutto case and Ziaul Haq's own antagonism towards Bhutto was not secret. The meeting of the Chief Justice with Ziaul Haq in such circumstances could raise questions about formers impartiality." (p-113)[20]

شاهد امين پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي ته مونکي سعودي عرب ۾ پاڪستان جو سفير مقرر ڪيو ويو هئو. پاڪستان جي صدر جنرل ضياءالحق سان منهنجي ملاقات رکيل هئي. جڏهن مان صدر جي دفتر تي

---

[20] Shahid M. Amin Reminiscences of a Pakistan Deplomat, Karachi Council of Foreign Relations and Law, Karachi, 2009, p-113

پهتس تہ صدر جي مليٽري سيڪريٽري مون کي ٻڌايو تہ توهان کي ڪجهہ وقت انتظار ڪرڻو پوندو جو صدر صاحب چيف جسٽس انوارلحق سان ملاقات ڪري رهيو آهي.

اهڙي حقيقت جو انڪشاف پاڪستان جي سفير شاهد امين پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي. پاڪستان جي سپريم ڪورٽ جي جج جيڪو ذوالفقار علي ڀٽي جي اپيل ٻڌندڙ بينچ جو رڪن هئو. تنهن اها تصديق ڪئي آهي. ڀٽي جي اپيل جو فيصلو منصفانا نہ هئو. ججن حڪومتي اثر هيٺ اهو فيصلو ڪيو.

پاڪستان ۾ آفيسرشاهي ۽ فوجي آمريت جي سلسلي کي الحان نياز Civilian overreach and Military Overstretch ۾ بيان ڪيو آهي تہ:

. پروفيسر Stephen Cohen ڪتاب Future of Paksitan سندس مضمون ۾ لکيو آهي تہ:

If nations are ideas, states are beaurcracies. In Pakistan one bureaucratic organization that neither runs Pakistan effectively nor allows any other organization to do so. Army has dominated the state. Yet actual capacity of the Pakistani State has eroded over the last sixty years.[21]

قومون جيڪڏهن عقيدو ۽ اعتقاد رياست انتظامي ضابطن جو تصور آهي. پاڪستان ۾ هڪ انتظامي ادارو اهڙو آهي جيڪو پاڪستان منظم طور تي هلائي نہ سگهيو آهي ۽ نہ وري ٻين رياستي تنظيمن ۽ محڪمن کي جائز طور تي فعال ٿيڻ ٿو ڏئي. فوج پاڪستان جي رياست تي هاوي رهي آهي. پاڪستان جي رياست جي ڪارڪردگي گذريل 60 سالن ۾ اثر انداز ٿي آهي. مزيد مؤرخن جو خيال آهي تہ:

In Pakistan, the military rapidly acquired political importance and by 1958 was directly ruling the country... Once military

[21] Stephen Cohen, Future of Paksitan, and others, Oxford University Press, Karachi, 2011, p-26

acquired itself with taste of political power, the entire fabric of constitutional development came crashing down.[22]

پاڪستان ۾ فوج تيزي سان سياسي اهميت حاصل ڪئي، 1958 کان سڌي طرح سان ملڪ تي حڪمراني ڪئي. فوج کي جڏهن حڪمراني ڪرڻ جو چسڪو لڳو تہ ان جي نتيجي ۾ آئين ۽ قانون زوال شروع ٿيو."

انهيءَ قسم جو خيال پروفيسر اشتياق احمد سندس ڪتاب Pakistan The Garrison State ۾ درج ڪيو آهي تہ:

Prolonged military participation in politics inevitably means the military reflect the divisions, stresses and weaknesses of politics.

رياست جي سياست ۾ فوج جي شرڪت سان ملڪ تضاد، تفرقو ڇڪتاڻ، دٻاءُ ۽ ڪمزورين جو ڪارڻ بڻجي ٿو.

فوجي نظام جي اندازِ حڪمراني بابت Harold Lassewell لکي ٿو تہ:

Decisions will be dictatorial than democratic and institutional practices long connected with modern democracy will disappear. This means that instrumental democracy will be in abeyance although the symbols of mystic "democracy" will doubtless continue. Instrumental democracy is found where ever authority and control are widely dispersed among the members of a state. Mystic "democracy" is not, strictly speaking, democracy at all, because it may be found where authority and control are highly concentrated, yet where part of the establishment practice is to speak in the name of people as a whole.

Thus any dictatorship may celebrate its "democracy" and speak with contempt of such "mechanical" devices as majority rule at elections or in legislature.[23]

---

[22] Ilhan Niaz, Culture of Power and Governance of Paksitan, 1947-1948, Oxford University Press, Karachi, 2010, p-159

[23] Harold Lassewell quoted at p-14, Ishtiaq Ahmeds-Paksitan eh Garrison Stae, Origin Evolution and Consequences-1947-2011, from his Essay on Garrison State, New Brunswick, New Jersey, Transaction

فوجي نظامِ حڪومت ۾ فيصلا آمرانا انداز ۾ ٿين ٿا برعڪس جمهوري نظام جي. بنيادي جمهوري ادارن جا طور طريقن تي عمل جي پائبندي نـ هئڻ ڪري اهي بيسود ٿي وڃن ٿا. ان مان اها مراد آهي بـ "بنيادي جمهوريت" التوا ۾ رهي ٿي. پر "اسرار جمهوريت" جي ڍونگ بظاهر جاري رهي ٿو.

بنيادي جمهوريت ۾ اختيار ۽ ضابطي ڪرڻ جو طريقو وسيع پئماني تي رياست جي افراد ۾ ورهايل رهي ٿو.

پراسرار جمهوريت ۾ ڪنهن بـ لحاظ کان جمهوريت نـ آهي ڇو جو ان ۾ "اختيار" ۽ "ضابطو" مرڪزيت ۾ مربوط رهن ٿا. پر باوجود ان جي انتظاميا "عوام" جي نالي ۾ هلندي رهي ٿي. ان ڪري ڊڪٽيٽرشپ اليڪشن ذريعي اڪثريتي نظام جو اسيمبلين جي ذريعي سان قائم ٿيڻ کي نفرت سان ڏسندا آهن.

شجاع نواز جنهن پاڪستاني فوج تي بهترين ڪتاب لکيو آهي
Cross Swords-Pakistan, Its Army, and the Wars Within.

هن جي خيال ۾:

Military Rule is inherently authoritarian and thus antithetical to democracy and pluralism, which are bedrock of strong nation states.

The army forces homogeneity, conformity and obedience, where as democracy thrives on debate dissent and argument.

The army in Pakistan needs to recognize and understand these differences. Nations are made from willing participation of different and disparate communities and ethenicities that come together of their own volition and not as a result of centrally controlled politically engineering or fiat.[24]

---

[24] Shuja Nawaz. Crossed Swords. Paksitan. Its Army and Wars Within, Oxford University Press. Karachi, 2008, p-584-585

فطرتي بنيادي طور تي فوجي حڪومت آمرانا روايت ۾ ڪم ڪندي آهي. اها جمهوريت ۽ مجموعيت جي اصول ۽ عقائد جي منافي هوندي آهي. جمهوريت قومي رياستن کي مضبوط بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.

فوج ۾ اطاعت، هم خيالي، هم جنسيت اهم اصول آهي جهڙي طرح سان جمهوريت جو بقاءُ بحث، اختلاف راءِ، دليل ۽ بحث تي منحضر آهي. پاڪستاني فوج کي انهن فرقن کي سمجهڻ ۽ قبول ڪرڻ لازم آهي.

آزاد قومن جو شيرازو ۽ تشخص مختلف نسليت ۽ قومن جي خودارادي، مرضي منشا جي مجموعيت ۾ ظهور ٿئي ٿو، جيڪا مرڪزيت جي بالادستي ۽ سياسي انجنيئرنگ يا انتظامي قوت جي استعمال سان نہ ٿي حاصل ڪري سگهجي.

پاڪستان جي 1973 واري آئين جي آرٽيڪل 243 مطابق:

The Federal Government shall have the control and command of the armed forces.

مسلح فوجن تي ضابطو ۽ اختيار ۽ احڪامات وفاقي حڪومت تي تحويل هيٺ رهندو."

پاڪستان جي مسلح افواج جو مخصوص فرض ملڪ جو دفاع آهي. آرٽيڪل (1) 245 ۾ وضاحت ڪيل آهي تہ:

The Armed forces shall under the directions of the Federal Government, defend against external aggression or threat of war, and subject to law, act in aid of civil power when called upon to do so.

مسلح افواج وفاقي حڪومت جي هدايت ۽ حڪم جي پائبندي ڪندي ملڪ کي سالميت ٻاهرين ۽ لڙائي جي خطرن جي صورت ۾ ملڪ جو بچاءُ لاءِ حرڪت ۾ آڻي سگهي ٿي. قانون جي تقاضائن مطابقت فوج کي ملڪ جي نظام جي تحفظ لاءِ امداد ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

مظهر عزيز سندس ڪتاب Military Control in Paksitan-The Parallel State ۾ لکي ٿو تہ:

The emergence of the military as a foremost decision — making entity probably creates its own set of precedents and institutions that enables the military to be in effect, a parallel state, and continue to define the nature of governance within the polity. It is then likely that civilian government in Pakistan will remain unstable and weak given the scope of militarys capacity and influence.[25]

فوج جو وجود هڪ اهم فيصلا ڪندڙ اداري جي حيثيت ۾ پنهنجا نيون روايتون ۽ اصول مرتب ڪرڻ ۽ نوان انتظامي ادارن جو اجراءَ جنهنجي قدبت سان فوج هڪ برابري واري رياست جي حيثيت حاصل ڪئي آهي ۽ حڪومتي نظام تي حاوي هئڻ ڪري وقتن فوقتن ۾ مداخلت ڪندي رهي آهي. ان ۾ ڪو شڪو نہ آهي تہ پاڪستان ۾ عوامي سياسي حڪومتون ڪمزور ۽ غير مستحڪم رهيون آهن جو فوج جي اثر انداز ڪرڻ جي قوت انهن تي حاوي رهندي آئي آهي. پاليسيون ناهڻ ۾ فوج جي مداخلت خفيا انداز ۾ اثر انداز آهي.

پاڪستان ۾ حڪومت خلاف مداخلت چار دفعا (جنرل ايوب خان 1958_69، جنرل يحيٰ خان 1969_71، جنرل ضياءالحق 1977_88 ۽ جنرل مشرف 1999_2008) تي گذري آهي. عوامي چونڊيل حڪومتن کي ختم ڪري فوج سڌي طرح ملڪ جي حڪمراني ڪندي رهي آهي. پاڪستان جي وزيراعظم يوسف رضا گيلاني ان صورتحال کي بيان ڪندي چيو هو تہ ڪجهہ ڳجها ادارا ملڪ ۾ State with State طور تي ڪم ڪري رهيا آهن.

عمومن فوجي مداخلت مفروضي طور Corruption ۽ Inefficiency ڏانهن منسوب ڪيو ويندو رهيو آهي. فوجي حڪومتون ان ۾ پنهنجي وجود جو جواز پيش ڪنديون رهيون آهن.

مظهر عزيز سندس ڪتاب ۾ Kohn جي ڪتاب How Democracies Control the Military جو (Reference) حوالي ۾ بيان ڪيو آهي:

[25] Mazhar Aziz-Military Control in Pakistan-The Parallel State Routledge, 2008, p-1

Kohn's comment is relevant where in he reminds us that, the "point of civilian control is to make security subordinate to the larger purpose of nation, rather than the other way round. The purspose of the military is to defend society, not to define it.[26]

ڪوهن جي چوڻ موجب اهو لازم آهي تہ لاڳاپيل ادارن تي مڪمل سولين ظابطو ۽ اختيار هئڻ گهرجي جيڪو قوم جي وسيع تر مفاد ۾ آهي ۽ نہ ان جي خلاف. فوج جو مقصد سوسائٽي جو تحفظ آهي ۽ نہ تہ ان جي تشريح ڪرڻ مقصود آهي."

تازو ان اصول جي وضاحت ۾ پاڪستان جي نئين منتخب وزيراعظم نوازشريف هندستان جي صحافي ڪرن ٿپر (Karan Thapar) کي انٽرويو ۾ ٻڌايو تہ:

"Army must follow government policy."[27]

"فوج کي حڪومت جي پاليسي تي عمل ڪرڻ گهرجي."

مزيد نواشريف چيو تہ:

"Army is an attached department of the federal government and chief of Army Staff works under the federal government and implements the policies of the federal government.[28]

فوج وفاقي حڪومت سان منسلڪ هڪ محڪمو آهي. فوج جو سربراه وفاقي حڪومت جي ماتحت حڪومت جي پاليسين تي عمل ڪرڻ جو پائبند آهي.

پر حڪومتي نظام ۾ ڪنهن بہ فوجي حڪومت خاطر خواه بهتري نہ آندي. حڪومت تي قابض ٿيڻ بعد ان کي ڇڏڻ لاءِ ڪڏهن بہ تيار نہ رهيا آهن. جنرل پرويز مشرف صاحب فرمايو تہ "وردي" منهنجي ٻي چمڙي آهي، اها مان ڪيئن لاهي سگهان ٿو." فوجي حڪومتن جي خاتمي کان پوءِ

---

[26] Mazhar Aziz Military Control in Pakistan-The Parallel Stae, p-53

[27] Interview to Karan Thaper, CNN/IBNS, Indian Journalist. Dawn Monday, May6, 2013

[28] Ibid.

ڪابہ نمايان بهتري نظر نہ آئي آهي. رشوت خوري ۽ بدانتظامي ڪمي جي بدران واڌ ٿي.

30 سالن جي فوجي حڪومتن جو سنڌ مٿان تمام برو اثر پيو. فوج ۾ اڪثريت پنجابي ۽ پناڻ آفيسرن جي ڪري هر فوجي دور ۾ گهڻي ۾ گهڻا فائدا, مراعات, عطيا, نوڪريون, اهم عهدا بين کي حاصل ٿيا. سنڌي مسڪين صرف ڪمزور ۽ مجبور قوم اهو ناٽڪ سيا ڏسندا رهيا. پاڪستان ۾ 200 نيم سرڪاري ادارا آهن, جنهن جو ڪوبہ سربراهہ سنڌي نہ رهيو آهي. انهن ادارن جي ملازمتن ۾ پڻ سنڌي نظرانداز رهيا آهن. مقرر ڪيل Quota جي باوجود سرڪاري ادارن ۾ سنڌين کي ملازمت نہ ٿي ڏني وڃي. ان طرف سنڌ جو چونڊيل صوبائي قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ جي نمائندن ڪڏهن بہ غور نہ ڪيو آهي. پاڪستان پرڏيهي وزارت ۾ سنڌين جي نمائندگي اتي ۾ لوڻ وانگر آهي. پاڪستان جي قومي اقتصادي ڪائونسل ۾ ڪوبہ سنڌي ميمبر نہ آهي. انهن جا يڪطرفا فيصلا سنڌ لاءِ ڪڏهن بہ سودمند ۽ خاطري وارا ثابت نہ ٿيا آهن. اقتصادي منصوبا بندي صرف مخصوص علائقن لاءِ ٿيندي رهي آهي. اسان جي چونڊيل نمائندن کي اها بہ خبر نہ آهي تہ وفاقي حڪومت جي تحويل ۾ ڪيترا نيم خوددار ادارا ڪم ڪن ٿا. ان پاسي هنن حضرات جي ڪابہ توجہ نہ رهي آهي. جنهن ڪري سنڌين کي انهن جا جائز حق نہ ٿا ملن. رونگ ۾ ڏيڪارڻ لاءِ اڙيو ٽڙيو هڪ سنڌي کي نوازشريف جي دور حڪومت ۾ اسپين ۾ سفير مقرر ٿيندو رهيو آهي. اها آهي سنڌين جي سفارتن ۾ نمائندگي.

مرڪزي حڪومت جي پيٽروليم وزارت جي تحويل ۾ هيٺيان نيم خوددار ادارا ڪم ڪن ٿا جن جو ڪوبہ سربراهہ سنڌي نہ آهي ۽ نہ ئي انهن ادارن جي نوڪرن ۾ سنڌين جي ڪا نمايان نمائندگي آهي:

1. Sui Northern Gas. Pepeline Limited.
2. Sui Southern Gas Company Limited (SSGCL)
3. Pakistan Petroleum Limited (PPL)
4. Hydrocarbon Development Institute of Pakistan (HDIP)
5. Pakistan State Oil Compnay (PSOCL)

6. Oil and Gas Development Company Limited (OGDCL)
7. Government Holding (Pvt) Limited (GHPL)
8. Inter State Gas Systems Limited (ISGSCL)
9. Lakhra Coal Development Company Limited (LCDC)
10. Pakistan Mineral Development Company (Pvt) Limited (PMDC)
11. Saindak Metals Limited (MCL)[29]
12. Pakistan Industrial Development Corporation (PIDC)
13. Pakistan Engineering Company (PECO)
14. State Engineering Corporation (SEC)
15. Heavy Electrical Complex (HEC)
16. Pakistan Steel Mills (PSM)
17. Enar Petrotech (Pvt.) Limited
18. Pakistan Mechanical Tools Factory (PMTF)
19. Heavy Mechanical Complex (HMC)
20. Aik Hunar Aik Nagar (AHAN)[30]
21. National Insurance Company (NIC)
22. Pakistan Re-insurance Company
23. Pakistan Horticulture Development Export Company.[31]
24. Ceramic Development Training Complex (CDTC)
25. Furniture Paksitan (FP)
26. Gujranwala Tools Dies Mould Centre (GTDMC)
27. National Industrial Parks Development and Management Co. (NIP)
28. Pakistan Gems and Jewellery Development Company (PGPC)

---

[29] Refer The News Friday June 28, 2013
[30] Dawn, Saturday June 29, 2013
[31] Dawn 2 July, 2013

29. Pakistan Hunting and sporting Arms Development Company (PASDEC)
30. Technology Upgradation Skills Development Company (TUSDEC)
31. Karachi Tools Dies Mould Centre (KTDMC) [32]

وفاقي حڪومت وقتن بہ وقتن نت نوان ادارا ناهيندا رهيا آهن جن جي ڪا ضرورت نہ آهي. انهي ۾ پنهنجي علائقي جي ماڻهن لاءِ نوڪري فراهم ڪرڻ مقصود آهي. ان جي ورچ جو بوجهہ صوبا برداشت ڪن ٿا. انهن کان علاوه بيا خوددار ادارا جيڪي مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ آهن جهڙوڪ:

1. PIA
2. Civil Aviation Authority
3. PIDC
4. WAPDA
5. Pakistan Railways
6. Pakistan Steel
7. Utility Stores Corporation
8. Pakistan Institute of Technical Assistance (PITAC)
9. National Productivity Organization (NPO)
10. National Fertilizer Corporation (NFC)
11. Pakistan Institute of Management (PIM)
12. Engineering Development Board (EDB)
13. National Fertilizer Marketing Limited (NFML)
14. Export Processing Zone (EPZA)
15. Small Medium Enterprises Development Authority (SMEDA)
16. National Power Regulatory Authority

---

[32] Dawn June 30, 2013

اهڙي قسم جي يا مجموعي طور تي 200 نيم خوددار ادارا مرڪزي حڪومت جي مختلف وزارتن جي انتظام هيٺ آهن. ڪيترا ادارا فوج جي تحويل ۾ ڪم ڪن ٿا جن جي نوڪرين ۾ پڻ سنڌين جي ڪابہ نمائندگي نہ آهي.

مزيد:

There are about 20 Regulatory Bodies and 60 federal entities which are governed by federal government under Part-II of Federal Legislative List. The entities are estimated to have control over 300 projects of over Rs. 400 billion.

... Provinces demand 40 percent representation in Federal Bodies.

20 ريگيوليٽري تنظيمون آهن. ان ڪانسواءِ 60 وفاقي ادارا اهڙا آهن جن جو انتظام فيڊرل ليجسليٽو لسٽ (پارٽ-2) پاڪستان جي مرڪزي سرڪار هڪ "Imperial Government" هڪ شاهي مملڪت آهي جنهن جو انحصار سامراجي بينڪي نظام سان مشابهت ۾ آهي.

1935 واري صوبائي قانون هيٺ صوبن کي Sales Tax جي اوڳاڙي مهيا هئي جيڪا پاڪستان جي حڪومت نهندي ئي صوبن کان کسي وئي. جنهن ڪري مالي طور تي صوبا خودڪفيل هئڻ بدران ڪنگال رهيا. مرڪزي حڪومت جي مالي امداد جي انحصار ڪندا رهيا. مالي مفلوجيت جي ڪري صوبن جي خودڪفالت ۽ خودداري واري ڪيفيت ختم ٿي هڪ ڪالوني واري رهجي وئي. سنڌ جي زمينن، معدنيات، پاڻي نوڪريون، ماليات، پرماريت واري ٽيڪسن جي اوڳاڙي وصولي سڀ اسلام آباد جي تحويل ۾.

Today the country is run wholly by Islamabad. The provincial governments have been reduced to subservient appendages.[34]

اڄ ملڪ جو حڪمراني وارو نظام اسلام آباد جي هٿن ۾ آهي. صوبن جي حيثيت زيردست، ماتحتي، اطاعت ڪرڻ لاءِ آهي.

---

[33] Provinces Demand 40 percent Representation in Federal Bodies, Dawn 31 December, 2012.

[34] Making Pakistan, A Tenable State Independent Planning Commissioner of Paksitan, Ferozeson Lahore, 2009, p-91

"They started treating the provinces and their elected government as colonies."[35]

صوبن ۾ انهن جي منتخب حڪومتن کي ڪالوني واري حيثيت ڏني وئي هئي.

ملڪ جي بقا ۾ مستحڪم هئڻ لاءِ لازمي ضرورت تبديلي جي آهي.

"The authority of the federal government should be limited to external affairs, defence, communications, currency, state bank, import-export, elections, and nationality and immigration, collection of income tax and custom duties as legislated by Parliament."[36]

وفاقي حڪومت جو اختيار محدود هئڻ گهرجي جنهن جو واسطو امور خارجا، دفاع، مواصلات، بيروني واپار، اليڪشنس، ۽ قوميت، مهاجريت انڪم ٽيڪس، ڪسٽم ڊيوٽيز، قانون سازي تائين محدود هئڻ گهرجي.

Express Tribune ايڪسپريس ٽريبيون جي ايڊيٽر جي تجويز مطابق:

In a truly federal system, it is provinces which collect most of the taxes and contribute, each according its earning capacity and of course, after deducting enough for its upheep.[37]

حقيقي وفاقي حڪومت ۾ اهو صوبن جو بنيادي اختيار آهي ته اهي ٽيڪس حاصل ۽ گڏ ڪن. هر صوبو پنهنجي ماليات ڪمائي جي مطابق وفاق کي مالي امداد ڪن پر اوليت ۾ پنهنجي جائز ضرورتن جي مدِنظر وفاق جي مالي معاونت ڪن.

آئين جي 18 ترميم طرفان صوبن کي GST جنرل سيلز ٽيڪس جي وصولي جو حق ڏنو ويو هئو جيڪو 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ بعد صوبن کان زبردستي کسيو ويو هئو.

"سنڌ مان ساڍا نو ارب روپين کان وڌيڪ جا فائدا ملڪ کي ملي رهيا آهن پر صوبي جي حق مان رڳو 1.25 ارب ڏيڻ جي معنيٰ سڌي سنئين اها آهي ته وفاق سنڌ جا وسيلا غضب ڪري رهيو آهي."[38]

---

[35] Ibid. p-27

[36] Ibid. p-93

[37] Ziaudin Executive Editor of Express Tribune: "Naya Pakistan".

”وفاق پاران سنڌ سان زيادتين جو سلسلو بند ٿيڻ بدران وڌندو ۽ سخت ٿيندو پيو وڃي. جنهن جو ثبوت اهو آهي تہ خدمتن تي جنرل سيلز ٽيڪس جي سلسلي ۾ سنڌ مان غيرقانوني طور 8 مهينا اڳ ڪيل اوڳاڙي وفاق پاڻ وٽ روڪي ڇڏي آهي ۽ صوبائي حڪومت جي احتجاج کي لڳاتار نظرانداز ڪيو پيو وڃي.[39]

سنڌ جي وزيراعليٰ قائم علي شاهہ تازو سنڌ اسيمبلي ۾ تقرير ۾ ٻڌايو تہ ”وفاق سنڌ جا 80 ارب روپيا روڪي ڇڏيا آهن. سنڌ کان هاڻي GST جو حق پڻ کسيو پيو وڃي. اڳوڻي حڪومت خدمتن تي سيلز ٽيڪس صوبن کي ڏنو ۽ نوازشريف اهو ٽيڪس صوبن کان ڦري پاڻ وٽ رکيو آهي.“[40]

پاڪستان ۽ سنڌ جا بنيادي مسئلا آهن:

1_ قيادت جو فقدان
2_ مالي بحران
3_ ٽيڪس جي وصولي
4_ رشوت خوري
5_ انتظامي بدحالي
6_ عدم استحڪام
7_ سياسي اڪثريت ۽ اقليت
8_ مذهب جي بنياد پرستي
9_ صوبائي خودمختياري
10_ مشاورتي حڪومتي نظام
11_ ڪوٽا سسٽم جو بهتر نظام

صاحب اقتدار پاڪستان ۾ مقامي طور تي بئنڪن کان سياسي اثر ۽ رسوخ سان آساني سان قرض حاصل ڪن ٿا جن ۾ امير، وزير، جنرل،

---

[38] وفاق طرفان جي ايس ٽي اوڳاڙي سنڌ جو احتجاج نظرانداز، ايڊيٽوريل عوامي آواز 28 فيبروري 2012ع.

[39] ساڳي اخبار.

[40] وفاق سنڌ جا 80 ارب روپيا روڪي ڇڏيا. جي.ايس.ٽي جو حق کسيو پيو وڃي، عوامي آواز 29_جون، 2013

اسيمبلين جا ميمبر شامل آهن جو اهو هنن جو پيدائشي حق آهي. ڪروڙن جا قرض حاصل ڪرڻ کان اهي قرض ڪنهن بہ صورت ۾ واپس ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. سياسي دٻاءُ ذريعي اهي قرض حڪومت کان معاف ڪرائين ٿا. جڏهن تہ مقروض سڀ صاحب املاڪ آهن. بئنڪن ۾ جيڪو سرمايو ناڻو آهي سوعوام جي Deposits مان حاصل ٿئي ٿو. قرضن جي غيراداگي جي ڪري ڊپازيٽرس جي شرح فائدي ۾ ڪمي اچي ٿي. غريب ۽ مسڪين عوام جي فلاح ۽ بهبود ۽ اقتصادي خوشحالي جي لاءِ ڪوبہ اهم منصوبو جهڙوڪ پيئڻ جو صاف پاڻي، علاج جي سهوليت، روزگار جي مقامي طور تي فيڪٽريز قائم ڪرڻ طرف ڪوبہ توجہ نہ آهي. غربت ۽ افلاس وڌندو رهيو آهي. ڪجھ سياسي عناصر جي اها ڪوشش رهي تہ غريب غريب تر بنايو وڃي جو هو بيحس، مجبور ۽ مفلوج رهي جن کي سياسي طور تي Exploit ڪيو وڃين. سنڌ ۾ موروثي خانداني سياست جي روش آهي. جنهن ساڳيا حضرات چونڊن ۾ ڪامياب ٿي پنهنجي اثر جو دائرو مستحڪم ڪن ٿا. انهن کي سنڌ ۽ سنڌين جي مسائل سان ڪابہ دلچسپي نہ آهي. سنڌي پنهنجي وطن ۾ لاچار آهن. جيستائين مروج چونڊن جو نظام قائم آهي تہ ان ۾ ڪنهن بہ باشعور افراد جو چونڊجڻ ناممڪن آهي. سنڌ اسيمبلي ۾ 98 سيڪڙو ميمبر زميندار آهن. انهن جو مخصوص Mindset آهي. اهو آهي پنهنجي مفادات ۽ مقامي حيثيت جو تحفظ ڪرڻ، باقي ٿيو خير.

ملڪ مقروض آهي ۽ بين الاقوامي مالياتي ادارن جي قرض تي هلي رهيو آهي جيڪڏهن اهي ادارا قرض ڏيڻ بند ڪن تہ ملڪ جو ڏيوالو يقيني آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ ڪوبہ مقروض ملڪ جي آزاد اقتصادي ۽ خارجہ پاليسي نٿو مرتب ڪري سگهي. جيستائين ان جي اقتصادي حالت فعال نہ آهي. حڪمرانن کي شاهہ خرچي ختم ڪرڻي پوندي وڏي پئماني تي سخت پابنديون جو نظام ناقص ڪرڻو پوندو.

Curruption is more organized than the government.

هندستان جو ورهاڱو ان ڪري ناگزير ٿي ويو جو اڪثريت، اقليت طرفان پيش ڪيل ترجيحات ۾ تحفظات ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئا. محمد علي جناح جي 14 نقاط کي ڪانگريس قبول نہ ڪيو.

پاڪستان مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽي سيپٽمبر 1939 ۾ هڪ قرارداد پاس ڪئي.

All India Muslim League resolved that it was "irrevocably opposed" to any federal scheme in which a permanent majority ruled over a permanent minority and thus reduced a democratic and parliamentary system of government to a farce."[41]

"آل انڊيا مسلم ليگ مستحڪم طور تي وفاقي نظام جي مخالف آهي جوان ۾ مستقل اڪثريت, مستقل اقليت مٿان حڪمراني ڪري, ان ۾ پارلياميني جمهوريت جو تصور هڪ ڊونگ ۽ ڏيکاءُ وارو رهندو."

ان بعد 1940 ۾ مسلم ليگ قرارداد لاهور ۾ پاس ڪئي جنهن ۾ مسلم اڪثريت وارن صوبن کي يڪجاءِ ڪري علحده ملڪ قائم ڪرڻ جي تجويز پيش ڪيل هئي. ان ۾ واضح ڪيو ويو هئو تہ صوبا آزاد ۽ خودمختيار رهندا. جنهن کي تبصري نگارن "Grand Deception" سان تشبيح ڏني. مسلم اڪثريتي صوبن کي اڳ ۾ ئي صوبائي خودمختياري حاصل هئي انهن کي مزيد خاطري ڏيڻ جي ڪوشش هئي تہ پاڪستان اسڪيم ۾ انهن جي ڪيفيت اڳي کان بهتر ٿيندي.

پاڪستان جي ٺهڻ بعد 1940 واري قرارداد تي ڪوبہ عمل نہ ٿيو. سنڌ پنهنجي اصلي حيثيت نہ وڃائي.

مشرقي پاڪستان جي اڪثريت کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪجهڙائي Parity وارو منصوبو پنجاب تيار ڪيو جيڪي بنگالين جي اڪثريت کي ڪنهن بہ صورت ۾ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. Parity جي لاءِ One Unit جو منصوبو زبردستي سنڌ مٿان نافذ ڪيو ويو.

هاڻي وري ساڳئي ڪيفيت نمودار ٿي آهي جو پنجاب جي اڪثريت کان باقي صوبا خائف آهن. پنجاب جي اڪثريتي قيادت جو انداز حڪمراني غير جمهوري ۽ غير منصفاڻا رهيو آهي.

---

[41] Ishtiaq Hussain Qureshi, The Struggle for Pakistan, Karachi University 1969, p-124

پاڪستان ۾ جمهوري نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ ان جو Tenure 3 سال هئڻ گهرجي. پنجن سالن جو عرصو طويل آهي. پنجاب جي اڪثريت جي ڪري اهو ناممڪن آهي. ڪو Reforms جي پاليسي ناهي سگهجي.

هن وقت پنجاب جي آدشماري پاڪستان جي باقي صوبن جي مجموعي آدمشماري کان وڌيڪ آهي جيڪا هڪ اندازي مطابق 56 سيڪڙو آهي. پنجاب آدمشماري جي "اڪثريت" کي هڪ اصول بڻائي پاڪستان ۾ فائدا حاصل ڪندو رهيو آهي. مالياتي ورڇ. زڪوات فنڊ ۽ هر قسم جي فنڊن سان اهو اصول رائج آهي. هن وقت پاڪستان جي مرڪزي حڪومت جي اهلڪارن ۾ پنجاب جو 90 سيڪڙو آهي. باقي 10 سيڪڙو ۾ پٺاڻ آهن، سنڌ ۽ بلوچستان جو آفيسرن ۽ ملازمن جو شايد ئي ڪو 1 سيڪڙو هجي. مڪمل طور تي پنجاب جي آفيسرشاهي ئي وفاقي حڪومت آهي. پنجاب جي صوبي ۾ تہ پنجابين جي حڪومت رهندي اچي. پاڪستان جي فوج ۾ پنجاب جي آفيسرن ۽ بين Ranks جو تعداد 80 سيڪڙو آهي. ڪجهہ سنڌي هاٽي سپاهيءَ جي Ranks ۾ شامل ٿيا آهن. مجموعي طور تي پنجاب جي مستقل اڪثريت مشتمل اقليت تي وفاقي نظام ۾ حڪمران آهي. ان ۾ تبديلي جو ڪو روشن امڪان نظر نٿو اچي.

Ian Talbot جو مضمون: The Punjabization of Pakistan-Myth and Reality ۾ لکي ٿو تہ:

"The phrase 'The Punjabization of Paksitan has become well known amongst commentators and politicians of the minority provinces as cryptic criticism of Pakistan's domination by its most populous province.' The Punjab can thus be seen both as a cornerstone of the country and as a major hindrance to national integration. the Punjabization thesis has previously been linked with the regions ties to the army, foremost unelected institution of the nation."[42]

[42] Christophe Jaffrelot (Ed). Pakistan-Nationalism without Nation-Ian Talbots Paper. The Punjabization of Pakistan: Myth and Reality (p-51). Zed Books Ltd, 2002

"پاڪستان جي پنجابيت" هڪ مقولي ۽ چوٽي طور تي نقادن، ۽ سياستدانن بلخصوص اقليتي صوبن ۾ پنجاب جي فوقيت ۽ تسلط جي خلاف استعمال ٿيندو رهي ٿو. اهڙي صورت ۾ پنجاب هڪ طرف پيڙهه جو پٿر ۽ ٻئي طرف قومي يڪجهتي ۾ رڪاوٽ جو سبب تصور ڪيو وڃي ٿو.
پنجابيت وارو مقولو ۽ تصور ان علائقي جي فوج جيڪا هڪ غير منتخت ادارو آهي، ان سان منسلڪ ٿيندو رهيو آهي.

The evidence for this charge was cited in terms of Punjabi domination of major state offices, including those of the Prime Minister, President and Senate Chairman, alongwith Nawaz Sharifs concentration of development funds in the province in such grandiose projects as the new terminal at Lahore airport and the Islamabad to Peshawar motorway.

Simultaneously projects had been starved of funds in Sindh and Baluchistan. All development work was halted in the later province early in 1998 because the federal government failed to pay its monthly revenue installment.[43]

نوازشريف خلاف پنجابيت وارو الزام جي وضاحت ۾ پنجاب جي رياستي عهدن تي هڪ هٿي بيان ڪئي ٿي وڃي جو سڀ اهم وفاقي عهدا جهڙوڪ وزيراعظم، صدر، سينيٽ جو چيئرمين پنجابين کي حاصل هئا. ان کان علاوه ترقياتي فنڊن جي مرڪزيت ان صوبي ۾ رهي. وڏا شاندار ڏيکاءَ وارا ترقياتي منصوبا تعمير ڪايا جنهن ۾ لاهور جو نئون هوائي اڏو لاهور کان پشاور تائين نئين موٽر وي جي تعمير شامل هئا.
ساڳئي وقت بلوچستان لاءِ سنڌ ۾ هلندڙ ترقياتي منصوبن لاءِ فنڊن جو اجراء تي پابندي عائد ڪئي وئي. ترقياتي منصوبن جي لاءِ فنڊ مهيا نه ڪرڻ جو سلسلو 1998 کان شروع ٿيو جو وفاقي حڪومت هر ماهه فنڊ ڏيڻ کان انڪاري رهي. نوازشريف جو هڪ خصوصي Mindset آهي. وزيراعظم جي هيثيت ۾ هن اهو تدبر، فهم ۽ فراست جو مظاهرو ڪرڻ ۾ قاصر رهيو

[43] Ibid, p-52

آهي. سنڌ ۾ پ پ حڪومت طرفان جيڪي سنڌي نوڪرين ۾ رکيا ويا هئا اِنهن کي نوازشريف سون جي تعداد ۾ نوڪرين کان فارغ ڪيو. ڪيٽي بندر جو منصوبو ۽ ٿر ڪوئلي جو منصوبو منسوخ ڪيو جنهن جي ذريعي سان بجلي تيار ڪرڻ متوقع هئي.

2013ع ۾ نوازشريف وزيراعظم جي عهدي جو اختيار حاصل ڪندي، جيڪي وزارت ناهي آهي ان ۾ سڀ اهم ڪاتن جا وزير پنجابي آهن. انهن جو تعداد پڻ ڪثرت ۾ آهي. سنڌ مان جن هن جي پارٽي مسلم ليگ ۾ شموليت ڪئي آهي تن مان غلام مرتضيٰ جتوئي، پير صدرالدين شاهه ۽ حڪيم بلوچ کي ڪي بہ اهم ڪاتا نہ ڏنا ويا آهن. جتوئي کي صنعت جي وزارت ڏني وئي آهي. صدرالدين شاهه کي ڪا اهم وزارت نہ ڏني وئي آهي. اهڙي طرح حڪيم بلوچ کي بہ ڪو اهم وزارت نہ ڏني وئي آهي. سنڌي سياستدانن کي ڏيکاءَ جي لاءِ رونگ ۾ تي وزارتون مليون آهن. اهو نوازشريف جي فراخدليءَ جو نادر مثال آهي. وفاقي سيڪريٽرين ۾ ردوبدل ڪندي واحد سنڌي سيڪريٽري ڪامرس منير قريشي کي هٽائي ڪنڊائتو ڪري غير اهم ڪاتي جو سربراهہ مقرر ڪيو آهي.

شايد ان صورتحال جو جائزو وٺندي سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ لياقت جتوئي جنهن جو واسطو مسلم ليگ نواز سان آهي، تنهن اها تقاضا ڪئي تہ آهي:

"Liaquat Ali Jatoi has called for equal representation for all the provinces in the centre, arguing that smaller provinces are feeling a sense of deprivation."[44]

"لياقت علي جتوئي نوازشريف کان اها تقاضا ڪئي آهي تہ صوبن کي مرڪز ۾ برابري واري بنيادن تي نمائندگي ڏني وڃي."

سنڌ ۾ ڌارين جي لوڌ وڌندي وڃي ٿي. جيڪي هتي سڪونت اختيار ڪرڻ لاءِ ڪوڙا شناختي ڪارڊ ۽ PRC حاصل ڪري اليڪشن تي اثر

[44] Jatoi Demands Equal Representation for provinces in centre, Dawn Sunday june 30, 2013

اندازَ ٿيا آهن. سنڌ ۾ پنجابي ۽ پٺاڻ قوميت جا حضرات وزير پڻ ٿيا آهن. ٻين صوبن ۾ سنڌين کي پٽيوالي جي نوڪري ملڻ ممڪن نہ آهي.[45]

"سرڪاري ادارا سنڌ ۾ پرڏيهين جو انگ ويهہ لک ٻڌائين ٿا پر انهن جو تعداد ان کان تمام گهڻو آهي."

قيصر بنگالي اقتصاديات جو ماهر جيڪو ڪجهہ وقت سنڌ حڪومت جو اقتصادي ايڊوائيزر هو تنهن سنڌ جو اقتصادي صورتحال بيان ڪندي چيو تہ:

"سنڌ جو ماڻهو بک مري رهيو آهي. ڳوٺ گندگي سان ڀريل آهن.

"سنڌ پاڪستان جي ٻين صوبن کان امير ترين صوبو آهي. سنڌ صوبو قدرتي وسيلن سان مالامال هجڻ جي باوجود سنڌ جا ماڻهو بک، بدحالي جو شڪار آهن. هن چيو تہ امير ماڻهو امير تر ٿيندو پيو وڃي.

قيصر بنگالي سنڌ جي اقتصادي حالت بيان ڪندي چيو آهي تہ:

سنڌ ۾ غريب اڃا بہ وڌيڪ غريب ٿي رهيو آهي. سنڌ 90 سيڪڙو تيل، 70 سيڪڙو گئس، 99 سيڪڙو ڪوئلو پئدا ڪري ٿي. ان صورتحال ۾ سنڌ جو ماڻهو بک مري رهيو آهي ۽ تعليم کان بہ محروم آهي.

سنڌ ۾ 50 هزار پرائمري اسڪول آهن، جن ۾ 42 هزار اسڪول هڪ ڪمري تي مشتمل آهن. ان هڪ ڪمري ۾ ئي 5 ڪلاسن جي ٻارن کي هڪڙو استاد پڙهائي ٿو. جنهن مان سنڌ جي تعليم کي هٿي ملي نہ ٿي سگهي. 50 هزار پرائرمي اسڪول کولڻ بجاءِ صرف 15 هزار اسڪول کوليا وڃن، جن ۾ شاگردن کي سکيا لاءِ سڀ سهولتون فراهم ڪيون وڃن.

90 هزار کان وڌيڪ ڳوٺ گندگي جو شڪار آهن، سنڌ جا روڊ تباهہ ٿيل آهن. هر جڳهہ تي يونيورسٽي قائم ڪرڻ جي ضرورت ناهي. سنڌ ۾ 15 نيون يونيورسٽيون قائم ڪرڻ جو سوچيو پيو وڃي. ان سان سنڌ جي تعليم بهتر نٿي ٿي سگهي.[46]

---

[45] سنڌ ۾ غير سنڌين جون ٻوڏون" عوامي آواز ايڊيٽوريل 28 جون 2013
سنڌ جي وڏي وزير قائم علي شاهہ جو بيان

[46] Awami Awaz 25 Feb, 2012 قيصر بنگالي جو خطاب

پاڪستان ۾ آمريڪا جي سفير ڪيمران منٽر چيو آهي ته هن سڄي خطي ۾ سنڌي ماڻهو سڀ کان وڌيڪ روادار. پرامن ۽ بنياد پرستي جا مخالف آهن.[47]

سنڌي مذهبي جنوني يعني Fanatics نه آهن.

"اهو ڏسي حيرت به ٿئي ٿي ته ڏک به ٿئي ٿو جنهن پاڪستان لاءِ سڀ کان وڌيڪ قربانيون سنڌين ڏنيون آهن. ان ۾ سنڌين جي ڪابه اهميت نه آهي ۽ خاص طور تي مرڪز جي ڪنهن به اداري ۾ سنڌين لاءِ ڪابه جڳهه نه آهي." جيڪڏهن مرڪزي ادارن جي سٽاءَ جو جائزو وٺنداسين ته انهي ۾ سنڌي ڳوليو ڪونه لڀندو. پوءِ اهو WAPDA هجي. پاڪستان ريلوي هجي يا PIDC هجي. سڄايو حال اسلام آباد جي وزارتن (ڊويزن) جو آهي. پلاننگ ڪميشن جي ميمبرن ۾ هڪ ميمبر جو تعلق سنڌ سان نه آهي. ساڳيو حال پاڪستان ٽيليويزن ۽ پاڪستان براڊڪاسٽنگ ڪاربوريشن، ريڊيو پاڪستان سان آهي.[48]

"افسوس" ڪرڻ سان ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. عمل اقدام ڪرڻ جي لاءِ تنظيمن جي ضرورت آهي. جيڪي پنهنجي حقن لاءِ مشترڪ اثرائتو آواز بلند ڪن جو "بڌ پوڙا تون ڪن لائي" واري ڪيفيت پيدا ٿئي. ورنه سنڌين سان حق تلفي ٿيندي رهندي. سنڌ جي سياسي ۽ نمائندا قيادت ڪي اهم ڪردار ادا ڪرڻو آهي جنهن کان هو قاصر رهيا آهن. جنهن ڪري ڏاريان قابض ٿيندا رهيا آهن. هينئر سنڌي پنهنجي وطن عزيز ۾ مهاجر لڳي ٿو.

سندن مشرق تصنيف Daron Acemoglu A. Robinson ۽ James ڪيل ڪتاب Why Nations Fail-The Origins of Power, Prosperity and Poverty ۾ لکيو آهي ته:

"It is the political institutions of a nation that determine the ability of citizens to control politicians and influence how they behave. This is twin determines whether politicians are agents of

---

[47] Awami Awaz 13 Feb, 2012, سنڌي بنياد پرستي جي خلاف آهن
Refer Awami Awaz 14 Feb, 2012
سنڌي ۽ امريڪي سفير (ايڊيٽوريل)

[48] سنڌي نه ڪپن: جي.اين.مغل. عوامي آواز، 21 اپريل 2013ع

the citizens albeit imperfect, or are able to abuse the power entrusted to them, or that they have usurped, to amass their own fortunes and to pursue their own agendas, ones detrimental to those of the citizens."[49]

قوم جي سياسي ادارا جي افاديت کي شهري اهو تعين ڪرڻ جي ڪيفيت سان سياستدانن تي ضابطو ۽ اختياري ذريعي انهن جي ڪارڪردگي ۽ روين کي اثر انداز تي سگهن ٿا.

ان مان ان حقيقت جي پروڙ ٿئي ٿي تہ سياستدان عوام جا نمائندا ايجنٽ آهن يا حاصل ڪيل اقتدار جو غلط استعمال سان فائدو حاصل ڪندي پنهنجي لاءِ املاڪ گڏ ڪرڻ ۾ مشغول رهندي پنهنجي ويچارن جي تڪميل لاءِ ڪم ڪندا رهن. جيڪو شهرين جي مفاد جي منافي آهي.

مزيد:

Political Institutions determine who has the power in society and what ends that power can be used. If the distribution of power is narrow and unconstrained then the political institutions are absolutist."[50]

رياست ۾ سياسي ادارا ان امر جو تعين ڪن ٿا تہ ڪنهن وٽ اختيار اعليٰ آهي ۽ ڪهڙن مقصدن لاءِ اهو اختيار استعمال ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن اختيار جو توازن محدود ۽ پائبندين کان فارغ آهي تہ اهو نظام مطلق عنان شخصي نظام آهي.

Joseph Stiglitz جيڪو ورلڊ بئنڪ جو چيف ايڪانومسٽ ۽ پريزيڊنٽ Clinton جو اقتصادي مشير ۽ هارورڊ يونيورسٽي ۾ اقتصاديات جو پروفيسر رهيو آهي. غربت جي اسبابن تي سندس ڪتاب The Price of Inequality ۾ لکيو آهي تہ:

[49] Daron, Acemoglu and James A. Robinson, "Why Nations Fail-The Origins of Power, Prosperity and Poverty" Crown Business, New York 2012, p-42
[50] Ibid, p-80

"Causes of Poverty are unequal distribution of state resources among citizens".[51]

"رياستي وسائل جي غير منصفاڻا ورڇ غربت جو ڪارڻ آهي."

نظام حڪومت تي منحصر آهي تہ معاشري جي غريب ۽ مسڪين. بي پهچ انسانن جي بهتري لاءِ ڪهڙيون پاليسيون مرتب ڪري ٿي. انهيءَ جو انحصار ان تي آهي تہ نظام حڪومت تي امير طبقي جو ڪيترو اثر آهي.

پنهنجي ڪتاب The Price of Equality ۾ جوزف استگلز Joseph Stiglitz ان خيال جو آهي تہ:

"A political system that exemplified the voice of wealthy provide ample opportunity for laws and regulations and the administration of them, to be designed in ways that not only fail to protect the ordinary citizens against the wealthy but also further enrich the wealthy at the expense of the rest of society.

اهڙو سياسي نظام جنهن ۾ مالدار ۽ امير طبقي جي ترجماني ۾ قانون، ۽ ضابطن تي عمل ان منشا سان ڪيو وڃي ٿو تہ عام شهري کي مالدارن کان بچاءَ لاءِ ڪو طريقو نہ آهي پر مالدار کي وڏيڪ مالدار بنائڻ مقصود آهي.

اسان جي معاشري ۾ ملڪ جي حڪمراني مالدار افراد جي هٿن ۾ آهي. غريبن جي نالي ۾ امير ٿيندا رهن ٿا. غريب وڏيڪ غريب ٿي رهيو آهي. جو عام شهري کي اها سياسي قوت اجان مهيا نہ ٿي آهي جو ان مالدار سياستدانن جي پاليسين تي غريبن جي فائدي لاءِ اثر انداز ٿي سگهي.

پاڪستان جي سياسي صورتحال ۾ نظام حڪومت ۽ انداز حڪمراني انتظامي طور تي ناقص ثابت ٿيو آهي. مبصرين ۽ محققن جي راءِ ۾ پاڪستان:

Pakistan is a country in trouble, a state unhinged, insecure and volatile. Large scale corruption and crime flourish.[53]

---

[51] Joseph Stiglitz Price of Inequality Allan Lane, London, p-82
[52] Joseph Stiglitz. The Proce of Inequality. Allen Lane. London 2012, p-xix
[53] Making Pakistan A Tenable State. Feroze Sons Lahore. p-7

پاڪستان جي رياست پريشاني جو باعث آهي. جو ان جي صورتحال غير مستحڪم ۽ لڏندي نظر اچي ٿي جنهن ۾ رشوتخوري، لاقانونيت وڌندڙ آهي.

مزيد:

Nations and nationalities are up in arms against highly centralized government in Islamabad. They are demanding genuine democratic governance with widest possible autonomy. The violation of the principle of federalism and disregard of imperatives of running federal units on genuine democratic lines are so blatant.[54]

ملڪ جون قومون ۽ قوميتون اسلام آباد جي مرڪزيت جي نظام جي خلاف اصلي جمهوري حڪمراني جي تقاضا ڪن ٿا. جنهن ۾ صوبن کي وسيع تر خودمختياري حاصل هجي. وفاقيت جي اصول تي پائبنديءَ سان جمهوري تقاضائن مطابق عمل نہ ٿو ٿئي.

Pakistan politics are ephemeral, displaying, a bewildering array of shifting allegiances and alliances… electoral politics is dominated by elite families, many of whom regard the high cost of compaiging as investment for access to "Spoils system".[55]

"پاڪستان جي سياست سطحي ۽ سڪٽي آهي، جنهن وفاداريون ۽ اتحاد وقت جي نزاڪت ۽ مناسبت سان ٺهندا ۽ ڊهندا رهندا آهن. انتخابي سياست ۾ مراعات يافتا طبقي کي فوقيت حاصل آهي. چونڊن جي مهم ۾ شرڪت تي وڏي رقم جي خرچ کي سيڙپ تصور ڪيو ويندو آهي، جو آئيندي ان ۾ لوٽ حاصل ڪرڻ جي قوي اميد هوندي آهي."

پاڪستان ۾ انگريزن دور وارا خاندانن جا افراد ورثي ۾ سياست تي قابض آهن.

---

[54] Ibid, p-7-8

[55] Ian Talbot, Pakistan a Modern History, third Edition, Hurst and Co. London, 2009, p-2

"Many of the same political families who were prominent in the colonial era continue to win political office. This political class continues to operate in terms of narrow personal interests rather national ones."[56]

اهي سياسي خاندان جيڪي انگريزن جي دور ۾ شهرت رکندا هئا اهي بدستور سياسي عهدن لاءِ چونڊن ۾ ڪامياب رهندا رهيا آهن. هي سياسي ڪلاس پنهنجي مخصوص ۽ محدود مفادات لاءِ ڪوشان آهن. انهن کي قومي مفادات جو ڪو خيال نہ آهي.

ڪن مدبرن جو خيال آهي تہ:

The issues on Pakistan's national agenda which require urgent and utmost attention are revival of economy, decentralization of power, provincial autonomy, religious tolerance, peoples participation in polity, and curbing the menace of nacropower and terrorism. Only restoration of democracy and devolution of real administrative and political power can save Pakistan."[57]

اهم مسائل جن تي پاڪستان کي توجہ ۽ ترجيح ڏيڻ گهرجي ان ۾ اقتصادي طور تي فعال بنائڻ، اختيارات جي مرڪزيت کي ختم ڪري اختيارن جي ورهاست اشد ضروي آهي.

ان کان علاوه مڪمل بااختيار صوبائي خودمختياري کي رائج ڪيو وڃي. مذهبي رواداري ۽ يڪسانيت ۽ قوت برداشت کي فروغ ڏنو وڃي. عوام جي شرڪت کي ملڪ حڪمراني ۽ پاليسين ۾ شرڪت جا مواقع فراهم ڪيا وڃن. انتظامي امور ۾ صوبن ۽ مرڪز جي اختيارات ۾ توازن پيدا ڪرڻ سان بهتر جمهوري نظام قائم ڪري سگهجي ٿو. پروفيسر اشتياق قريشي سندس ڪتاب Pakistan the Garrison State پاڪستان جي موجوده صورتحال متعلق لکيو آهي تہ:

---

[56] Ian Talbot Pakistan New History, p-5

[57] Veena Kukreja, Contemporary Pakistan, Sage Publications, New Delhi, 2003, p-xvi

The state seems to have lost control in internal domain as fanatics have been able to hit targets almost at will.[58]

لڳي ٿو تہ رياست جي اندروني انتظام ڪمزور ٿي ويو آهي. جنوني بنياد پرست حاوي ٿي ويا آهن. جيڪي پنهنجي منشا مطابق نشانن تي حملا ڪري رهيا آهن.

پاڪستان ۾ فوج جي حڪمراني سان ڪهڙي نمايان بهتري آئي آهي، اها بيان ڪرڻ آسان نہ آهي.

Ian Talbot سندس ڪتاب Pakistan-A New History ۾ فوج انتظامي ڪارڪردگي تي لکيو آهي تہ:

"Military's inability to provide markedly superior administration or economic management to that of civilians has contributed to Pakistan's downward spiral in governance."[59]

پاڪستان جي نئين تاريخ ۾ لکي ٿو تہ فوج اها لياقت ۽ قابليت نہ مهيا ڪري سگهي، جنهن سان انتظامي ۽ اقتصادي معاملات بهتر ڪري سگهجن بمقابل سويلين حڪومتن جي. ان ڪري حڪمراني جو طريقو ابتڙ ٿيو.

مزيد موصوف لکيو آهي تہ:

Army expansion in to many areas of Pakistan's public life brought corruption in its wake.[60]

استيفن ڪوهن موجوده صورتحال تي تبصرو ڪندي ڪتاب The Future of Pakistan ۾ لکيو آهي تہ:

Pakistan now barely survives on its own income and most social services are paid by foreign countries. Were aid to cease, the government would again be faced with financial failure.[61]

---

[58] Ishtiaq Qureshi, Pakistan the Garrison State, Oxford University Press, Karachi, 2013, p-470

[59] Ian Talbot, Pakistan – A New History, Oxford University Press, Newyork, 2012, p-8

[60] Iand Talbot, Pakistan-A New History, Dawn Review of Books and Authors, April 28, 2013

[61] Stephen Cohen, Future of Pakistan, p-20.

هن وقت پاڪستان جو بقاءُ ان جي وصوليات تي ممڪن نہ آهي جو ڪيترن سماجي منصوبن لاءِ بيروني ملڪ جي امداد تي منحصر آهي. جيڪڏهن اها امداد بند ٿي وڃين تہ حڪومت کي ڏيوالي واري مالي حالتن جو مقابلو ڪرڻو پوندو.

هن اهو سوال اٿاريو آهي تہ ڇا:

"Can Pakistan continue with degree of discontent? It probably can, but the discontent is yet another reason for explosion in the distant future. The now normal is abnormal, and even greater divisions about purposes and meaning of Pakistan can be expected."[62]

ڇا پاڪستان عوام جي اضطراب ۽ بي اطمينان واري ڪيفيت هوندي قائم رهندو. يقيني طور تي اهو قائم رهندو. پر ان جو خطرو موجود آهي تہ اڳي اها ڪيفيت عوام جي ڪنهن وڏي ڌماڪي جو سبب نہ بنجي. هينئر غيرمتوقع، متوقع آهي. تي سگهي ٿو تہ اڳتي مقصدن ۽ مفهومن ۾ تضاد ظهور ٿئي.

ڊاڪٽر افتخار ملڪ جي خيال ۾:

"Successive regimes have failed to deliver distributive justice. peace and progress. The institutional decay is the legacy of the failed leadership."[63]

سلسليوار جيڪي بہ حڪومتون آيون آهن. اهي انصاف، ترقي ۽ امن قائم ڪرڻ ۾ بيڪار ۽ ناڪارا ثابت ٿيون آهن. ادارن جي سگهہ ۾ ڪمزوري ناڪام قيادت جو ڏنل ورثو آهي.

**فضل سليمان قاضي**
ڪراچي، سنڌ

[62] Ibid, p-22
[63] Dr. Iftikhar Malik, Seeking Way out of Crises, Dawn October 4, 1999

# سنڌ ۾ پاڪستان جو رياستي نظام

پاڪستان جو رياستي نظام سنڌين لاءِ اميد افضا نہ ٿو نظر اچي. سياسي مصلحتن جي ڪري، سنڌين جي مفادات جي منافي لڳي ٿو. جيسين تائين حڪومت تي عوام جي راءِ اثرانداز نہ ٿيندي، تيسين ڪا بہ تبديلي ممڪن نہ آهي. John Stuart Mill پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ:

The Maxim that a government of a country is what the social forces in existence compel it to be.[1]

قابل فهم ڳالهہ اها آهي تہ ڪجهہ بہ حاصل ڪرڻ لاءِ مستقل مزاجيءَ سان متحرڪ ٿي جستجو ڪرڻ لازم آهي، ٻي صورت ۾ ڪجهہ بہ ملڻ ممڪن ناهي.

V.S. Naipual پنهنجي ناول A Bend in the River جي شروعات ئي انهن لفظن سان ڪئي آهي تہ:

The world is what it is; men who are nothing, who allow themselves to become nothing have no place in it. (P-3).

"دنيا اها ئي آهي، جيڪا نظر اچي ٿي، ماڻهو جيڪي بيڪار آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي بيڪار رکڻ ۾ مصروف آهن، انهن لاءِ ان دنيا ۾ ڪوبہ مصرف نہ آهي."

---

[1] John Stuart Mill on Liberty and other Essays, Oxford World Classics, Lond. 1991 p-24

سنڌين کي اهو شدت سان سمجهڻ گهرجي تہ مشقت ۽ محنت کانسواءِ صرف مايوسي ميسر ٿي سگهي ٿي. ان ڪري قوت ارادي سان هر مشڪل جو مقابلو ڪرڻ سان ئي ڪجهہ حاصل ٿي سگهي ٿو. حالتن کي سازگار بڻائڻ جي پڻ ڪوشش جاري رهڻ گهرجي. تہ پوءِ ڪاميابي يقيني ٿي سگهي ٿي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان گهٽي ۾ گهٽو فائدو C.P.U.P بهار، بمبئي، گجرات، جوڌپور ۽ جيسلمير جي علائقن مان لڏي آيلن کي حاصل ٿيو ۽ ان ۾ جيڪي آفيسر ۽ ڪلارڪ، پٽيوالا، هندستان جي سرڪاري محڪمن ۾ ڪم ڪندا هئا. انهن سيني کي مجموعي طور تي سنڌ ۾ قائم ڪيل پاڪستان جي نئين حڪومت ۾ نوڪريون ڏنيون ويون. هر قسم جي انتظامي ۽ مالياتي ادارن تي انهن حضرات جو مڪمل تسلط قائم ٿي ويو. اهڙي قسم جون پاليسيون مرتب ۽ نافذ عمل ڪيون ويون، جن جو مخصوص فائدو مهاجرن کي حاصل ٿيو. مقامي ماڻهن کي نوڪرين ڏيڻ تي پابندي عائد ڪئي ويئي. ڪراچي جي سنڌ جي علائقي جي حيثيت کي ختم ڪري قبضا گروپ پنهنجو ڪم شروع ڪري ڏنو جنهن جي قيادت  باهران آيل ICS ۽ ٻين محڪمن جي آفيسرن جي هٿ ۾ هئي، ان ۾ پيش پيش هاشم رضا. جنهن کي ڪراچيءَ جي مرڪزي سرڪار جو Administrator، سندس پياءُ ڪاظم رضا کي وري پوليس محڪمي جو IG مقرر ڪيو ويو. انهن ۾ A.T. Naqvi بہ شامل هو. جنهن جي ياد ۾ ڪراچي جي MQM جي مقامي قيادت عبدالله شاهہ غازي جي چوڪ جو نالو A.T.Naqvi رکيو آهي. هينئر وري آصف علي خان زرداري جي دور ۾ هاشم رضا جي هڪڙي فرزند کي اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ سندس ٻيو پياءُ اڳيئي جنرل مشرف طرفان نيشنل بئنڪ آف پاڪستان جو صدر مقرر ڪيو ويو هو. جنهن کي تقريباً هاڻي 10 سالن جو عرصو ٿيڻ وارو آهي. NBP جي تاريخ ۾ اهو هڪ نادر مثال آهي.

هاشم رضا پنهنجي ڪتاب ’هماري منزل‘ ۾ لکي ٿو ته، ”ڪراچي جي حيثيت جي تبديلي جي سلسلي ۾ سنڌ جي سياستدانن جو وفد ڪراچي ۾ قائداعظم سان مليو.

A deputation of some of the politicians of Sindh waited on the Quaid-e-Azam and argued that the Sindh Government should be allowed to administer Karachi even though it was capital of Pakistan. Quaid-e-Azam told deputationists, that there was no question of separating Karachi from Sind as it would continue to be part and heart of Sind. (P-25)

”سنڌ جي سياستدانن جو هڪ وفد قائداعظم سان مليو ۽ کيس گذارش ڪيائون ته ڪراچي جو انتظامي امور سنڌ حڪومت جي تحويل ۾ هئڻ گهرجي، باوجود ان جي جو ڪراچي کي پاڪستان جي Capital جو درجو ڏنو ويو آهي. قائداعظم ان وفد کي يقين ڏياريو ته ڪراچيءَ کي سنڌ کان عليحده ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، ڪراچي سنڌ جو حصو ۽ دل جي حيثيت سان برقرار رهندي“ (ص_25)

هاشم رضا پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، ”انن مهينن لاءِ 13_ آڪٽوبر 1947ع کان 8_مئي 1948ع تائين مان سنڌ جي گورنر جو سيڪريٽري ۽ ڪراچيءَ جي Collector and District Magistrate جا فرائض سرانجام ڪندو رهيس ۽ وري 9 مئي کان 22 جولاءِ 1948ع تائين مان ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر ۽ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ رهيس.

“When central government decided to take over administration of Federal Capital, I was appointed its first Administrator. “(p-89)

”پوءِ جڏهن مرڪزي حڪومت ڪراچي کي مرڪزي Capital جو درجو ڏنو ته مون کي ان جو پهريون Administrator مقرر ڪيو ويو. باوجود ان جي جو ان وقت واحد سينيئر ICS سنڌي آفيسر AGN Kazi موجود هو پر ان کي ان عهدي لاءِ موضون نه سمجهيو ويو. جو لياقت علي جي مخصوص لڪل ايجنڊا تي عمل لاءِ هاشم رضا وڌيڪ موزون هو. هاشم

رضا ڪراچيءَ جي 32 اسڪولن جي بلڊنگس تي قبضو ڪري اتي 3200 مهاجر خاندانن کي آباد ڪيو. اهڙي شڪايت ان وقت جي وزير تعليم فضل الرحمان لياقت علي سان ڪئي. (ص_86)"

هُن لياقت علي خان وزيراعظم پاڪستان کي لکيو ته:

The refugees flocked to city of Karachi by sea and land. Khokhrapar in Sindh remained for a considerable time a point of entry into Pakistan without any permit and most of the people who came from India via Khokhrapar found their way to the city of Karachi. A colony in Karachi has been named as a Khokhrapar colony. (p-86)

لاتعداد مهاجرن خشڪي ۽ سمنڊ ذريعي ڪراچي ڏانهن رخ ڪيو ڪافي عرصي تائين باربر کان کوکراپار رستي سنڌ ۾ مهاجرن جي آمد جاري رهي، جو اتان داخلا تي ڪنهن قسم جي Permit جي ضرورت نه هئي، جنهن کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ هڪ علائقي تي Khokhrapar ڪالوني جو نالو ڏنو ويو آهي.

پاڪستان ۽ هندستان جي ورهاڱي واري تجويزن ۽ تحريرن ۾ ٻنهي ملڪن ۾ "اچ وڃ" واري ڪا به تجويز نه هئي. هاشم رضا لکي ٿو ته:

Even though transfer of population from India to Pakistan and vice versa was not contemplated in the partition plan of the sub-continent agreed between the Indian National Congress and All India Muslim League and confirmed by the British Parliament, the biggest migration in history took place in 1947-48 (p-113).

مهاجرن جو هندستان مان آمد وارو سلسلو باوجود قانوني پابندين جي زور ۽ شور سان جاري رهيو. اجان به هلي رهيو آهي. ڪوشش اها رهي آهي ته، "ڪراچي همارا" بڻايو وڃي، اڪثريت حاصل ڪرڻ جون هر ممڪن سياسي، سماجي، انتظامي ۽ مالياتي ڪوششون جاري آهن.

گذريل ڏهن سالن ۾ مقامي حڪومتن سنڌين کي PRC ۽ ڊوميسائيل کان محروم رکيو ته جيئن هنن کي ڪراچي ۾ نوڪري ملي نه سگهي،

سنڌ حڪومت جي گھرو معاملن جي وزارت کي اهو جائزو وٺڻ گھرجي تہ ڪيتري تعداد ۾ ڊوميسائيل ۽ PRC ڏنا ويا آهن ۽ ڪنهن کي ڏنا ويا آهن. هاشم رضا قانون جي خلاف ورزي ڪندي "Permit System" جو اجراع ڪيو ۽ انور عادل کي Permit Officer مقرر ڪيو ويو.

Permit System enabled fathers and mothers to join their sons and daughters, brothers to join their sisters and wives to join their husbands. (p-114)

پاڪستان جي پرڏيهي وزير Zafarullah Khan پرمٽ سسٽم جي اجراع تي Interior Ministry کي پنهنجا اعتراض موڪليا تہ:

It was only the Ministry of Foreign Affairs which could authorize the entry of Indians into Pakistan. No provincial government was competent to issue such permits as were being issued by the Karachi administration. (P-114).

نظامت ڪراچي حڪومت پاڪستان وارا اختيار استعمال ڪندا رهيا. مقصد ظاهر هو تہ ڪراچي کي مهاجرن جو مرڪزي شهر ۽ سياسي قوت جو مرڪز بڻائڻ مقصود هو. جيئن جڏهن بہ جمهوري نظام تحت اليڪشن ٿين تہ مهاجر ووٽن جي ذريعي اڪثريت حاصل ڪري سگھن. مهاجرن جي اقليت هئڻ جي ڪري اليڪشن جو اجراع نہ ٿيو. هو سواءِ ڪنهن عوامي حمايت ۽ Mandate جي سنڌ جي سياست ۽ وسائل تي غالب رهيا. لياقت علي خان کي بہ Constituency جي ضرورت هئي. هن ڪراچي کي پنهنجو انتخابي حلقو بڻائڻ چاهيو پئي، مرڻ گھڙي تائين لياقت علي خان اڻ چونڊيل وزيراعظم رهيو. هاشم رضا طرفان ڪراچي ۾ اردو جو نفاذ ٿيو. ڇو تہ قائداعظم 21 مارچ تي ڍاڪا ۾ تقرير ڪندي اعلان ڪيو هو تہ:

"The State language of Pakistan is going to be Urdu and no other. (P-121).

"پاڪستاني رياست جي زبان اردو رهندي نہ ڪا ٻي."

هاشم رضا ڪراچي نظامت ۾ اردو جي رياستي زبان کي ڪراچي ۾ هر سطح تي نافذ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهيو. پاڻ لکي ٿو تہ:

I issued instructions that Urdu would be official language of Karachi Administration. All applications were presented to me, were written in Urdu. Advocates who appeared before me argued their cases in Urdu. The first Rent Controller to have written his judgement in Urdu was S.M.Owais. (p-122).

”مون احڪامات جاري ڪيا تہ اردو ڪراچي جي نظامت جي سرڪاري زبان هوندي. جيڪي درخواستون مون وٽ پيش ڪيون وينديون هيون، اهي سڀ اردو ۾ لکيل هيون. وڪيل جيڪي منهنجي آڏو ڪيس هلائڻ ايندا هئا، اهي پنهنجي Arguments اردو ۾ پيش ڪندا هئا. ڪراچي جو پهريون Rent Controller ايس.ايم. اويس هو جنهن پهرين Judgement اردو ۾ لکي 1947ع ۾.“

There were 40 Sindhis who were members of ICS serving in various provinces of India, of these 39 were Hindus none of them opted out for Sindh and only one was Muslim AGN Kazi. (P-236).

”مجموعي طور تي هندوستان جي ICS آفيسرن ۾ سنڌي آفيسرن جو تعداد 40 هو. جنهن ۾ 39 سنڌي هندو هئا، جيڪي هندستان جي ڪيترن ئي صوبن ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. انهن سڀني هندستان ۾ نوڪري ڪرڻ کي ترجيح ڏني، صرف واحد مسلمان سنڌي AGN Kazi پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ قبولي.“ جاويد شاهد برڪي پنهنجي ڪتاب State and Society in Pakistan-1971-77 ۾ لکي ٿو تہ:

Emergence of Pakistan as an independent state resulted in the influx of 8 million people from what was now India (p-14). The system that the migrants brought to Pakistan found its home in Karachi. With the indigenous leaders thus excluded from polical arena migrants had little problem in structuring the institutions and organizations for the

new state that conformed to the system of beliefs and values they brought with them (p-15).

"پاڪستان جي آزاد مملڪت تي 80 لک مهاجرين جي آمد جا ڪجهه اثرات مرتب ٿيا. جيڪي خوش آئندا نه هئا. مهاجرن پهريان پنهنجي لاءِ ڪراچي ڪي سڪونت اختيار ڪرڻ لاءِ منتخب ڪيو. مقامي قيادت کي سياسي ميدان مان خارج ڪيو ويو. جنهن جي ڪري نون آباد ٿيندڙ مهاجرن کي پاڪستان جي حڪومتي ادارن جي جوڙجڪ ۽ نوان ادارا ناهڻ ۾ ڪابه رنڊڪ ۽ رڪاوٽ نه پيش آئي ۽ پنهنجي منشا، سوچ ۽ منصوبن مطابق نوان ادارا ناهيندا رهيا ۽ ان تي پنهنجو اثر قائم ڪيو." ان جي تصديق الطاف گوهر، ايوب خان تي لکيل ڪتاب Ayub Khan-Pakistan First Military Ruler ۾ ڪئي آهي تہ:

Sindhis were extremely unhappy about the growing presence of 'Outsiders' in the towns of Sindh. The Muhajirs had taken over the whole of Karachi, the Punjab officials had acquired large tracts of barrage lands and Pathans had acquired a monopoly of transport and construction business. Mohammad Ali thought these worries were all unnecessary because his government in the 1950's had foreseen the problem and had planned the induction of Muhajirs into Karachi and other major towns of Sindh to forestall Sindhi nationalism (p-467).

"سنڌي ٻاهران آيل جي لوڏ تي بيحد ناخوش هئا، جو انهن جو تعداد سنڌ جي شهرن تي اثر انداز ٿي رهيو هو. مهاجرن سڄي ڪراچي تي قبضو ڄمايو. پنجابي آفيسرن براج جو زمين تي وڏي پيماني تي قبضو ڄمايو. پناڻن وري Transport ۽ تعميراتي ڪمن تي دسترس حاصل ڪئي. "محمد علي (چوڌري) جي خيال ۾ انهيءَ قسم جي خدشات غير ضروري آهن. جو هن جي حڪومت 1950ع واري ڏهاڪي ۾ انهيءَ مسئلي تي سوچ ويچار ڪيو هو ۽ منصوبي تحت مهاجرن کي ڪراچي ۽ سنڌ

جي ٻين شهرن ۾ آباد ڪيو ويو. جيئن سنڌي قوميت جي جذبي کي روڪي سگهجي.“

جيئن ته انتظامي شعبي ۾ مهاجر ڪثير تعداد ۾ هئا ۽ اهم عهدن تي سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن جا سربراهه هئا. تن موقعي جو حد کان وڌيڪ فائدو حاصل ڪيو سنڌين کي پوئتي رکڻ جي اسڪيمن تي ڪم ڪندا رهيا. ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جميل نشتر کي NBP جو صدر مقرر ڪيو. هو صاحب حيران رهجي ويو ته ڪو به سنڌي Assistant Vice President جي عهدي کان Senior Executive Vice President تائين NBP ۾ نه هو. سنڌين خلاف نوڪرين جا دروازا بند ڪيا ويا هئا. الطاف گوهر مزيد لکي ٿو ته:

The principal beneficiary of the British System was the Pakistan elite. It was and remains a self-generating and self-perpetuating class. Government servants, landlords under the patronage of British, army officers, lawyers favoured by district administration, government contractors, were the original members of this class. It was this class which provided all the politicians, bureaucrats, lawyers, doctors, engineers, teachers and commissioned officers for the armed forces under the British (p-85).

برطانوي مروج نظام جو بنيادي فائدو پاڪستان جي اعليٰ طبقي کي حاصل رهيو آهي. اهو طبقو هر وقت ۾ پنهنجي طبقي جي امدا جي مفادات تي قائم رکڻ ۽ ان جي توسيع ڪرڻ ۾ مشغول رهيو آهي. سرڪاري ملازم، زميندار برطانوي نظام جي Patronage معاونت سان فوجي آفيسر، وڪيل جن کي ضلعي انتظاميا جي امداد حاصل رهي. حڪومت جي ٺيڪيداري ڪندڙ افراد انهيءَ اعليٰ گروهه جا اصلي ميمبر رهيا آهن. انهن جا پٽ ۽ پڙ پوٽا انهيءَ گروهه کي مستحڪم معاون طور تي مضبوط بنائڻ ۾ شامل رهيا آهن. انهيءَ گروهه جا فرد ۽ انهن جا عزيز ۽ اقارب مالياتي طور تي فعال آهن. هر خاندان جا نمائندا ڪنهن نه ڪنهن حڪومت ۾ شامل رهيا آهن. سندن هر ممڪن

ڪوشش اها رهي آهي تہ وقت جي حاڪم جو ساٿ ڏيڻ سان ئي فائدا حاصل ڪري سگهجن ٿا. هن وقت جي حڪومت ۾ ڪيتري تعداد ۾ انهيءَ گروهہ جا ڪارندا قابض آهن. 60 سالن جي آزاديءَ جي باوجود سنڌ جو عوام اڃا آزاد نہ ٿيو آهي، جو انگريزي نظام وارا ادارا ۽ قانون اڃا بہ مروج آهن. جمهوريت جي نالي ۾ هر دور ۾ عوام کي آمريت ورثي ۾ ملي آهي. اسٽينلي والپرٽ پنهنجي ڪتاب Zulfi Bhutto of Pakistan-His Life and Time ۾ پاڪستان جي سياسي صورتحال تي تبصرو ڪندي لکيو آهي تہ:

For most of its brief history since its birth in mid August 1947, Pakistan was ruled by unpopular generals who seized and hold the power using force (p-vii).

"پاڪستان جي مختصر تاريخ جڏهن کان 1947ع آگسٽ جي مهيني ۾ وجود ۾ آيو ان بعد پاڪستان تي نامقبول فوجي جنرلن ملڪ جي نظام تي فوجي قوت جي استعمال ڪندي ملڪ جي نظام تي قابض ۽ حاوي رهيا."

جنهن جي نتيجي ۾ سياسي ۽ جمهوري نظام صحيح خطوط تي هلي نہ سگهيو. سياستدان مارشل لا جي خوف ۽ خطري جي ڪري معذوري رويو اختيار ڪندا رهيا. پنهنجي محدود مفادن جي تحفظ لاءِ فوجي حڪومت سان تعاون ڪندا رهيا.

پاڪستان جي قائم ٿيڻ سان پهريان تہ ڪراچي کي سنڌ جي تحويل مان ڪڍي ڪراچي نظامت مرڪزي سرڪار کي ڏني وئي، ڪراچي جا وسائل، املاڪ ۽ ماليات تي ڪراچي نظامت قابض ٿي وئي. سنڌي حيراني سان ڏسندي دنگ رهجي ويا. همٿ ۽ يڪجهتي ۽ فرض شناسي جي فقدان جي ڪري اقليت هنن جي مٿان غالب ٿي وئي. ڪجهہ نہ ڪري سگهيا. الهہ تلهہ وڃائي ويهي رهيا. ڪراچي کي مرڪزي حڪومت جو گاديءَ جو مرڪز بنائڻ ۾ سنڌي قيادت خوش نہ هئي ۽ نہ ئي انهن اهڙي قسم جي ڪا بہ تجويز سنڌين مهاجر ليڊرن

کي يقين ڪرائي هئي. ان سلسلي ۾ الطاف گوهر پنهنجي ڪتاب Thoughts and After Thought ۾ ڪراچي جي متعلق لکي ٿو ته:

Karachi was one of the most beautiful cities of Indian sub-continent. Nearly fifty years ago, when I first saw Karachi, I was deeply struck by its clean and tidy streets, its compact buildings and its evening breeze. (P-185).

”ڪراچي پنهنجي وقت جي هندوستان جي هڪ خوبصورت شهرن ۾ شمار ٿيندو هو. تقريبن 50 سال اڳ جڏهن پهريون دفعو ڪراچي کي ڏٺو ته مان ان جون صاف سٿريون گهٽيون compact گڏيل جايون ۽ شام جي مفرح هوا کان محضوض ٿيس.“

ڪراچي کي مرڪزي سرڪار جي تحويل ۾ ڏيڻ سان نه رڳو سياسي خلفشار پيدا ٿيو پر سنڌ کان ڪراچي کي هڪ عليحدا حيثيت برقرار رکڻ سان نفرت ۽ عليحدگي جي سوچ کي تقويت ملي. سنڌين ۽ مهاجرن جي وچ ۾ وفاق طرفان نفاق جو آغاز ٿيو جيڪو بتدريج پروان ٿيندو ويو هاڻي ”ڪراچي همارا“ جي صورت اختيار ڪئي آهي. ڪراچيءَ کي سنڌ کان انتظامي طور تي نظامت ڪراچي جي جوڙجڪ هڪ سانحو هو خبر نه آهي ته اهو ڪٿي انت ڪندو.

الطاف گوهر جيڪو ڪجهه وقت ڪراچي ڊپٽي ڪمشنر ٿي رهيو. تنهن پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي پنهنجي مذڪورا ڪتاب ۾ لکيو آهي ته:

It was in many ways a great mistake, and a misfortune, when Karachi was chosen as the Capital of Pakistan. In his book Emergence of Pakistan. Choudhry Mohammad Ali who was Secretary General of the Govemmetn of the Pakistan, claims that, "The Sindh Government came forward with the proposal to make Karachi the Capital of Pakistan and offered to place Governor's House, the Assembly building and other necessary accommodation at the disposal of the Central Government." This is not entirely true. The Works Minister of the

Sindh Government protested against the decision of the Central Government to dislodge the Sindh Government from Karachi and to take the possession of all its office buildings. When the Sindh Government refused to part with Karachi. Choudhry Mohammad Ali suggested that if Karachi was not available the Central Secretariat could be housed in the GHQ Rawalpindi but Quaid-e-Azam was keen on Karachi and Ayub Khuhro was summoned to New Delhi and given dressing down. That was how the Sindh Government volunteered to surrender Karachi to Central Government (p-185-186).

”اها هڪ وڏي غلطي ۽ بدقسمتي هئي جو ڪراچي کي پاڪستان جي مرڪزي حڪومت جي گادي جو شهر منتخب ڪيو ويو.“

”چوڌري محمد علي جيڪو ان وقت پاڪستان جي مرڪزي حڪومت جو سيڪريٽري جنرل هو. تنهن پنهنجي ڪتاب Emergence of Pakistan ۾ ذڪر ڪيو آهي ته، ”سنڌ حڪومت پاڻمرادو اها تجويز ڏني هئي ته ڪراچي کي مرڪزي حڪومت جو مرڪزي شهر بڻايو وڃي، ان لاءِ سنڌ حڪومت گورنر هائوس، اسيمبلي بلڊنگ ۽ ان کان علاوه ٻيون ضروري جايون مرڪزي حڪومت کي فراهم ڪرڻ جي آڇ ڪئي.“

اهو مڪمل سچ نه آهي، حقيقت ۾ سنڌ حڪومت جي Works جي وزير ڪراچي کان جدا ٿيڻ نه قبوليو. چوڌري محمد علي تجويز ڏني ته مرڪزي سيڪريٽريٽ کي راولپنڊي ۾ GHQ ۾ قائم ڪيو وڃي، پر قائداعظم ان ڳالهه تي بضد هو ته هر صورت ۾ ڪراچي ئي مرڪزي حڪومت جو صدر دفتر رهندو. ان سلسلي ۾ سنڌ جي ان وقت جي وزيراعليٰ ايوب کهڙي کي دهلي گهرائي قائداعظم زيربار ڪيو ۽ اهڙي صورت ۾ مجبورن سنڌ حڪومت ڪراچي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪئي. ڪراچي ۾ ”قبضا گروهه“ پنهنجو ڪم زور ۽ شور سان شروع ڪري ڏنو جنهن ۾ انهن کي ان وقت جي ٿاقيل غير منتخب وزيراعظم لياقت علي جو تعاون شامل هو. انهن حالتن ۾ سنڌي سياستدانن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. حراس ۽ خوف جي حالت ۾

وقت گذاريندا رهيا. همت جي فقدان ڪري سنڌي سڀ ڪجهه وڃائي ويا. ٿاقيل وزيراعظم جي چالبازين جو شڪار ٿيندا رهيا. ايوب کهڙي جي وزارت ختم ڪئي وئي. جو هو جوانمردي سان سنڌ جي حقن جي تحفظ لاءِ ڪوشان رهيو. وزيراعليٰ جي ٽوپي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي ضمير فروش سياستدان "جي حضور" چوڻ لاءِ آتا هئا. اهڙي طرح سنڌ جي وزيراعليٰ جي ٽوپي پرندي رهي پر انهن کي ذلت کانسواءِ ٻيو ڪجهه بہ حاصل نہ ٿيو. پاڪستان نهڻ کانپوءِ الطاف گوهر ڪراچي جي صورتحال تي لکي ٿو تہ:

The personnel of the Central Government then descended on the poor city in hordes. First to arrive were peons, chowkidars, clerks and junior officers, then came the members of the superior services. who had opted for Pakistan including some British officers. Prominent among those who did not initially opt for Pakistan were Mr. Ghulam Farooq and Mr. Shoaib (both later became Federal Ministers in the Ayub Khan's Government. Cabinet Division and Ministry of Finance took possession of Sindh Assembly Building and the Ministries of Commerce, Industries and Education were lodged in the Sindh High Court Building. Officers and staff of the Sindh Government were despached to some still undiscovered historic sites in Malir, Thatta and Hyderabad. The first operation "Clean Up" was completed within six months. By the beginning of 1948 most of the original Muslim inhabitants had been forced to take refuge in the interior of Sindh. (P-186).

"تيز رفتاري سان" مرڪزي حڪومت جي ڪارندن جي يلغار ڪراچيءَ تي نمودار ٿي ۽ پهريان گروهن جي آمد ٿي، تن ۾ نوڪر، چوڪيدار، ڪلارڪ ۽ هيٺئين درجي جا آفيسر شامل هئا. ان کانپوءِ اعليٰ انتظامي سروس جا آفيسر جن پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ کي ترجيح ڏني هئي، اهي وارد ٿيا. انهن ۾ ڪجهه برطانوي آفيسر پڻ شامل

هئا. اهي اهم آفيسر جن شروع ۾ پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ لاءِ رضامند نہ هئا. تن ۾ مسٽر غلام فاروق ۽ مسٽر محمد شعيب شامل هئا. (بئي پوءِ ايوب خان جي حڪومت ۾ وفاقي وزيرن جي حيثيت سان شامل ٿيا).

ڪئبينيٽ ڊويزن ۽ وزارت ماليات، سنڌ اسيمبلي بلڊنگ تي قبضو ڪيو. وزارت ڪامرس، صنعت ۽ تعليم سنڌ هاءِ ڪورٽ بلڊنگ ۾ پنهنجي ڪم جو آغاز ڪيو. سنڌ جي حڪومت جي آفيسرن ۽ اسٽاف کي ملير، ٺٽو ۽ حيدرآباد جي غير مانوس تاريخي مقامات ڏانهن روانو ڪيو ويو. صفائي وارو پهريون مرحلو 6 مهينن اندر مڪمل ڪيو ويو. 1948ع جي شروع ۾ اصلي مسلمان سنڌي باشندن کي زبردستي ۽ مجبورن سنڌ جي اندروني علائقن ۾ پناهہ حاصل ڪرڻي پئي.“

سنڌ ۽ سنڌين سان ٿيندڙ غير مناسب تعصبات وارين پاليسين جي ڪري خلفشار ۽ نفرت جو آغاز ٿيو. حقيقت ۾ سنڌين جي سياسي قيادت مخلوب ۽ مفلوج ٿي وئي. پاڪستان جو خواب سنڌين کي بيحد اڏنگو ۽ مهانگو پيو.

الطاف گوهر پنهنجي ڪتاب Thoughts and After thought ۾ حقائق کي ظاهر ڪندي لکيو آهي تہ:

I remember a memorandum written by Zahid Hussain in 1948, when he was acting as Finance Minister in the absence of Ghulam Mohammad. The proposal of shifting the capital to Gadap between Malir and Hyderabad came up to him and he wrote that take-over of Karachi by Central Government had not only disrupted the provincial government of Sindh but had robbed the Sindhis of their only port town, their principal Cultural Centre. If Karachi was not restored to Sindhis they would be deeply frustrated and their development would be retarded resulting in their alienation from the mainstream of national politics taking away Karachi from Sindh was like robbing the French the City of Paris. (P-186).

"مون کي ياد آهي تہ 1948ع ۾ جڏهن مسٽر زاهد حسين عارضي طور تي وزير خزانا جا فرائض سرانجام ڪري رهيو هو، جو غلام محمد انهن ڏينهن ۾ ڪنهن مصروفيت باعث موجود نہ هو ڪراچي کان ٻاهر گڏاپ، ملير ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ Capital کي منتقل ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي وئي، جنهن تي هن لکيو تہ "بنيادي طور تي ڪراچيءَ تي مرڪزي حڪومت جي قبضي جي ڪري سنڌ جي حڪومت جو نظام نہ رڳو درهم برهم ٿيو آهي. سنڌين کان انهن جو اهم ثقافتي مرڪز پڻ کسيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪراچي سنڌين کي واپس نہ ڪيو ويو تہ انهن ۾ بيحد گهڻي مايوسي پيدا ٿيندي. انهن جي اقتصادي ترقي پڻ بري طرح اثر انداز ٿيندي، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي ٻاهر ٿي ويندا. سنڌ کان ڪراچي کسڻ ائين هئي، جيئن فرينچن کان پئرس جو شهر کسڻ هجي."

اهڙا ڪي چند ايماندار، زي شعور ۽ غير متعصب آفيسر هئا، جن کي سچ چوڻ جي قوت هئي پر اڪثريت غير ديانتدار، حوس پرست، موقعي جوپرو فائدو حاصل ڪرڻ ۾ هنن کي ڪابہ قباحت محسوس نہ ٿي. اڄ جهوپڙن ۾ رهڻ وارا بنگلن ۾ ڪارخانن جا مالڪ آهن. ٻيا وري پاڪستان جي بااختيار انتظامي ۽ اقتصادي ادارن تي قابض آهن. اها صورتحال هڪ عجيب سانحي کان گهٽ نہ آهي. وقت جي تيز رفتار سنڌين کي تمام پوئتي ڌڪي ڇڏيو آهي.

الطاف گوهر طرفان ان وقت جي حالتن جو جائزو ناقابل فراموش آهي ۽ ان حقيقت کي پرورڻ سان تاريخ جي ورقن جو جائزو حاصل ڪري سگهجي ٿو. موصوف وڏيڪ لکي ٿو تہ:

When I next came to Karachi in 1956 as District Magistrate, it had already become a Muhajir City: Hashim Raza, who was the Administrator of Karachi, under Prime Minister Liaquat Ali Khan, his brother Kazim Raza, the Inspector General of Police, had taken enormous pain to ensure the rehabilitation of thousand of refugees from UP. These rehabilitation plans were followed by even more rigorously by A.T. Naqvi when he became the Chief Commissioner of Karachi.

All municipal shops and even the pavements along the Bunder Road were allotted to the refugees. Mr. Liaquat Ali Khan, who had no political base wanted to turn Karachi into his constituency. Even more sinister plan was to give Sindh a more national outlook by changing the composition of its population. I learnt about this plan from Choudhry Muhammad Ali himself. After the Round Table Conference in 1969 when I was talking to him about the unhappiness of Sindhis about outsiders in their province. He asked me not to worry because his government in 1950's had foreseen the problem and had planned the induction of Mohajirs into Karachi and other major towns of Sindh to forestall Sindhi Nationalism." (Ayub Khan, Pakistan's First Military Ruler, Sang-e-Meel Publications Lahroe 1963, p-467).

By the time allotment of all evacuee properties was done the main towns of Sindh had come under the domination of Mohajirs. But more was to follow. With completion of Ghullam Mohammad Barrage vast tracts of barren became cultivatable. Instead of giving these lands to landless Sindhis these were allotted to Senior Military and Civil Officers almost all of whom were non-Sindhis. The alienation of Sindh, as Zahid Hussain had predicted was now a bitter understandable fact of life. (P-186-187).

"1956ع ۾ جڏهن وري مان ڪراچي جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ٿي آيس تہ ڪراچي جي حيثيت هڪ مهاجر شهر جي ٿي چڪي هئي. هاشم رضا، لياقت علي خان وزيراعظم طرفان ڪراچيءَ جو "ناظم" (Administrator) مقرر ٿيو هو ۽ سندس ڀاءُ ڪاظم رضا ڪراچيءَ جو IG پوليس مقرر ڪيو ويو هو. ٻنهي مجموعي طور تي UP جي مهاجرن کي ڪراچي ۾ آباد ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي مهاجرن جي آبادڪاري ۾ A.T.Naqvi وڏي شد ۽ مد سان ڪراچي جي ڪمشنر جي حيثيت ۾ ميونسپالٽي جا سڀ دڪان ۽ بندر روڊ جي Pavements پڻ مهاجرن کي الاٽ ڪيا. لياقت علي خان جنهن کي ڪوبہ مخصوص

سياسي خطو نہ هو. ڪراچيءَ کي پنهنجي سياسي Constituency خطي ۾ انتخاب مقصود هو. ان کان وڌيڪ خوفيا منصوبي تحت سنڌ کي "قومي نظريو" جي مفروضي ڪراچي جي آبادي جي نسبت کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. مون کي ان غلط ۽ غليض منصوبي جي آگاهي چوڌري محمد علي کان معلوم ٿي.

مارچ 1969ع واري گول ميز ڪانفرنس ڪانپوءِ جڏهن مان چوڌري صاحب سان سنڌين جي بيزاري ۽مايوسي جو ذڪر ڪيو تہ هن ٻڌايو تہ فڪر جي ڳالهہ نہ آهي. جو مون پنهنجي 1950's واري ايام ڪاري ۾ انهيءَ مسئلي جي نوعيب سمجهندي منصوبا بندي تحت سنڌ ۾ مهاجرن آباد ڪاري کي فروغ ڏنو ۽ ڪراچي ۽ ٻين شهرن ۾ انهن کي آباد ڪيو ويو تہ جيئن سنڌي قوميت جي جذبي کي روڪي سگهجي.

(Ayub Khan, Pakistan's First Military Ruler, Sang-e-Meel Publications, Lahore, 1963. P-467).

"هندن جي ڇڏي ويل ملڪيتون، جايون، دڪان، ڪاروبار ڪراچي ۽ ٻين شهرن ۾ مهاجرن کي ڏنا ويا. ان سان سنڌ جا مکيہ شهر مهاجرن جي زيرِ اثر ۽ تحويل ۾ اچي ويا ۽ مهاجرن جو قبضو قائم ٿي ويو پر وڌيڪ سنڌين کي بيدخل ۽ اقتصادي محتاج بنائڻ لاءِ غلام محمد بئراج جي مڪمل ٿيڻ تي تمام وڏيون ايراضيون وڏن عهدن وارن فوجي ۽ سول آفيسرن کي ڏنيون ويون. جيڪي سڀ غير سنڌي هئا. بجاءِ ان جي اهي زمينون مقامي Landless Sindhis کي ڏنيون وڃن پر مال غنيمت سمجهي سنڌ جي بي پهچ ۽ نهتي هارين کي ڪابہ زمين الاٽ نہ ڪئي وئي. پاڪستان جي آزادي جا اگرا نتيجا صرف سنڌين جي حصي ۾ آيا. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان سنڌين کي ڇا هٿ حاصل ٿيو ۽ انهن جي حيثيت ۾ جيڪا تبديلي رونما ٿي. ان تي ڪجهہ بہ نہ لکيو ويو آهي. ڪجهہ حقيقت پسندي سان الطاف گوهر لکيو آهي تہ حميده کهڙي سندس والد تي لکيل ڪتاب Muhammad Ayub Khuhro: A Life of Courage in Politics ۾ اوائلي دور متعلق ڪجهہ حقيقتون لکيل آهن. سنڌين کي اهي آسرا ڏنا ويا هئا تہ کين مڪمل صوبائي خودمختياري

حاصل رهندي، پر سنڌين جي حيثيت پاڪستان ٺهڻ ڪان مفقوڊ ٿي وئي. وقت گذرڻ سان "مرڪزيت" جي موذي ڪئنسر سنڌين جو جيئڊان مشڪل بڻائي ڇڏيو. پهريان One Unit ناهي سنڌ جي تشخص ۽ املاڪ تي ڏاڙو هنيو ويو. بنگالين جي اڪثريت کي Parity ذريعي اقليت ۾ تبديل ڪيو ويو. اهڙي قسم جو نظام رائج ڪيو جيڪو بلڪل انگريزن جي بالادستي واري مرڪزيت جي اصول تي مرتب هو. 1935ع واري ايڪٽ، پاڪستان جي موجوده ڪانسٽيٽيوشن جي موازنو ڪرڻو سان ظاهر ٿيندو تہ 1935ع واري ايڪٽ ان تي حاوي آهي، صرف نالي ماتر Federal System آهي، پر اها صرف ۽ صرف مرڪز جي حڪومت آهي، جنهن جي سيني رياستي ادارن تي اڪثريتي صوبو مسلط آهي. حالانڪ هندستان کان عليحدگي اڪثريت جي غلبي کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ تي هئي. هاڻي وري پاڪستان ۾ سيني صوبن تي واحد صوبي جي اڪثريت غالب آهي.

الطاف گوهر پاڪستان جي CSP اعليٰ انتظامي Cadre جو فرد هو ۽ تمام وڏن عهدن تي فائض رهيو. ايوب خان جي دور حڪومت ۾ وزارت اطلاعات جو سيڪريٽري ۽ خاص صلاحڪار رهيو. هو پنهنجي ڪتاب ۾ وڏيڪ لکي ٿو تہ:

The Federal Government which has never reconciled itself with the concept of provincial autonomy, continues to rely on the use of force to curb "regional tendencies". The clamour of autonomy in East Pakistan was initially dismissed with disdain. Later President of Pakistan threatened to use the "language of weapon", to crush the secessionist demands of Bengalis it resulted in the surrender of Pakistan Army before the Indian Armed Forces in 1971. But no lesson was learnt except that army would have accomplished its mission if the of supply had not been long and hazardouds! A few years later the army wad deployed to tame the turbulent Baloch who ware asking for fair share in the Central Services and little more freedom to manage their own affairs, Many Baloch leaders were forced to flee the country,

other were locked up in prison on charges of treason. The luckless army retreated from the political adventure in ignominy (p-168)

”وفاقي حڪومت کي ڪنهن بہ صورت ۾ صوبائي خودمختياري جو نظريو ناقابل قبول رهيو آهي، برقت ضرورت اهڙي قسم جي تقاضا کي طاقت جي زور سان دبائڻ جون ڪوششون ٿينديون رهيون آهن مشرقي پاڪستان ۾ صوبائي خودمختياري کي غير مناسب قرار ڏيندي پاڪستان جي صدر علحدگي پسند عناصر جي خلاف اسلحي طاقت استعمال ڪرڻ جي Warning ڏني، جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستانين فوج کي هندستان جي افواج اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا، پر باوجود ان سانحي مان ڪو بہ خاص سبق نہ سکيو ويو. ڪجهہ سالن کانپوءِ پاڪستان جي فوج بلوچن خلاف استعمال ڪئي وئي، پر ڪو خاطر خواهہ نتيجو برآمد نہ ٿيو. بلوچن جي اها تقاضا هئي تہ کين مرڪزي نوڪرين ۾ جائز حصو ڏنو وڃي ۽ پنهنجي معاملن کي حل ڪرڻ جي آزادي هئڻ گهرجي پر ان ۾ بہ فوج کي ڪا نمايان ڪاميابي حاصل نہ ٿي. سنڌ ۾ جنرل ضيا جي دور ۾ M.R.D تحريڪ دوران پڻ فوجي قوت استعمال ڪئي وئي.

پاڪستان نهڻ کانپوءِ 4000 ڪلارڪ ۽ 200 پٽيوالا دهلي مان ڪراچي ۾ وارد ٿيا ۽ Secretariat تي قابض ٿي ويا. يقينن اڳتي هلي اهي ڪلارڪ، ڊپٽي سيڪريٽري ۽ جوائنٽ سيڪريٽري جي عهدن تي ترقي حاصل ڪري ضرور پهتا هوندا سرڪزي حڪومت جي سيڪريٽريٽ تي پڻ اهي عناصر حاوي رهيا. پنهنجي منشا مطابق حڪومتي فيصلا ڪندا رهيا، اڪثريت مهاجر آفيسرن جي هئي، ان کانپوءِ پنجابي آفيسرن جي هئي، مرڪزي حڪومت تي انهن عناصرن جو مڪمل قبضو قائم ٿي ويو آهي. اهي ڪارندا پاڪستان جي سياح ۽ سفيد جا مالڪ بڻجي ويا.

الحان نياز پنهنجي تازي ڪتاب The Culture of Power and Governance of Pakistan 1947-2008 ۾ لکيو آهي تہ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ نوڪر شاهي جو دور دوران هو يعني ايئن چوڻ بجا ٿيندو

تہ پاڪستان جي مرڪزي حڪومت وفاقي ڪانہ هئي، پر هڪ Bureaucratic State هڪ سرڪاري ملازمن جي ممڪلت هئي، پاڪستان جي نهڻ جي ڪري هندستان مان آيل سرڪاري آفيسرن جا جاوا ٿي ويا. جن عهدن جي لاءِ ممڪن تجربو نہ هو تن کي تمام وڏا عهدا حاصل ٿي ويا.

In the immediate aftermath of partition the higher bureaucracy was given the task of reconstituting the executive apparatus of the state. This task was entrusted to an initial corps of about one hundred and sixty civil servants, including about forty British officers who stayed on, till the early-1960s. Of Muslim officers half had served less than ten years and a mere handful qualified for senior positions. In effect this meant that assistant and deputy commissioners rank field officers found themselves elevated to superior positions where their input on policy was required...there is little evidence that indicates Jinnah aimed at reforming the bureaucratic order inherited from the British. Jinnah wanted to retain 'a political, neutral and independent civil Service' (Ilhan Niaz the Culture of Power and Governance of Pakistan 1947-2008p 94).

"ورهاڱي ڪانپوءِ 160 اعليٰ سرڪاري عهديدار ۽ 40 انگريز آفيسر شامل هئا. اهي نئون سرڪاري نظام ناهڻ ۾ لڳي ويا. مسلمان آفيسرن کي 10 سالن کان بہ گهٽ تجربو هو تن سيني کي وڏا عهدا مليا. جنهن ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ڊپٽي ڪمشنر جا عهدا پڻ شامل هئا. هنن کي پاليسي مرتب ڪرڻ جو خاص تجربو نہ هو اهڙي ڪا شهادت نہ ٿي ملي نہ ملڪ جو رهبر جناح ڪو نئون انتظامي نظام رائج جو خواهشمند هو پر سندس منشا هئي تہ انگريزن انتظامي نظام جيڪو سندس خيال ۾ غير سياسي غير جانبدار بيباڪ آزاد هو ان کي قائم رکجي، انهن خطوط تي انگريزي انتظامي نظام هلندو رهي.

"Reorientation of پنهنجي هڪ رپورٽ Bernard L. Gladieux Pakistan Government for National Development" (Karachi Govt. of Pakistan 1955) پاڪستان جي انتظامي نظام جي باري تجويز ڪندي لکيو آهي تہ:

Basic problem surrounding present by administration in Pakistan arise largely from the fact that an administrative system born as an instrument of colonial policy has been carried over with few modifications and utilized as the machinery of democracy... the conlonial system of Government was probably fully satisfactory as an instrument of assuring public order, administration of justice, the prompt collection of taxes and the maintenance of land records. The major weakness of the present administrative system with respect to national development stems largely from fact the Government is still substantially directed to the law and order function in its organizational, procedural and fiscal aspect (p99).

مذڪوره ڪتاب ۾ متيان قلمات درج آهن.

"پاڪستان جي موجوده انتظامي نظام جو بنيادي طور تي مسئلو تہ اهو بينڪي نظام پاليسي تي مبني آهي، جنهن ۾ مختصر تبديليون ڪرڻ ان کي جمهوريت جي نظام لاءِ نافذ ڪيو ويو. بينڪي حڪومت نظام Public Order کي قائم ڪرڻ لاءِ ترت انصاف فراهم ڪرڻ، جلد ٽيڪس گڏ ڪرڻ لاءِ زمين جو ريڪارڊ کي نظر داري ڪرڻ لاءِ ناهيو ويو. موجوده انتظامي نظام داري ڪرڻ لاءِ ناهيو تہ اهو صرف حڪومت جو سڄو زور law and order تي آهي. اقتصادي ترقي طرف ڪا بہ توجهہ نہ آهي". حڪومتي نظام متعلق الحان نياز لکي ٿو تہ:

Between 1953 and March 1969 Pakistan was ruled a governing Corporation that drive the bulk of intellectual and moral strength from the Civil service of Pakistan, the higher echelons of military and elements within the judiciary sympathetic to it. (98)

"1953ع کان مارچ 1969ع تائين حڪومتي ڪارپوريشن پاڪستان کي هلائيندي رهي آهي، ان ۾ سول سروس جي رهبري ۾ فوت، اعليٰ فوجي قيادت ۾ همدرد عدليہ بشمول گڏ ڪم ڪندا رهيا آهن."

سرڪاري آفيسرن جي ذهنيت شروع کان وٺي (Centralist Bureaucratic Mind) يعني مرڪزيت جي ذهنيت رهي آهي ۽ وفاقي نظام صرف هڪ ڍونگ، نالي ماتر عوام کي گمراهہ ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو رهيو آهي. سيئي اهم فيصلا جي هن ملڪ جي قسمت سان وابستا آهن، سي عوام ۽ انهن جي چونڊيل عيوضين جي منشا جي خلاف ٿيندا رهيا آهن. مخالفت ڪندڙ سياستدانن کي ميدان مان خارج ڪرڻ لاءِ سرڪاري آفيسرن PRODA جو قانون ناهيو جنهن تحت تهمت لڳائي اهم سياستدانن جن جو پاڪستان ناهڻ ۾ وڏو هٿ هو انهن کي سزا طور سالن جا سال ملڪ جي سياست يعني انتظامي نظام کان دور رکيو ويو. ملڪ کي تباهہ ڪرڻ ۾ انهن انتظامي عناصر جو وڏو ڪردار هو مشرقي پاڪستان جي اڪثريت کي اقليت ۾ بدلائڻ جو ڪارنامو Parity پڻ انهن جو ڪارنامو هو جيئن مخصوص طبقو پاڪستان مٿان پنهنجي حڪمراني بنا روڪ ٽوڪ جي هلائيندو رهي.

فيروز خان جي وزيراعظم جي حيثيت ۾ برطرفي کانپو اهو ظاهر ٿيو تہ:

Interior Minister informed the Cabinet that Noon's Ministry, now dismissed "had decided to allot land to all Major Generals in the Army, and all Deputy Commissioners in the Punjab or their relatives and most the members of the legislature and also wanted to extend this facility to the higher judiciary. The total value of this land designed to placate members of the governing corporation and its political front men was valued over three hundred million rupees." (Culture of Power and Governance in Pakistan 1947-2008- Ilhan Niaz, P-102).

"فيروز خان نون جي وزارت اعليٰ جي عهدن تان برطرفي کانپوءِ گهرو معاملن واري وزير انڪشاف ڪيو تہ نون صاحب پنهنجي وزارت

عظميٰ دور ۾ اهو فيصلو ڪيو، هو تہ فوج ۾ سيني ميجر جنرلن ۽ پنجاب ۾ سيني ڊپٽي ڪمشنرن ۽ انهن جي عزيزن کي زرعي زمين الاٽ ڪئي ويندي، ان ۾ اسيمبلين جا ميمبر پڻ شامل هئا. جن کي زرعي زمين الاٽ ڪئي ويندي، ان سهولت اعليٰ Judiciary ججن لاءِ پڻ هئي. انهيءَ زمين جو مجوعي قيمت 300 سئو ملين پاڪستاني رپيا هئي، ان جو مقصد اهو هو تہ "Governing Corporation" جي ميمبرن کي راضي رکڻ هئي."

سمجهڻ جو نقطو اهو آهي، اها زمين پنجاب ۾ نہ هئي ۽ نہ بلوچستان ۽ NWFP ۾ موجود هئي، اها زمين صرف سنڌ ۾ هئي، جنهن کي قبائڻ جون ڪارروايون ٿينديون رهيون، سنڌين کي پاڪستان کو خاطر خواهہ فائدو حاصل نہ ٿيو پر پرماريت وارين پاليسين ۾ سڀ ڪجهہ وڃائي ويٺا.

ڪراچي تي قبضو جمائڻ جون ڪوششون لياقت علي خان شروع ڪيون ۽ بيمار مفلوج حال قائداعظم کي مجبور ڪيو تہ ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪري هڪ نئين انتظامي حيثيت ۾ پاڪستان جي گادي وارو شهر بڻايو وڃي جنهن جو مڪمل انتظام مرڪزي سرڪار وٽ هجي قائداعظم اهو فيصلو سنڌ ۽ سنڌين جي منشا خلاف ڪيو. سنڌ کي پنهنجي نيڪ اردان سان پاڪستان جي ٺاهڻ ۾ معاونيت جو معقول معاوضو ڏنو ويو. محمد ايوب کهڙو ان وقت سنڌ جو وزيراعظم هيو، جرئتمندانا طور تي ان تي قائداعظم وٽ اعتراض پيش ڪيا.

Khuhro was convinced that Centre was unjustified in its demand to take over Karachi and that the move was unjust, unprecedented and poor reward for all that Sind had done for Pakistan and the Central Government. He wrote a long Note to the Prime Minister reminding him that Central Government was only temporarily in Karachi according to Quaid-e-Azam own commitment and therefore there was no need for the Sind Government to move out. He reiterated his argument that Calcutta had remained the capitol of Indian Empire for nearly two centuries and that during that time the city had remained the

capital of Bengal province and had been administrated by the Government of Bengal. Also that summer Capital of British India Simla had been administrated under the Government of Punjab. With these example available there was no necessity for Sindh to move its Capital. Meantime the Central Government could go ahead to build its own Capital Sind Government also went through the exercise (Mohammad Ayub Khuhro-A Life of Courage p-334).

”کهڙو ان خيال جو هو تہ مرڪزي حڪومت اها تقاضا تہ ڪراچي مرڪزي سرڪار جي تحويل ۾ ڏني وڃي، ناجائز ۽ غير مناسب نقاضا هئي، جنهن جو ڪو مثال ملڻ مشڪل آهي اهو اقتدام غير آئيني ۽ فضول آهي، سنڌ جي لاءِ مايوس ڪن انعام آهي، جيڪو ڪجھ سنڌ پاڪستان ۽ مرڪزي حڪومت لاءِ ڪيو آهي، هن هڪ تفصيلي نوٽ وزيراعظم کي موڪليو جنهن کي اهو ياد ڏياريون تہ مرڪزي حڪومت قائداعظم جي واعدي مطابق عارضي طور تي ڪراچي ۾ آهي، تنهن ڪري سنڌ حڪومت لاءِ ضروري نہ آهي تہ هو ڪراچي مان نڪري وڃن. ان سلسلي ۾ کهڙي اهو مثال ڏنو تہ ڪلڪتو 200 سالن تائين انگريز حڪومت جو Capital هو پر بنگال صوبي جي حڪومت جو پڻ اهم مرڪزي شهر هو جنهن جو انتظام بنگال جي صوبائي حڪومت ڪندي رهي، شملا گرمين ۾ انگريز حڪومت جو Capital طور استعمال ٿيندو رهيو پر سملا جي انتظامي حيثيت ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آئي ۽ ان جو انتظام پنجاب جي حڪومت ڪندي رهي. اهڙن مثالن جي روشني ۾ سنڌ حڪومت جي لاءِ ضروري نہ آهي تہ پنهنجو Capital ڪراچي کان ٻاهر رکن. هن مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ مرڪزي سرڪار ۽ لياقت علي خان سنڌين ۽ سنڌ متعلق ڪهڙا نيڪ ارادا هئا. سنڌين کي ڪراچي کان مهاجر ڪري هندستان جي مهاجرن کي آباد ڪرڻ جي سازش هئي.

ڪراچي ۾ سرڪاري املاڪ تي زبردستي قبضو ڪيو ويو ۽ سنڌ سرڪار جي محڪمن کي بيدخل ڪيو ويو. چيو ويو تہ ان لاءِ سنڌ

حڪومت کي معاوضو ڏنو ويندو پر مرڪزي حڪومت جنهن وٽ ٽڪو به موجود نه هو. سنڌ جي مالي امداد تي هلي رهي هئي، اهو ڪهڙو معاوضو ڏئي ها. اندازي مطابق جيڪي املاڪ مرڪزي حڪومت پنهنجي قبضي ۾ ڪيا هئا، انهن جي قيمت 60 ڪروڙ رپيا مقرر ڪئي وئي پر اڳتي هلي مرڪزي حڪومت معاوضي کي گهٽائي 30 ڪروڙ رپيا ادا ڪرڻ جو آسرو ڏنو. جيڪو پڻ هڪ ڪاغذي واعدو هئي، بل آخر اڄ ڏينهن تائين سنڌ سرڪار کي مرڪزي حڪومت کان هڪ ٽڪو به موصول نه ٿيو آهي. اهي املاڪ اڃا به وفاقي حڪومت جي قبضي ۾ آهن.

Sindh Government also went through exercise of working out Compensation was discussed, figure for Karachi which came to was Rs. 60 crores (600,000,000) for buildings alone, Eventually when the question of compensation was discussed with the central Government it agreed only to Rs. 30 Crores. But even this reduced figure remained only on paper and no compensation at all was paid then or later. (p 334)

پاڪستان جي مرڪزي سرڪار جي مالي ڏيوالي جي ڪيفيت هئي.

Indian Government had promised to hand over Rs. 60 core cash balance to Pakistan but these had not arrived so Sind should give over its own Reserves to Pakistan for the time being in order to meet immediate expenses. It was so demanded!

هندستان جي حڪومت پاڪستان کي سندس حصي ۾ آيل 60 ڪروڙ رپيا ڏيڻ ۾ ڪيٻائي رهي هئي، غلام محمد مرڪزي حڪومت جي وزير خزانا منسٽر ايوب کهڙو کي گذارش ڪئي ته سنڌ حڪومت مرڪزي سرڪار کي قرض ڏي، پر سنڌ جي وزيراعليٰ قرض ڏيڻ کان نابري واري، جنهن تي غلام محمد لياقت علي خان کي شڪايت ڪئي ۽ موصوف کهڙي تي اسرار ڪيو ته:

Liaquat Ali Khan made emotional appeal "this is your government. How can we starve here! We even cannot pay salaries." I said we had

already spent a good deal of money and were continuing expenditure on refugees. We had handed over our offices and done whatever else we could. On his insistence however I agreed to had over our reserves of Rs. 30 crore at 3%. (Mohammad Ayub Khuhro-A Life of Courage, p-329).

سنڌ سان زيادتين جو طويل داستان آهي، مجبورن سنڌ حڪومت کي بچايل فنڊ 30 ڪروڙ بطور قرض مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪيا، لياقت علي خان کهڙي کي عاجزانا درخواست ڪئي هئي، توهان جي حڪومت آهي. اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ اسان هتي بک مرون، جي اسان پگهارون بہ نہ ڏئي سگهون. کهڙي صاحب لياقت علي خان کي ٻڌايو تہ سنڌ سرڪار ڪافي مهاجرن تي خرچ ڪيو آهي، جيڪو اڃا بہ جاري آهي، ان ڪانسواءِ اسان پنهنجون آفيسرن پڻ مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ ڏنيون آهن ۽ وڌيڪ بہ گهڻو ڪجهہ ڪيو آهي. لياقت علي جي اسرار تي کهڙي سنڌ حڪومت جا بچايل 30 ڪروڙ رپيا 3 سيڪڙو منافعي سان هن جي حوالي ڪيا، حميده کهڙي جي ڪتاب بہ انهيءَ امر جو ذڪر نہ آهي تہ ڇا مرڪزي حڪومت سنڌ سرڪار کي اهي ڏنل قرض جي رقم واپس ڪئي يا نہ؟ يقينن اها رقم واپس نہ ٿي. هر معاملي تي مرڪزي حڪومت سنڌ حڪومت مٿان حاوي ٿيڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هئي.

مرڪزي حڪومت طرفان ڪراچي تي قبضو ڪرڻ واري تجويز جي سنڌ اسيمبلي سخت مخالفت ڪئي ۽ 10 فيبروري تي هڪ قرارداد پاس ڪري ان جي مخالفت ڪئي، ان کان اڳ سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل پڻ اهڙي هڪ قرارداد 2 فيبروري تي پاس ڪئي هئي.

This Assembly records its apprehension and alarm at the move of Pakistan Government to remove the city of Karachi from the control of Sind Administration and place it under its own immediate jurisdiction as a centrally administrated area, this House therefore resolves that Karachi must not be handed over to the Central Administration at any cost and further to call upon the leader of the

House and his cabinet colleagues to bring home to the Government of Pakistan that such a step would not only cripple Sind economically and politically, but would constitute a flagrant contradiction of Pakistan Resolution in 1940 which emphasizes the sovereignty and territorial integrity of the autonomous units constituting Pakistan, not to speak of the violence which would inflict upon loyal and patriotic sentiments of people of Province towards their own independent state of Pakistan. (p 336).

”هيءَ اسيمبلي حڪومت پاڪستان جي مذڪورا تجويز تي سخت تشويش خوف ۽ خطرن جو اظهار ڪري ٿي، جنهن تحت ڪراچيءَ کي سنڌ جي حڪومت کان عليحده ڪري مرڪزي انتظام ڏيڻ تي عمل جون ڪوششون ٿي رهيون آهن. هن اسيمبلي جي اراڪين جو مجموعي طور اهو متفق فيصلو آهي ته ڪنهن بہ صورت ۾ ڪراچي کي مرڪزي انتظاميا حوالي نہ ڪيو وڃي. مزيد هن اسيمبلي جي قائد ۽ سنڌ وزارت جي وزيرن تي اهو لازم آهي تہ حڪومت پاڪستان کي واضح طور ٻڌايو وڃي تہ اهڙي اقتدام سان سنڌ جي اقتصادي ۽ سياسي معاملات تي هاڃيڪار اثرات مرتب ٿيندا. ان کانسواءِ اهڙو اقتدام 1940ع واري پاڪستان جي قرارداد جي سخت منافي آهي، جنهن ۾ وضاحتي طور تي اهو واضح آهي تہ صوبن جي خوداراديت ۽ خودمختيار کي برقرار رکيو ويندو. اهو پڻ سنڌ جي عوام جي قومي جذبات کي مجروح ڪرڻ ٿيندو.“

کهڙي خلاف سياسي سازشن جي نتيجي ۾ کيس سنڌ جي وزارت تان هٽايو ويو. بقول کهڙي جي قائداعظم هن کي اهو مشورو ڏنو هو تہ استعيفيٰ ڏئي، 6 مهينن تائين سياست کان پاسيرو رهي بهتر ائين ٿيندو تہ هو 6 مهينا ٻاهر هليو وڃي. ان بعد مان توکي وري سنڌ جو وزيراعظم مقرر ڪندس (P-346).

Pir Illahi Bux was sworn in and within 24 hours, orders regarding the handover of Karachi to Centre and bringing in of surplus

refuges from Punjab ware passed, Collector Masud went specially to Lahore and brought back two trains of refugees to Nawabshah (p-346).

کھڙي جي استعيفيٰ کان پوءِ پير الاهي بخش سنڌ جي وزيراعليٰ جو قسم کنيو ۽ 24 ڪلاڪن اندر ڪراچي کي مرڪز جي حوالي ڪرڻ جا احڪامات جاري ڪيا ويا. اضافي مهاجر جيڪي پنجاب ۾ هئا، تن کي سنڌ ۾ آباد ڪرڻ لاءِ مسعود ڪليڪٽر نواب شاهه کي لاهور موڪليو ويو جتان هو ٻه ٽرينون مهاجرن سان ڀريل نوابشاهه وٺي آيو.

ايوب کهڙو جي خود اعتمادي خودداري وارين پاليسين تي مهاجر سياستدان خائف هئا، هو اهي بلاخوف مال، ملڪيتون ناهڻ ۾ مصروف هئا. ڪراچي شهر مهاجرن زوري زبردستي هندن جي گهرن تي حملا ڪري قبضا ڪيا. اهڙي ريت هندو، سنڌي هندستان لڏي وڃڻ تي مجبور ٿيا. کهڙي جي وڃڻ کان پوءِ انهن سيني جا رستا صاف ٿي ويا.

In Karachi and Hyderabad there was another alarming phenomenon, the new arrivals were entering and occupying houses where the owners particularly Hindus were still living and throwing out owners. (p 321).

مرڪزي حڪومت جا جيڪي نيڪ ارادا هئا، سي آهستي عيان ٿيندا ويا، در حقيقت ڪراچي قبضا گروهه بنيادي مقصد هندن جي املاڪ تي جلدي ۾ قبضو ڄمائڻ هو. کهڙي جو اهو خيال صحيح ته:

Mean motives had been behind the scheme to do with control and disposal of the rich picking of evacuee property and settlement of immigrants in order to create a constituency for the displaced Ministers. (p 337).

بدقسمتي سان سنڌين ۾ سياسي نااتفاقي ۽ مفادن جي حصول جي ڪري سنڌ غيرن جي قبضي ۾ اچي وئي، "نڏڪا گهوڙا ۽ غيباٽي سوار" وارو منظر نمودار ٿيو افسوس جو کهڙي جو ڪنهن سات نه ڏنو ۽ بل آخر پاڻ ذليل خوار ٿيا.

On 26 April Khuhro was dismissed form the Premiership of Sind. A special Court of Inquiry was specially set up without reference either to the Sind Cabinet or Sind Legislature as entirely new procedure was devised, it would seem to remove Khuhro from holding Public office for a considerable time (p 349).

"26 اپريل 1948ع تي کهڙي کي سنڌ جي وزيراعليٰ جي عهدي تان ڊسمس ڪيو ويو. هڪ خاص انڪوائري ڪميٽي قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ سنڌ اسيمبلي يا سنڌ جي وزارت جو ڪو بہ فرد شامل نہ هو هي هڪ نئون مخصوص طريقڪار قائم ڪيو ويوهو. جنهن جو بنيادي مقصد کهڙي کي ڪافي عرصي تائين سنڌ جي سياست کان ٻاهر رکڻ مقصود هو. پاڪستان جو نئون جمهوري نظام جمهوري روايتن کي خارج ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو. مطلقل عنان حڪمرانن پاڪستان جو بنياد غير جمهوري نظام ۽ روايتن تي قائم ڪيو، جنهن جو قانون جي بالادستيءَ سان ڪوبہ واسطو نہ هو Authoritarian حڪومت وجود ۾ آئي، سنڌين اخوت جي جذبي جي تمام وڏي قميت ادا ڪئي. سنڌين کي نيست ۽ نابود ڪرڻ جون حڪومتي سازشون ٿينديون رهيون سرڪاري آفيسرن جو درو دوران رهيو ان ڪري جو:

The leadership was largely composed of Civil Servants from old Government of India. They had mostly held position in peripheral departments and lacked experience at the Centre of Power. They assumed the mantle of British rulers with delight and audacity and felt they were replacing the Raj. But while the British rulers of India owed allegiance to the higher ideal-that of British Raj- the Empire, the new rulers of Pakistan would have no higher allegiance than to themselves (p 347-8) (Mohammad Ayub Khuhro)

"جمهوري تقاضن کي بالائي تاڪ رکيو ويو. ذاتي ۽ شخصي حڪمراني جي دور جي آغاز ٿيو. نئين مرڪزي حڪومت جي قيادت جو بلخصوص انحصار پراڻي حڪومت هندستان جي حڪومتن سان

وابستگي وارن سرڪاري ملازمن تي مشتمل هو. جن کي ڪو خاص تجربو نہ هو. اهي غير اهم ڪاتن ۾ ڪم ڪندا رهيا هئا ۽ مرڪزي سرڪار جي طور طريقن کان ناواقف هئا. انگريز حڪومت وانگر ڏيکاءُ ڏيندا رهيا. بيحد مطمئن هئا تہ هو هر لحاظ کان انگريزن جا جانشين حڪمران آهن. انهيءَ انداز سان حڪمراني جي نشي ۾ حاڪم تي مقامي عوام مٿان حڪمراني ڪندا رهيا پر عجب اسرار اهو هو تہ انگريز حڪمرانن اڳيان هڪ هڪ اعليٰ نصب العين هو. اهو هو انگريز راڄ پر هنن نون حڪمرانن وٽ اهو ڪوبہ نصب العين ڪو نہ هو سواءِ جو انهن جو اعليٰ مشن جو مقصد صرف سندن ذات تائين محدود هو.“

پوءِ جيڪو پاڪستان سان هنن حشر ڪيو سو سيني جي سامهون آهي. اجا تہ قصو ڪوتاهہ نہ ٿيو آهي. ڇو تہ احمقانا سياست کان پرهيز ڪرڻ کان خائف آهن. ڪهڙي 1937 کان وٺي سنڌ ۾ وزير ۽ بين عهدن تي ڪم ڪندي وسيع تجربو ۽ مشاهدو حاصل ڪيو. برعڪس ان جي لياقت علي خان صرف مختصر عرصي تائين interim cabinet ۾ مالياتي وزير رهيو ۽ ان کان علاوه جيڪ بہ مرڪزي وزير ٿيا. انهن کي ڪو بہ وزراتي تجربو نہ هو. لياقت علي خان. چندريگر. ظفرالله. عبدالرب نشتر. غضنفر علي خان ۽ منڊل جي. 1946ع لارڊ ويول هندستان جي وائسراءَ جنهن عارضي حڪومت interim cabinet جي جوڙجڪ ڪئي. تنهن ۾ مسلم ليگ پڻ شرڪت ڪئي هئي. ان ۾ مٿي بيان ڪيل افراد وزير جي حيثيت ۾ شامل ٿيا. حيران ڪن حقيقت اها آهي تہ پاڪستان جي سيني علائقن مان انهيءَ وزارت ۾ افراد شامل هئا. جهڙوڪ NWEP مان عبدالرب نشتر. بمبئي مان چنديگر. پنجاب مان غضنفر علي خان. UP مان لياقت علي خان پر سنڌ ۽ بلوچستان کي ڪا بہ نمائندگي نہ ڏني وئي هئي. ان مان سنڌ جي سمجهيو سياستدانن کي اها پروڙ هئڻ ضروري هئي تہ آئنده سنڌ سان ڪهڙو حشر ٿيڻ وارو آهي. لڳي ائين ٿو تہ اسلام جي جذبي اخوت ۽ سنڌي هندن سان اختلاف ۽ ضدن جي ڪري پاڪستان جي نعري بازي ۽ جوش جنون ۾ محو هئا.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان سياسي طاقت جو توازن بدلي ويو ۽ ان کان پوءِ جيڪي پاکستان جا صاحب اقتدار ٿيا هئا، اهي جيتوڻيڪ قائداعظم وارا ئي هئا پر قائداعظم جي وفات کان پوءِ سياسي قيادت ڪمزور ٿي پئي ۽ اهم ادارن تي بيوروڪريسي جو اثر وڌي ويو. لياقت علي خان جي قتل کان پوءِ ته پاڪستان جي سياست تي بيوروڪريسي جو گهيرو ويتر تنگ ٿي ويو. ان ڪري سياستدانن بدران باهران آيل سياستدان ۽ آفيسرن پنهنجو مضبوط گهيرو ڄمايو.

مسٽر الحان نياز جنهن انگريزي ۾ ڪتاب The Culture of Power and Government Pakistan 1947-2008 ۾ لکيو ته:

Rarely have new states emerged without extensive employment of force and guile. Those who aspire to rule the new creation are not activated by altruism. More often it is the hunger for power, acute insecurities, opportunism, and cynicism and at best, enlightened self-interest that guide such endeavors. (The Culture of Power and Governance in Pakistan 1947-2008, p 62).

”اهي جيڪي نئين قائم ڪيل رياست ۽ ان تي حڪومت ڪرڻ جو جذبو رکندا آهن، انهن جو اصول نيڪ نيتي ۽ اصول پرستي سان بين جي مفاد ڀلائي تہ مبني نہ هوندو آهي، عمومن طاقت جو حصول هوندو آهي. خوف ۽ خطرن کان بچاءُ موقعي جو فائدو پنهنجي ذاتي مفادن جو حصول انهن جي ارادن ۽ عملن تي ڪارفرما رهندو آهي، جيڪي نوان حڪمران سنڌ ۾ وارد ٿيا هئا، انهن جي ڪارڪردگي مٿين سوچن تي مبني هيون.“

چارلس ڪينيڊي پنهنجي ڪتاب Bureaucracy In Pakistan آفيسرن جو پاڪستان جي نظام حڪومت ۾ طاقت جو تجزيو ڪندي لکي ٿو تہ:

The bureaucratic elite who had formed an important element in power structure since the very creation of Pakistan gradually became more assertive, frequently gaining their steadily increasing power at the expense of political elite. Some erstwhile bureaucrats were able to occupy positions of Governor-General and Prime Minister. They brought with them the traditions, outlook, and attitudes typical of bureaucrats and their sympathies were slanted more towards the political institutions. It can be maintained that during greater part of

Pakistan's history, higher bureaucracy has ruled the country. In fact Pakistan can be described as bureaucratic polity.( p viii).

”پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان سرڪاري آفيسر شاهي جي قوت ۽ فوقيت جو اثر بتدريج وڌندو رهيو. وقت جي گذرڻ سان آفيسر شاهي وڌيڪ اثر انداز ٿيڻ لڳي ۽ سياستدانن جي حيثيت ۾ ڪمي ٿيندي وئي. نوڪر شاهي جا فرد گورنر جنرل ۽ وزيراعظم جي عهدن تي قابض ٿي ويا. انهن جي تربيت، تجربو، فڪري نشو نما، عادتون بلڪل انگريز سرڪار جي آفيسر شاهي واريون هيون. انهن جو فياضي جو لاڙو گهڻي حد تائين آفيسر شاهي طرف هئو. جنهن ۾ هنن جو بقاءُ هئو سياسي اداري کي ڪمزور ڪري رکڻ هنن لاءِ مفيد هئو. اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ پاڪستان جي حڪمراني جي تاريخ جو گهڻو عرصو سرڪاري آفيسرن جي حڪومت رهي آهي. پاڪستان ”آفيسر شاهي“ واري حڪومت چوڻ بجا ٿيندو.“

اوائلي دور ۾ لياقت علي خان جي وزارت عظميٰ دوران هو پنهنجو منشا ۽ مقصدن جي حصول ۽ مخصوص ادارن تي عمل ڪرڻ ۾ ڪوشان رهيو. قومي مفاد اهو هئو جيڪو هن جي ارادن جي تڪميل ۽ حصول ۾ ڪا رڪاوٽ، پيچيدگي پئدا نہ ٿئي. قائداعظم سان بہ هن پاليسي تي مانڌاڻ مچائي ڇڏيو. سنڌ پنجاب ۽ سرحد جي حڪومت کي برطرف ڪيائين سنڌ جي وزيراعليٰ محمد ايوب کهڙي سان پڻ هن جي Confrontationist انداز جي ڪري تعلقات خراب ٿيندا ويا. هن آخر کهڙي وزيراعليٰ جي عهدا تان برطرف ڪرايو. مملڪتي معاملات ۾ وزيراعظم لياقت علي خان جي قومي مفادن جي نقطہ نظر کان فيصلن ڪرڻ جو انداز عجيب رهيو آهي، جنهن جو بيان محمد ايوب کهڙو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. هندستان ۽ پاڪستان جي ورهاڱي دوران پاڪستان کي جيڪي پئسا ۽ فوجي سامان ملڻو هو ان تي هندستان پابندي لڳائي ۽ پاڪستان لاءِ مالي بحران پيدا ڪيو. ڪشمير ۾ جنگي حالتن جي نوعيت جي ڪري فوجي اسلح جي سخت ضرورت هئي.

انهيءَ صروتحال کي نظر ۾ رکندي سنڌ جي وزيراعليٰ کهڙو صاحب ۽ لياقت علي خان جي وچ ۾ ڪجهه پاليسين تي اختلاف پيدا ٿيا.

More serious clash between Khuhro and prime minister occurred when some Defense Ministry officials informed Khuhro that they understood that prime minister had agreed to handover to India, Six Jets parked at Mauripur Airfield. Khuhro stopped handing over of Jets to India' as large amount of stores, tanks, armour and Rs. 60 crore of cash were yet to be delievered by India to Pakistan. Khuhro ordered I.G Police to threw cordon round the planes to stop them being flown out, he then went to see Liaquat Ali Khan and informed him of his action, "Liaquat Ali Khan insisted that I should withdraw the police, after that I withdrew the police. I was informed by Deputy Defense Secretary that the planes were taken over immediately by Indian Pilots who were heard to say within hearing of some Air Force Officer, that they would use the planes to bomb so called army of liberation and then these fools will realize the blunder they have committed." (p 330)

"کهڙي ۽ لياقت علي خان جي وچ ۾ سخت اختلاف انهي فيصلي تي ٿيو، جنهن تحت لياقت علي خان، جيڪو ان وقت وزير دفاع پڻ هيو، فيصلو ڪيو تہ 6 فوجي جيٽ جهاز جيڪي ماڙيپور جي اڏي تي موجود هئا سي هندستان جي پائليٽس جي حوالي ڪيا وڃن. کهڙي وزارت دفاع جي آفيسرن جي مشوري سان انهن جي اڏامر تي پابندي عائد ڪئي ۽ پوليس جي آءِ جي کي احڪامات جاري ڪيا تہ 6 جيٽ جهازن تي پوليس جو پهرو لڳايو وڃي. لياقت علي خان کي جڏهن اها خبر پئي تہ اسرار ڪيائين تہ هڪدمر انهن تان پوليس جو پهرو هٽايو وڃي ۽ جهازن کي هندستان روانو ٿيڻ ڏنو وڃي. جڏهن تہ هندستان پاڪستان جي حصي جو اسلحو ۽ ٻيو فوجي سامان، ٽئنڪون، توپ خانو ۽ 60 ڪروڙ رپيا ڏيڻ کان ڪيٻائي رهيو هو. وزيراعظم ۽ وزير دفاع جي احڪامات هيٺ پوليس جو پهرو هٽايو ويو، مون کي وزارت دفاع جي ڊپٽي

سيڪريٽري پڌايو تہ هندستان جي پائيلٽس يڪدم جهازن تي قبضو ڪيو ۽ ويندي وقت چوندا ويا تہ اسان هاڻي جيڪا آزادي فوج تي بمباري ڪنداسين. پوءِ هنن بيوقوفن کي سڏ ايندي تہ هنن ڪيڏي نہ وڏي غلطي ڪئي آهي."

اهو ڪارنامو لياقت علي خان سرانجام ڪيو هن جا ڪهڙا ويچار هئا اهو سندس عملن مان ظاهر ٿي رهيو هئو. ڇا لياقت علي خان وڏي لياقت وارو سياستدان هو. ان سلسلي ۾ کهڙي صاحب لکيو آهي تہ:

Jinnah invited Khuro and his wife at private lunch at Bahawalpur House Malir where he and Miss Jinnah used to spend their weekends. There were no other guests present and Jinnah was usually open and frank in his talk. He was extremely cordial and complimented Khuhro on his dealings with Karachi riots an told him categorically. "you are the best administrator" Jinnah went on. "I have very high opinion of your administrative ability. You are better than most of my members. Only Zafarullah and Gulam Mohammed are competent rest are useless" (p 328).

"جناح، کهڙي ۽ سندس بيگم کي مانجهاندي جي دعوت ڏني جنهن ۾ فاطمہ جناح کانسواءِ ٻيو ڪير بہ ڪو نہ هو. اها دعوت ملير بهاولپور هائوس ۾ ٿي جتي هو ۽ مس جناح هفتي جي خاتمي تي آرام لاءِ ويندا هئا. قائداعظم تمام خوشگوار ڪيفيت ۾ هئو. هن کهڙي جي ڪراچي جي فسادن کي منهن ڏيڻ جي تعريف ڪئي ۽ چيائين تہ تنهنجون انتظامي صلاحيتون منهنجي وزيرن کان بهتر آهن. صرف ظفرالله ۽ غلام محمد انتظامي قابليت رکن ٿا ۽ ٻيا سڀ بيڪار آهن."

Khuhro responded by asking him "What about the Prime Minister: Jinnah replied. "He is average. the rest are below average." (p 328)

"جڏهن ڪهڙي، لياقت علي خان متعلق سندس راءِ پڇي تہ قائداعظم چيو تہ هن جي قابليت Average آهي باقي ٻين جي Average کان بہ هيٺ آهي."

جناح صاحب اهڙي قسم جي ٽيم منتخب ڪئي هئي، جو هن وٽ ڪي بهتر افراد نہ هئا.

ڪيتريون حقيقتون ۽ حماقتون تاريخ جي ورقن کان پوشيده رهجي ويون تيون ڪجھ بيان ڪيون ويون ۽ منظر عام تي اچن تہ جئين عوام انهن کان باخبر رهي، انهن مان دور جي اهم شخصيات جي علم، دانش، تجربو، تجويز سوچ ۽ عمل ۾ فقدان جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾ مشهور جرمن فلاسافر Emmaneul Kant ڪيترو نہ صحيح چيو آهي تہ Enlightenment comes from discovering the truth علميت ۽ "عقلمندي تڏهن ئي حاصل ٿيندي جڏهن سچ پروڙيو ويندو."

Ajit Jawed اجيت جاويد سندس، ڪتاب Secular and Nationalist Jinnah ۾ قائداعظم جي غفار خان سان ملاقات جي باري ۾ بيان ڪيو آهي تہ:

Khan Sahib I know you are a man of character and integrity. It is honest man like you whose help I need to build Pakistan. As it is I am surrounded by thieves and scoundrels and through them I could do little for the poor Muslim who have suffered so much....I am very much misunderstood man. I never wanted all this bloodshed. I want peace, believe me, so that I can do something for the masses (p 329).

"خان صاحب! آئون بخوبي ان ڳالھ کان واقف آهيان تہ توهان باوقار، ايماندار ۽ ديانتدار انسان آهيو. مون کي توهان جهڙن ايماندار انسانن جي پاڪستان جي تعمير ۾ ضرورت آهي، موجوده صورتحال ۾ غير مهذب ۽ بدنيت چورن ۽ بدمعاش جي وڪڙ ۾ اچي ويو آهيان، انهن سان مان غريب ۽ نهتي مسلمانن لاءِ عملن گهڻو ڪجھ نہ ٿو ڪري سگهان، جن تمام گهڻيون تڪليفون برداشت ڪيون آهن. مون کي

غلط سمجهيو وڃي ٿو مان ڪنهن صورت ۾ هن خون خرابي جو حامي نہ آهيان مان صلح سانت جو قائل آهيان نہ جيئن عوام لاءِ ڪجهہ ڪري سگهان.“

قائداعظم ۽ لياقت علي جا اختلاف تمام شديد هئا. هڪبئي کان خائف هئا. لياقت علي بنا روڪ ٽوڪ جي اختيار استعمال ڪندو رهيو. جنهن تي ڪنهن بہ قسم جي ڪابہ پابندي عائد نہ هئي. لياقت علي خان کي قائداعظم جي ترت موت جو انتظار هو. هڪ نجي lunch ۾ A.B Shahid ٻڌايو تہ سندس پاءُ A.B.S.Jafferi جيڪو پاڪستان جي اوائلي دور ۾ مشهور صحافي هو. جڏهن قائداعظم جي موت جي خبر هن کي پئي تنهن لياقت علي خان کي ٻڌائي جيڪو ان وقت برما جي سفارتخاني ۾ هڪ تقريب جي صدارت ڪري رهيو هو. ٻڌايو تہ قائداعظم وفاقت ڪري ويو. جنهن تي لياقت علي خان فرمايو تہ:

He Should have died long ago ”هن کي ڪافي اڳ ۾ مرڻ کپندو هئو.“ جنهن جو هو ڪافي پريشان ٿيو اهڙي قسم جو اظهار قائداعظم سندس ڀيڻ فاطمہ سان زيارت ۾ جڏهن لياقت آخري ملاقات لاءِ ويل هو تہ. قائداعظم سندس ڀيڻ کي چيو هو تہ. ”هي ڏسڻ آيو آهي تہ مان مزيد ڪيترا ڏينهن جيئرو رهندس.“ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ڪيترائي حادثات. واقعات پيش ايندا رهيا آهن. جي قلم بند نہ ڪيا ويا آهن قدرت جو نظام عجب آهي جيڪو ٻين جو چڱو نہ ٿو چاهي ۽ نيت ۾ خلل اٿس تہ قدرت ان کي ان جي معقول سزا هن جهان ۾ ئي ڏئي ڇڏي ٿو.

جڏهن ڪراچي ۾ پاڪستان جي حڪومت سازي ڪئي وئي تہ جيڪا وزارت جوڙي وئي ان ۾ ڪو بہ سنڌي وزير نہ مقرر ڪيو ويو سنڌين سان تمام گهٽي فراخدلي جو ثبوت ڏنو ويو.

When the Pakistan cabinet was announced no name had been included from Sind. This caused great surprise when omission was not rectified for two months the Sind Muslim League Assembly Party met under the Chairmanship of Khuhro to discuss the issue. Sind Muslim

League Parliamentary party passed resolution "Viewed with deep dissatisfaction that fact that province has no representation as such Sind has no voice whatever in shaping the policies of Pakistan Government" (Mohammad Ayub Khuhro p 319).

جڏهن پاڪستان جي وزارت جو اعلان ڪيو ويو تہ ان ۾ سنڌ مان ڪنهن کي وزير جو حيثيت ۾ شامل نہ ڪيو ويو هو. ان تي سنڌين کي تعجب ٿيو. جڏهن ٻن مهينن جي گذري وڃڻ بعد ڪابہ تبديلي رونما نہ ٿي تہ سنڌ مسلم ليگ جي پارلياماني پارٽي ان تي پنهنجي اعتراض جو اظهار ڪندي چيو تہ اها بيحد افسوس جو مقام آهي تہ سنڌ صوبي کي مرڪزي حڪومت ۾ ڪابہ نمائندگي نہ ڏني وئي آهي ۽ سنڌ کي پاليسين مرتب ڪرڻ ۾ ڪابہ شرڪت نہ آهي." ان جي نتيجي ۾ سنڌ مان پيرزادا عبدالستار کي مرڪزي حڪومت ۾ وزارت ۾ شامل ڪيو ويو. مزيد قرار داد ۾ اهو اظهار ڪيو ويو تہ:

Party expresses its considered opinion that in the federal structure of Pakistan every federating unit should have equal voice both in legislative as well as in the executive. In absence of such a provision small province like Sind, NWFP and Balochistan will be converted into vassals of bigger province of Pakistan (p 319).

"پاڪستان جي وفاقي نظام ۾ هر هڪ صوبي کي برابري جي بنيادن تي قانوني ۽ انتظامي ادارن ۾ نمائندگي ڏني وڃي، اهري حقوق کانسواءِ ننڍن صوبن جي حيثيت پاڪستان جي اڪثريتي صوبي غلامن جي جهڙي ٿي ويندي"

وقت گذرڻ ان جي صداقت صاف ظاهر ٿي آهي. ننڍن صوبن جي حيثيت جو اڪثريتي صوبو بين سيني وفاقي صوبن تي هر لحاظ کان فوقيت حاصل آهي.

لياقت علي خان وفاقي صوبن جي حيثيت جي باري ۾ فرمايو هو تہ "Province are merely administrative conveniences" صوبن جي حيثيت

صرف انتظامي سهوليت لاءِ آهي لياقت علي خان جي سياست بصيرت ان کان ظاهر آهي تہ:

Liaquat depended on the existence of strong Muslim League and exclusion of other parties from Government power. I have always considered myself Prime Minister of Muslim League. I never regarded myself Prime Minister chosen by Constituent Assembly.

(Destruction of Democracy Allen Mc Grath p-67).

"لياقت جي سياسي قوت جو انحصار مضبوط ۽ طاقتور مسلم ليگ تي هو بين سياسي پارٽين کي انتظاميا جي طاقت کان پري رکيو ويو. مون پاڻ کي سدائين مسلم ليگ جو وزيراعظم تصور ڪيو آهي، مون پاڻ کي ڪڏهن بہ قانون ساز اسيمبلي طرفان منتخب وزيراعظم جو تصور نہ ڪيو آهي."

لياقت علي جي حڪومت آفيسر شاهي جي زور تي هلي رهي هئي. اهي هر لحاظ کان ملڪ جي سياسي حڪومتي معاملات کي هلائي رهيا هئا. انتظامي طاقت جو سرچشو اهي آفيسر هئا جيڪي U.P ۽ C.P بهار، بمبئي مان آيا هئا، هر لحاظ کان اها انهن جي Exclusive حڪومت هئي.

Paul Kennedy جنهن پاڪستان جي آفيسر شاهي تي Bureaucracy in Pakistan ڪتاب لکيو آهي. ان جي خيال ۾:

Bureaucracy is greatly affected by political environment of which it is part. Bureaucracies are no neutral bystanders of political process but rather are active participants. (Aminullah Chaudry, Mushraf Nawaz and Hajacking from Ground, p-13).

"پاڪستان آفيسر شاهي ماحول جي اثر هيٺ ڪم ڪن ٿا، جنهن جو هو حصو آهن، آفيسر ڪنهن بہ غير جانبدار طور تي خاموش تماشائي نہ ٿا رهن پر شدت سان سياسي نظام جي طريقن ۾ شريڪ آهن."

حڪومتي اهم فيصلن تي عمل ڪرائڻ هنن جي تحويل ۾ آهي جيڪو هي چاهين سو ڪري سگهن ٿا. حڪومتون ڊاهڻ، وري ناهڻ ۽ ان

ملڪ تي مسلط ڪرڻ لاءِ سياسي عناصر هنن جي منشورن تي پابندي سان ڪم ڪندا رهن ٿا. جڏهن هنن جي روش ۾ ٿوري به آزادي جو عنصر نظر اچي ٿو ته ان حڪومت کي ختم ڪيو وڃي ٿو. اها ئي روش پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان شروع ٿي.

Mechanism of power and its uses has remained execlusively in the hands of bureaucrats.

لياقت علي خان جي وزارت عظميٰ ۾ سنڌ، پنجاب ۽ سرحد ۾ منتخب صوبائي حڪومتون ختم ڪيون ويون. پنهنجي منشا جا "جِي حضور" ڪرڻ وارن سياستدانن کي وزيراعليٰ بنايو ويو. لياقت علي خان کي مخالف سياسي پارٽين جو وجود ناگوار هو. هن جو اهو نظريو هو ته:

He equated opposition to Muslim League with opposition to Pakistan's Democracy. (Destruction of Democracy Allen McGrath p 67).

جيڪو مسلم ليگ جو مخالف آهي، اهو پاڪستان جو مخالف آهي. انهن خطوطن تي رياستي انتظام هلائي رهيو هو. هن اهو واضح طور تي اعلان ڪيو ته جيڪي بيون مخالف پارٽيون ناهين ٿا اهي ملڪ دشمن عناصر آهن. يعنيٰ هن جي فڪر ۽ عمل ۾ پاڪستان صرف One Party هڪ سياسي پارٽي جي بالادستي واري رياست جي حيثيت ۾ رهندي جنهن ۾ صرف مسلم ليگ جي بالادستي هوندي.

Those who would form other parties were traitors, liars and hypocrites. Words like "Dogs of India" were part of his vocabulary (p-67).

جيڪي بيون سياسي پارٽيون ٺاهيندا اهي ملڪ دشمن ڪوڙا، بدنيت افراد، هندستان جا ڪتا آهن. اهو هن جي سياسي لغت جو حصو هئو. مشرقي پاڪستان جي مقبول ترين سياستدان ۽ متحد بنگال جي اڳوڻي وزيراعظم حسين سهروردي مسلم ليگ بابت پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي چيو ته:

Muslim League's policy of fascism continued unchanged (Memoirs of Huseyn Shaheed Suhrawardy p82).

مسلم ليگ جون پاليسيون هڪ فاشسٽ پارٽيءَ واريون هيون ۽ ان ۾ ڪابہ تبديلي نہ آئي. حسين شهيد سهروردي جي سياست بصيرت مقبوليت کان لياقت علي خان ۽ ٻيا ليگي خائف هئا. جو هنن سياسي حيثيت کي خطرو نظر اچي رهيو هو. خواجا ناظم الدين جنهن کي East Bengal جو پهريون وزيراعليٰ نامزد ڪيو ويو هو تنهن 3 جون 1948ع تي حسين شهيد سهروردي تي East Bengal ۾ اچڻ تي پابندي عائد ڪئي ۽ جواز ۾ چيو تہ هن جو اچڻ ملڪ جي امن لاءِ خطرناڪ آهي.

In East Bengal its League Premier Khawaja Nazimuddin, imposed on 3rd June 1948, a ban on his entry into province as injurious to public peace. (p-35)

Suharwardy was penniless and since his entry into East Bengal was banned, he turned to Karachi on 5th March to witness his National Assembly Seat cancelled on grounds of non-citizenship. (p-36)

Liaquat Ali Khan who hailed from the United Province in India had no political base in Pakistan and was always fearful of his ability to maintain power. Therefore to consolidate his influence he became a megalomaniac and intolerant towards political opponents he dismissed the Punjab Mamdot's Ministry and Ayub Khuhro Ministry in Sind. Harassed them with Public and Representative Offices, Disqualification Act 1949 (PRODA) Hameed ul Haq belonged to his group but after slight disagreement with him, he was dismissed from Government and compelled to face PRODA Hameed_ul-Haq, Chaudhray's "Pakistan Observer", the leading Dahka English daily was banned. He became paranoiac towards any form of opposition." Dubbing him an Indian Agent and sent Maulana Abdul Hammed Khan Bashani and Mujib ur Rehman to jail. (Memoirs of Huseyn Sheed Suhrawardy p-40).

"لياقت علي خان جو واسطو U.P هندستان سان هو. پاڪستان ۾ هن کي ڪو بہ سياسي حيثيت نہ هئي. نہ ڪو اهڙو تڪ هو جتان هو اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي سگهي. هن کي هر وقت اهو خوف هو تہ هو ڪيئن پنهنجي سياسي طاقت برقرار رکي، ان خوف جي نتيجي ۾ پنهنجي سياسي فوقيت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ماليخوليا جو مريض ٿي پيو ۽ سياسي مخالفن جي خلاف انتقامي ڪارروايون جو آغاز ڪيو. پنجاب ۾ ممدوٽ جي وزارت کي برخواست ڪيو. سنڌ ۾ ايوب کهڙي جي وزارت کي ختم ڪيو. انهن کي سياسي طور تي هيسائڻ ۽ حقير ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هن جي مٿان PRODA جا ڪيس داخل ڪيا ويا East Bengal ۾ حميدالحق چوڌري جيڪو لياقت جي گروهہ ۾ شامل هو. تنهن سان معمولي اختلاف تي حڪومت مان ڊسمس ڪيو ويو. پوءِ هن جي ڍاڪا ۾ نڪرندڙ واحد روزنامہ 4 انگريزي اخبار Pakistan Observer جيڪا حميدالحق چوڌري جي هئي، ان تي پابندي عائد ڪئي. 14 آگسٽ 1950ع تي لياقت، سهروردي کي هندستان جو ايجنٽ ۽ هندستان جي ڪتي سان تشبيهہ ڏني، مولانا ڀاشاني ۽ مجيب الرحمان کي جيل موڪليو.

پاڪستان ۾ آفيسر شاهي کي ڪنهن مضبوط ڪيو. ڪن جو خيال آهي تہ:-

Jinnah fathered the growth of bureaucracy in Pakistan. He was aware that his lieutenants lacked administrative experience and he depended heavily upon bureaucrats for the administration of new nation, Almost all of the 100 British trained senior bureaucrats had opted for Pakistan were non-Bengalis. They seized upon the absence of a powerful political party and administrative inexperience and weaknesses of politician, began to rule. Pakistan Chaudhary Mohammad Ali the first secretary General of Pakistan and Aziz Ahmed the first Chief Secretary of East Bengal became the real masters of country. Ghulam Mohammad. Head of Punjabi group Sir Zafarullah Khan and Nawab M.H Gurmani ware given positions in the cabinet. (p38).

”پاڪستان ۾ آفيسر شاهي جي سرپرستي جناح صاحب ڪئي، چو تہ هن کي خبر هئي تہ هن جي ساٿين کي ڪو بہ انتظامي تجربو نہ هو ان ڪري حڪومتي معاملات ۾ سرڪاري آفيسرن تي گهڻو انحصار ڪيو، 100 برطانوي طرز حڪومت ۾ تجربو رکندڙ اعليٰ هندستاني آفيسرن جن پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ کي ترجيح ڏني هئي، تن ۾ سيئي غير بنگالي هئا، مضبوط سياسي پارٽي نہ هجڻ ۽ سياستدانن جي انتظامي جي غير موجودگي ۽ سياستدانن جي انتظامي ناتجربيڪاري جو آفيسرن پورو فائدو ورتو پاڪستان تي حڪمراني ڪرڻ لڳا، چوڌري محمد علي پاڪستان جو پهريون سيڪريٽري جنرل مقرر ڪيو. عزيز احمد ايسٽ بنگال جو پهريون چيف سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو، غلام محمد، سر ظفر الله خان ۽ نواب M.H گرماني کي پاڪستان جي ڪابينا ۾ وزارتون ڏنيون ويون.“

مزيد آفيسرن جي ڪردار تي سهروردي لکي ٿو تہ:

The bureaucrats became so dominant that they both formulated state policy and executed it, their hold on central government machinery was totel. They occupied all the positions of departmental secretaries of East Bengal Secretariat...Although Karachi was Capital, the Punjabis, with the two sources of power the army and the bureaucracy- solidly in their control, became the most powerful force in determining the fate of Pakistan (p38).

”آفيسر شاهي ايڏي تي طاقتور ۽ اثرائتي ٿي وئي جو اهي نہ رڳو پاليسي ٺاهيندي هئي پر ان تي عمل پڻ ڪرائيندي هئي، انهن جو مرڪزي حڪومت جي نظام تي مڪمل قبضو هو انهن جو بنگال جي سيني انتظامي ڪاتن جي سيڪريٽرين جي عهدن تي قابض هئا. باوجود ان جي جو ڪراچي پاڪستان جي گاديءَ جو مرڪزي شهر هو. ملڪ جا بہ اهم مقتدر طاقتور ادارا ”فوج“ ۽ ”آفيسر شاهي“ مڪمل طور تي

پنجابين جي تحويل ۾ هئا. جن جي ڪري پاڪستان جي قسمت هنن جي هٿن ۾ هئي."

ملڪ جي قانون سازي کي هر لحاظ کان روڪيو ويو جو ان جي جلد ٺاهڻ سان آزاد اليڪشن ۾ سياسي ۽ انتظامي طاقت جو توازن بدلجڻ جو خطرو شديد هو. جيڪي برسر اقتدار هئا تن کي حالتون سازگار نظر نہ آيون. سهروردي جي خيال ۾:

Punjabi dominated bureaucracy were afraid that once national constitution was formed the Bengalis would attain political power and the systematic exploitation of East Bengal as colony would cease (p 39)

"پنجاب جي آفيسرن کي اهو خطرو لاحق هو تہ جيڪڏهن ملڪ جو قومي قانون نهيو وي تہ پوءِ بنگالي کي سياسي طاقت حاصل ٿي ويندي ۽ ان سان بنگالي جي وسائل جو بحيثيت ڪالوني استعمال ڪرڻ ممڪن نہ ٿيندو."

سنڌ جي سيڪريٽريٽ جي سيني اهم ترين عهدن تي غير سنڌين حاصل ڪيا. پوليس جي اهم عهدن تي پڻ غير سنڌي قابض ٿي ويا، پوليس جي هيٺين عهدن ۽ ڪانسٽيبل جي اڪثريت پڻ غير سنڌين جي ٿي وئي. گذريل 60 سالن جي تجزئي مان ظاهر آهي تہ وفاقي حڪومت ۾ اهم عهدن تي ڪڏهن بہ سنڌي آفيسرن کي ڪم ڪرڻ نہ ڏنو ويو آهي. مرڪزي حڪومت جي اهم انتظامي محڪمن جهڙوڪ:

Trade and Commerce, Economic Affairs, Establishment, PIA, Finance, State Bank, Board of Revenue, Planning Commission.

WAPDA- 60 سالن ۾ مختصر عرصي ڪانسواءِ ڪنهن بہ سنڌ جي آفيسر کي موقعو نہ ڏنو ويو آهي اها مخصوص انهن طاقتور طبقن جي ميراث آهي.

A.R. Akhund ڪجهہ وقت Economic Affairs ۽ Finance جو سيڪريٽري رهيو AGN Kazi WAPDA جو چيئرمين ۽ Planning جو

A.M ,ANG Kazi جي گورنر جي عهدي تي State Bank رهيو ۽ Chairman
Uqaili ۽ Ms اختر گورنر رهي. مظهر صديقي، بينظير جي دور ۾
Establishment سيڪريٽري رهيو. سنڌ ۾ Chief Secretary ۽ آءِ جي پوليس
سدائين غير سنڌي رهيا آهن. سواءِ آءِ جي پوليس بشير صديقي ۽ چيف
سيڪريٽري متوقل قاضي جي P.I.A جو ڪو بہ سربراهہ سنڌي نہ رهيو
آهي. ساڳي حالت ۾ Central Board of Revenue جي آهي. پاڪستان جي
انتظامي ڪارڪردگي ۾ سنڌين ۽ بلوچن کي ڪو بہ حصو نہ آهي. اهي
محڪوم قوم جا فرد آهن. هنن جي قسمت جا فيصلا صرف غير سنڌي
ڪن ٿا. ڊاڪٽر مبشر حسن خان سندس ڪتاب Mirage Of Power ۾
لکيو آهي تہ جڏهن Establishment سيڪريٽري لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي
وزيراعظم پاڪستان ڪنهن سنڌي آفيسر جو نالو تجويز ڪيو تہ ان تي
انتظامي امور جي سيڪريٽري اعتراض ڪندي چيو تہ اهو غير مناسب
ٿيندو. ان مان اهو اندازو ڪيو تہ پاڪستان ۾ سنڌي آفيسرن جي ڪهڙي
حيثيت آهي، ٻاهرين آيل حضرات ڪوڙين ڊگرين ۽ ڪوڙا جنم
سرٽيفڪيٽ ڏئي عرصي دراز کان نوڪريون ڪندا رهيا. پاڪستان ۾
غير سنڌين "جاوا" ٿي ويا.

غلام محمد جيڪو آڊٽ اڪائونٽنس سروس جو آفيسر هو تنهن
کان قائداعظم پهرين وزارت ۾ وزير خزانا مقرر ڪيو هو. اڳتي هلي هي
صاحب ملڪ جو گورنر جنرل ٿي ويو. سڪندر مرزا جيڪو انڊين
پوليٽيڪل سروس جو آفيسر هو سو وزارت دفاع جو سيڪريٽري ٿي ويو.
ان بعد مشرقي پاڪستان جو گورنر ۽ بعد ۾ ملڪ جو گورنر جنرل ٿي
ويو. محمد علي چوڌري سيڪريٽري جنرل جي عهدي تان ترقي ڪري
ملڪ جو وزيراعظم ٿي ويو. سرڪاري آفيسر ملڪ جا سربراهہ ۽ مالڪ
بنجي ويا، سياستدانن جو حڪومت ناهيندا ۽ ڊاهيندا رهيا.

In the decade of 1950s, Pakistan and seven Prime Minister, each intending to carry out five year term by law, What seemed abarant in

the 1950s has now become as sad trademark of Pakistan's feckless political landscape (Fatima Bhutto-Songs of Blood and sword. (p-56)

پاڪستان 1950 واري ڏهاڪي ۾ ست وزيراعظم مقرر ۽ برطرف ٿيا. جڏهن ته هر هڪ جو خيال هو ته هو 5 سالن واري عهدي جو مدو پورو ڪندو اهو تعجب خيز اجوبو هاڻي پاڪستان جي مزحڪخيز سياست جو افسوسناڪ معمول بڻجي ويو آهي. 1947 کان 1970 تائين سنڌ، بلوچستان ۽ N.W.F.P جو ڪو به سياستدان وزيراعظم جي عهدي فائز نه ٿيو. مشرقي پاڪستان مان Parity جي اصول کي قبول ڪرڻ جي معاوضي ۾ حسين شهيد سهروردي کي 1956 تي وزيراعظم جو عهدو ڏنو ويو. جيڪو پڻ 13 مهينن تائين محدود رهيو. پاڪستان جي ٽٽڻ کانپوءِ سياسي حالتون جي مدنظر ذوالفقار علي ڀٽو پهريان صدر مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ پوءِ وزيراعظم رهيو. کيس سياسي ميدان مان خارج ڪرڻ لاءِ قتل ڪيو ويو. اهڙو ئي حشر محترمه بينظير ڀٽو سان ڪيو ويو.

پاڪستان جي مرڪزي بئنڪ جي اڳوڻي گورنر عشرت حسين پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف بئنڪرز ۾ تقرير ڪندي آفيسرن جي طاقت جو تجويز ڪندي فرمايو ته:

With one stroke of pen, bureaucrat can make a person a millionaire or pauper.

"آفيسر پنهنجي قلم جي طاقت سان جيڪڏهن چاهي ته ڪنهن کي ڪروڙپتي بڻائي يا مفلس بنائي ڇڏي."

تاريخي حقيقتن ۽ حماقتن جو بيان ڪرڻ ان ڪري ضروري آهي جو علم جي وسعت. سچ جي کوجنا ۽ پروڙ سان ئي ممڪن آهي پر جي اهي حقيقتون ڪيتريون ئي تلخ ڇو نه هجن. انهن مان افراد جي سوچ ۽ عمل جي فقدان جو پڻ اندازو لڳائي سگهجي ٿو. عطا رباني جيڪو قائداعظم جو A.D.C هو ۽ 7 آگسٽ 1947ع قائد سان گڏ هوائي جهاز ۾

دهلي کان ڪراچي آيو تنهن پنهنجي ڪتاب The Sun shall Rise ۾ لکيو آهي تہ خطائون انسانن کان ٿينديون رهيون آهن.

M A. Jinnah was not infallible after all he was human being. (P.9)

عطا رباني جناح صاحب جي ٽن غلطين جي نشاندهي ڪئي آهي.
پهرين غلطي اها هئي جو 15 آگسٽ 1947ع گورنر جنرل جي حيثيت ۾ غير منتخب آفيسر ملڪ غلام محمد کي وفاقي وزير خزانا مقرر ڪيو ان بعد سر محمد ظفرالله پيو غير منتخب شخص کي وزير امور خارجا مقرر ڪيو ويو.

Late in October. 1947 when tribes were in the outskirts of Srinagar Airfield. Ransacking the area around and busy collecting ransom, the governor-General ordered Lt. General Douglas Gracey then temporarily, in command of Pakistan Army to dispatch one brigade to Kashmir to coordinate and direct the thrust of lashkars to capture the airfield that lay at their feet Lt. General Douglas Gracey ignored the legitimate orders of the Governor General and instead contacted Field Marshal Sir Claude Auchinleck in New Delhi to inform him of the governor general's instructions. Disobedience of orders is a very serious offense in the military, requiring stern disciplinary action. I felt at this point of time the Governor General slipped and agreed to meet Field Marshal Sir Claude Auchinleck for a dialogue, time and situation demanded immediate removal of Lt. General Douglas Gracey form command replacing him with Pakistani officer, with instructions to proceed forthwith his order as already issued for the dispatch of troops to 'guide' the lashkars hovering our the fringes of Srinagar Airfield. Brig M Akbar Khan on furlough had already penetrated into Uri where he had established his headquarters and with his men in control of the 'Pandu' Heights was all poised to wrap up Kashmir operation, once the airfield was captured. The airfield in the hands of lashkars would deny

any Indian reinforcements form Delhi and the trapped Indian garrison in the valley would have had no option but to surrender and the situation in Kashmir would have been reversed of what it is today. (p-17).

"آڪٽوبر 1947 جي آخري ايام ۾ Tribals سرينگر ايئر فيلڊ جي دائري ۾ پهچي چڪا هئا ۽ لٽمار ۾ مشغول هئا. پاڪستان جي گورنر جنرل ان وقت جي عارضي طور پاڪستان فوج جي ڪمانڊر چيف ليفٽيننٽ جنرل ڊگلس گريسي کي حڪم ڏنو تہ يڪدم هڪ بريگيڊ سيالڪوٽ ۽ هڪ راولپنڊي کان پاڪستان فوجي ڪشمير موڪلي وڃي. جيئن لشڪر جي مدد سان اهي سرينگر هوائي اڏي تي قبضو ڪري سگهن. پر انگريز فوجي جنرل انهن احڪامات تي عمل نہ ڪيو. برعڪس ان جي دهلي ۾ فيلڊ مارشل آچنلڪ سان رابطو ڪري گورنر جنرل جي احڪامات کان واقف ڪيو. فوجي نظام ۾ احڪامات جي انحرافي هڪ سخت فوجي ڏوهہ جي سزا ڏني ويندي آهي. منهنجي خيال ۾ گورنر جنرل کان ڪوتاهي ٿي جو هن فيلڊ مارشل آچنلڪ سان گفتگو ڪرڻ لاءِ ملاقات مناسب سمجهي، وقت ۽ حالتن جي اهم تقاضا هئي تہ هڪدم جنرل گريسي کي سندس عهدي تان هٽائي ڪنهن پاڪستان جي آفيسر کي ان عهدي تي فائز ڪري فوجي رسد ڪشمير موڪلي وڃي ها تہ لشڪر جي امداد ڪري سرينگر هوائي اڏي تي قبضو ممڪن بنائين ها.

برگيڊيئر اڪبر خان Uri جي علائقي ۾ پهچي چڪو هو جڏهن Pandu جي پهاڙين تي هن جي سپاهين جو قبضو مضبوط هو. ايئر فيلڊ جي قبضي سان ڪشمير تي فوجي قبضي جو منصوبو مڪمل هو. جو هن کي انتظار هو فوجي قوت سان ڪشميرتي قبضي جو منصوبو تيار هو. ايئر فيلڊ تي قبضي سان دهلي مان هندستاني جي فوجي رسد ممڪن نہ ٿي سگهي ها ۽ هندستان جي فوجن کي هٿيار ڦٽا ڪرڻ کانسواءِ بي ڪا بہ واهہ نہ هئي.

This was most crucial moment in Indo-Pakistan history; prompt implementation of the Governor-General's orders would have given a different dimension to the relations of the newly emerged states of India and Pakistan. The three futile wars and number of battles like Siachin and Kargil that the two countries fought between themselves could have been avoided and the region spared of the tension that constantly is prevailing for last 60 years, (p-17).

وقت جي نزاڪت کان هندستان ۽ پاڪستان جي فوجي تاريخ جو تمام اهم باب هو. گورنر جنرل جي حڪم جي ترت عمل سان ٻنهي ملڪن جا تعلقات مختلف ٿي وڃن ٿا ۽ ٽن بي سود جنگين کان ۽ ننڍن معرڪن جهڙو سياچن ۽ ڪارگل کان نجات حاصل ٿئي ها، هن خطي کي امن حاصل ٿئي ها جيڪو گذريل 60 سالن کان باعث تشويش آهي. مزيد عطا رباني لکي ٿو تہ:

Corollary to the earlier inaction of Governor-General was yet another 'inaction' not ordering court Martial of erring Lt. General Douglas Gracey of Disobedience of Orders. Removal of Lt. General Douglas Gracey from command and ordering his court Martial would have made a great impact and served as a stern warning to army in future adventures. The firmness on the part of Governor-General at the crucial moment of military interaction particularly at that early stage of the history of Pakistan, would have once and for all times, established the authority and supremacy of a democratic civilian government over all institutions of the state including the armed forces. (P-17).

"گورنر جنرل طرفان سندس احڪامات جي نافرماني خلاف ڪو بہ تدارڪ نہ ڪرڻ جي ڪيفيت گريسي خلاف ڪورٽ مارشل نہ ڪرڻ کي سندس عهدي تان سبڪدوش نہ ڪرڻ، ان خلاف ڪورٽ مارشل نہ ڪرڻ مايوس ڪن رويو هو. دراصل گريسي کي ڪمانڊ مان هٽائڻ هن خلاف فوجي ڪورٽ مارشل ڪرڻ سان گورنر جنرل جي مثبت ۽ اصولي

ڪارروائي سان انتظامي ۽ فوجي ادارن مٿان civilian بالادستي قائم ٿي وڃي ها، ڪنهن کي بہ آئيندي جرئت نہ ٿئي ها تہ ڪو بہ فوجي سربراهہ عوامي قيادت جي احڪامات جي خلاف ورزي ڪري ها.“

مزيد وضاحتي طور عطا رباني جيڪو جناح جو A.D.C هو، لکي ٿو تہ:

History is silent on the constraints and compulsions that restrained a strict disciplinarian and firm person like Jinnah from taking action against a defaulting Lt. General Gracey and later surprisingly promoting him to the rank of General and confirming his appointment as commander in Chief of Pakistan Army. This is a mystery and will remain a mystery because the Governor-General in his wisdom on this score confided in no one. (P 17-18).

”تاريخ ان باري ۾ خاموش آهي تہ اهي ڪهڙا اسباب ۽ مجبوريون ۽ رڪاوٽون هيون جن جناح جهڙي مضبوط فطرت ۽ ايثاب واري شخص کي جنرل گريسي خلاف ڪارروائي ڪرڻ کان روڪيو ڪجهہ عرصي کان پوءِ غير منطقي ۽ تعجب خيز انداز ۾ ليفٽمينٽ جنرل گريسي کي ترقي ڏئي جنرل جو عهدو عطا ڪيو ۽ مستقل طور پاڪستان جي فوج جو ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو، اهو هڪ رازِ آهي، جيڪو راز ئي رهندو جو گورنر جنرل پنهنجي دانش ۾ اهو قدم کنيو ۽ ان متعلق ڪنهن کي بہ راءِ ۾ شامل نہ ڪيو.“

ٽيون قدم هو فيصلو جيڪو غير مناسب هو، اهو Urdu کي قومي زبان جو درجو ڏيڻ، ان سلسلي ۾ عطا رباني لکي ٿو تہ:

Governor-General on his visit to East Pakistan in March 1948, without taking East Wing leader into confidence, declared. Urdu the language of just 2% of population, as national language of Pakistan at a public meeting in Paltan Maidan Dacca. (p-18) ...Imposition of Urdu as the national language on the majority of the population of the

country which could not read, write or speak, alienated the people of Estern Wing that comprised 54% of total population of Pakistan. (p-18)

”گورنر جنرل مارچ 1948ع ۾ ڍاڪا جي پلٽن ميدان ۾ جلسي کي خطاب ڪندي اعلان ڪيو تہ ”اردو“ قومي زبان رهندي، جيڪا پاڪستان جي 2 سيڪڙو ماڻهن جي زبان هئي. ان سلسلي ۾ صاحب موصوف مشرقي پاڪستان جي قائدين سان ڪا بہ صلاح مشورو نہ ڪيو ۽ نہ انهن جي راءِ معلوم ڪئي هئي، اردو کي اڪثريت مٿان قومي زبان عائد ڪرڻ انهن مٿان جيڪي اڪثريت ۾ هئا نہ هو اردو سمجهي سگهندا هئا، نہ ئي ڳالهائي سگهندا هئا ۽ نہ لکي پڙهي سگهندا هئا، جن جو مجموعي آدمشماري ۾ 54 سيڪڙو هو انهن کي متنفرڪرڻ جي مترادف هو.“

رضا رباني ڪراچي کي سنڌ کان عليحده ڪري جداگانہ انتظامي علائقو بڻائڻ تي ڪجهہ نہ لکيو آهي، ڪن جو خيال آهي تہ باوجود سنڌ جي حڪومتي سلسلي قيادت ۽ منتخب صوبائي اسيمبلي جي قرار دادن جي قائداعظم جي حڪم تي ڪراچي کي سنڌ کان عليحده ڪيو ويو جنهن جي ڪري سنڌي خائف ٿي ويا. اهڙا خطري کان خالي نہ آهن چئي نہ ٿو سگهجي تہ آئنده ڇا ٿيندو. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان تڪراري فيصلا ٿيندا رهيا آهن. جن ۾ ننڍين صوبن جي قيادت ۽ عوام کي ڪا بہ خاطر خواهہ دسترس نہ رهي آهي. سردار ولڀ ڀائي پٽيل جيڪو هندستان جو گهرو امور جو وزيراعظم لياقت علي خان کي تجويز پيش ڪئي تہ توهان حيدرآباد (دکن) تان هٿ ڪڻون ۽ اسان توهان کي ڪشمير ڏيڻ لاءِ تيار آهيون پر لياقت علي خان ان تجويز کي سردست رد ڪري ڇڏيو. ان مان سندس سياسي بصيرت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو اج ڏينهن تائين هندستان پاڪستان ان تضاد جي ڪري اقتصادي طور تي محدود ۽ مفلوج ٿي ويو آهي، ڪو بہ خاطر خواهہ فيصلو اڃا نہ ٿيو آهي، نہ ئي في الحال ممڪن نظر اچي ٿو جو ٻنهي ملڪ ۾ مفاد پرست

سياستدان ۽ ادارا ان سرد جنگ مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.
ذوالفقار علي ڀٽي جيل جي ڪوٺڙي مان لکيو هو تہ:

The longer the Martial law remains the shorter will be the remaining life of Pakistan.... Sindh will say Khuda Hafiz (Good Bye) before Balochistan and NWFP (Wolpert: Zalfi Bhutto of Pakistan p 326-327).

”جيترو ڊگهو وقت مارشل لاءِ رهندو تہ پاڪستان جو وجود خطري ۾ طرح رهندو. هن اڳڪٿي ڪئي تہ سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد کان اڳ ۾ خدا حافظ چوندا.“ جيئي نہ ٿو سگهجي تہ مستقبل ۾ ڇا ٿيندو.
سنڌ ۾ زميندار گهڻو ڪري مقروض رهندا هئا. هن جا اڏنگا خرچ هنن کي هندو سيٺين کان قرضن وٺڻ تي مجبور ڪندا هئا. قرضن جي حصول لاءِ هو پنهنجون زمينون گروي رکندا هئا. آهستي آهستي زميندار ڪنگال ٿيندا ويا ۽ زمينون سيٺين جي هٿ چڙهي ويون ان صورت جي ڪري Sind Land Alienation Act سنڌ جي صوبائي اسيمبلي پاس ڪيو جنهن ۾ سيٺيون زمينن جا مالڪ نہ ٿي سگهيا. قرضين کي ڪجهہ تحفظ ڏنو ويو هو ”جيئن جو قرض واپس ڪري سگهن“ ايتري ۾ پاڪستان ٺهي ويو ۽ ان Sind Land Alienation Act ان وقت جي وفاقي حڪومت قانون طور نافذ ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جنهن ڪري اهي سڀ زمينون جيڪي هندن کي قرض جي وصولي ۾ مليون هيون سي زميندارن کي واپس ٿيڻ بدران ”متروڪا املاڪ“ ۾ شامل ڪري مهاجرن کي ڏنيون ويون پنجاب جي حڪومت پاڪستان ٺهڻ کان ڪافي اڳي Punjab Land Alienation Act پاس ڪيو هو. جنهن ڪري مسلمانن قرضين جون زمينون هندن سيٺين جي ملڪيت نہ بڻجي سگهيون. قرض جي ادائگي کانپوءِ اهي زمينون اصلي مالڪن کي واپس مليون. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ جيڪي بہ اقتصادي، مالياتي ۽ انتظامي پاليسيون مرتب ڪيو ويون. اهي سنڌين جي مفاد ۾ نہ هيون. ڇو جو پاليسين مرتب ڪندڙ صاحب اقتدار جي اڪثريت مخصوصي طبقي ۽ مخصوص علائقي جي آفيسر شاهي سان منسلڪ هئي.

ان جي ڪري پاليسين جو رخ مخصوص مفادن تي ٻڌل هو. "وفاقي نظام" بدران "وحدانيت" واري نظام کي ترجيح ڏني وئي. صوبن جي حڪومتن کي مفلوج بڻايو ويو. هر قسم جو قانون پابندين جي ڪري صوبائي حڪومتون مرڪزي حڪومت جي اجازت کانسواءِ ڪجهه به نه پئي ڪري سگهيون لياقت علي خان پاڪستان جو پهريون ناقبل يعني اڻ چونڊيل وزيراعظم هو ۽ ان وقت Establishment جنهن ۾ ڪثير تعداد I.C.S آفيسرن اچي پاڪستان ۾ وارد ٿيا هئا جنهن جو واسطو U.P, C.P Bihar, Madras Bombay سان هو انهن جي مشورن سان حڪومت ڪندو رهيو. پاڪستان جڙڻ ته هن ۽ هن جي ساٿين لاءِ مال غنيمت هو. جيڪو پيو وٺين اهو پئي ڪيائون. فيصلن ڪرڻ ۾ مشاورت جو ڪو به نالو نشان ڪو نه هو. "عقل ڪل" جي اثر هيٺ يڪطرفا فيصلا ڪندا رهيا جيڪي ملڪ لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيا.

پاڪستان جي مقامي سياستدانن سان سندس پاليسي Confrontation and Non Conciliation جي هئي. دوستن جي بجاءِ دشمن وڌيڪ بڻائين. جنرل رٽائرڊ ڪي.ايم عارف (K.M Arif) پنهنجي ڪتاب Estranged Neighbors India-Pakistan 1947-2010 گريسي جو هڪ لکيل خط 14 May 1963 جيڪو اڻ ڇپيل آهي تنهن ۾ پنهنجي هڪ دوست Hashmi ڏانهن موڪليو هو ان وقت جي وزير دفاع ۽ وزيراعظم لياقت علي خان جي باري ۾ لکي ٿي ته:

All the time I was in Pakistan. I was stopped by Liaquat and his Government from taking aggressive action in Kashmir. His words to me were if you have success in Kashmir (which we could have had before the cease fire) It will topple Nehru off his throne and that would mean that lives of 60,000,000 Muslims in India would not be worth a damn, let them write what they want to, my conscious is clear and it does no good at all in trying to explain anything However this is the truth for you alone (p 155).

"جيڪو وقت مان پاڪستان ۾ هئس لياقت ۽ سندس حڪومت مون کي ڪشمير ۾ سخت گير Aggressive Action کڻڻ کان روڪيندو رهيو. هن جو چوڻ اهو هو ته جيڪڏهن توکي ڪشمير ۾ ڪامياب حاصل ٿي (جنگ بندي کان اڳ ممڪن هئي) ان جي نتيجي ۾ نهرو جي حڪومت جو خاتمو ٿي ويندو. ان جي ڪري هندستان ۾ 60,000,000 مسلمانن جي حالت ناقابل بيان ٿي ويندي، منهنجو ضمير مطمئن آهي، بين کي جيڪو وٽي سو لکن مزيد وضاحت ڪرڻ بيسود آهي." بهر صورت هي سڀ سچ آهي ته لياقت علي خان حڪومت هلائڻ جو ڪو گهڻو تجربو نه هو. هن ڪنهن صوبائي يا مرڪزي حڪومت جي ڪنهن عهدي تي اڳي ڪڏهن به ڪم نه ڪيو هو. سواءِ Interim Govt. عارضي حڪومت ۾ وزير خزانا جي عهدي تي مسلم ليگ طرفان قائداعظم کيس نامزد ڪيو هو. شاهد جاويد برڪي پنهنجي ڪتاب "50 Years of Pakistan پاڪستان 50 سال " لياقت علي خان لاءِ لکي ٿو ته:

Liaquat was political figure of considerably smaller stature when he assumed Jinnah,s mantle. (P-29)

لياقت جي سياسي حيثيت بمقابل قائد خصوصي اهميت واري نه هئي، لياقت علي خان جي سياسي زندگي ۽ پاڪستان جي وزيراعظم متعلق ڪو خاص ڪتاب نه لکيا ويا آهن. پاڪستان ۾ واحد ڪتاب Liaquat Ali khan his Life and Work محمد رضا ڪاظمي لکيو آهي جيڪو آڪسفورڊ پريس ڪراچي طرفان 2003 ۾ ڇاپيو ويو ان ۾ لکي ٿو ته:

Constitutionally and personally Liaquat's relation with Jinnah ceased to be smooth. (P-289).

جناح سان لياقت علي جا ذاتي ۽ آئيني ۽ قانوني تعلقات بهتر نه هئا. لياقت علي خان جي سياسي ڪارڪردگي بحيثيت وزيراعظم سخت نقطه چيني جا باعث هئي ان سلسلي ۾ رضا ڪاظمي لکي ٿو ته:

The harshest criticism Liaquat would face would be from his own countrymen-and most it would be directed to his failure to give Pakistan a Constitution. Another strand of criticism would lead to the charge that the Prime Minister had no Constituency in the country he had helped to create. Yet it would be by bullet rather than ballot that Liaquat Ali Khan would have to be removed. (P-290).

لياقت علي خان جي جيڪي سياسي ڪوتاهي جا الزام عائد ڪيا ويا هئا تن ۾ پهريون هو هن پاڪستان لاءِ آئين مرتب نہ ڪيو ٻيو پاڪستان ۾ اليڪشن ۾ شرڪت لاءِ ڪرڻ لاءِ هن ڪو بہ علائقو نہ هو. بل آخر لياقت علي خان کي گولي سان بجاءَ ووٽ ذريعي هٽايو ويو. ڪيترين نقادن جو اهو تجزيو آيہ تہ ملڪ جي لاءِ Constitution آئين ان ڪري نہ ٺاهيو ويو جو ان جي نفاذ سان اليڪشن ڪرائڻ لازمي ٿي پوي ها. ان جا نتيجا پراميد نظر نہ پئي آيا. ان ڪري بهتر اهو محسوس ڪيو ويو تہ مروج نظام کي قائم ۽ دائم رکجي. جيڪڏهن لياقت علي خان سنڌ جي سياستدانن سان پنهنجو رويو دوستانہ فياضي وارو رکي ها تہ سندس حشر اهو نہ ٿئي ها جيڪو ٿيو. پاڪستان ۾ اڪثريتي صوبي جا سياستدان هن کان خائف هئا. هر صورت ۾ هن کي هٽائڻ جي ڪوشش ۾ مشغول هئا. عجب حقيقت اها آهي تہ پنجاب ۾ صرف غير پنجابي سياستدان قتل ڪيا ويا آهن. لياقت علي خان کي عام جلسي ۾ گولي هڻي قتل ڪيو ويو ڊاڪٽر خان صاحب جيڪو ون يونٽ حڪومت ۾ مغربي پاڪستان جو وزيراعظم هو ڪيس خنجر هڻي قتل ڪيو ويو سنڌ جو راڻو ذوالفقار علي ڀٽو ملڪ جو وزيراعظم هو تنهن کي غيرقانوني انداز ۾ پنجابي ججن ذريعي موت جي سزا ڏني وئي، سنڌ جي راڻي بينظير ڀٽو کي سرعام راولپنڊي جي لياقت باغ ۾ تقرير کان پوءِ قتل ڪيو ويو. اڄ ڏينهن تائين صرف غير پنجابي سياستدان قتل ڪيا ويا آهن. ڇوءِ ڇا جي لاءِ اهو تاريخ دانن لاءِ باعث جستجو هئڻ گهرجي.

لياقت علي خان جي قتل ۾ طاقتور طبقا شامل هئا. جنهن ڪري تفتيشن جو ڪو بہ نتيجو نہ نڪتو. عوامي آواز 10 جون 2008 ۾ وجاهت

مسعود جو مضمون بعنوان "لياقت علي خان ڪنهن ۽ ڇو ماريو" وزيراعظم خواجہ ناظم الدين لياقت علي جي قتل جي جاچ انسپيڪٽر جنرل اعتزاز الدين حوالي ڪئي. اعتزاز الدين بيگم لياقت علي خان کي ٻڌايو تہ قاتلن جي ويجهو پهچي چڪو آهي. 20 آگسٽ 1959ع تي هو مذڪوره ڪيس جي تحقيقات جي سلسلي ۾ ائير فورس جي جهاز ۾ پشاور وڃي رهيو هو تہ جهلم ويجهو جهاز کي باهہ لڳي وئي، اعتراز سميت سمورا مسافر موت جو کاڄ ٿي ويا. جڏهن تہ لياقت علي خان جي قتل جا اهم دستاويز سڙي رک ٿي ويا. لياقت علي خان جي قاتل سيد اڪبر کي موقعي تي سرڪاري پستول سان قتل ڪندڙ انسپيڪٽر محمد شاهہ اوچتو مالدار ٿي ويو. هن پوليس جي نوڪري تان برطرفي کان پوءِ لائلپور ۾ ڪپڙي جو ڪارخانو هنيو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ کيس گجرات جي ڳوٺ مدينہ ۾ نامعلوم ماڻهن کي گولي هڻي ماري ڇڏيو. لياقت علي خان منفرد ۽ متضاد شخصيت جو مالڪ هو. سندس حڪومت جي Governance جو دارو مدر U.P C.P Bihar, Madras, Bombay جي I.C.S آفيسر شاهي سان منسلڪ هئو. سياسي بدنيتي هن جو حڪومتي انداز مان عيان هئي، سنڌين کي حقير، فقير سمجهڻ لڳا جڻ هن ملڪ جا اهي فاتح والي آهن، قبضي واري ذهنيت جو مظاهرو ڪندا رهيا آهي "سڀ ڪجهہ همارا هئي" تازو آڪسفورڊ پريس ڪراچي طرفان ڪتاب Interpreting the Sindhi World-Essays on Society and History, Michael Bovin an Mathew A Cook. جيڪو ايڊٽ ڪيو آهي، ان ۾ لتا پارواڻي جو لکيل مضمون بعنوان Myth of Jhulay Lal ۾ موصوفہ لکي ٿي تہ:

After partition along with steady influx of refugees Sindhis were faced with a rapidly changing political scenario. Karachi became the Capital of Pakistan. Its designation as 'Federal Capital Area' followed by the later implementation of One Unit scheme, meant that even though they had not lost their homeland, Sindhi Muslims too faced a marginalization similar to that faced by their Hindu compatriots in India.

Political Side lining was accompanied denigration of Sindhi language and culture evident at the highest levels of governance for instance Liaquat Ali Khan remarked "What a Sindhi culture except driving donkeys and camels." (21).

"ورهاڱي جي نتيجي ۾ هندستان مان مهاجرين جا قافلا سنڌ ۾ اچي وارد ٿيا، سنڌ جي سياسي صورتحال تبديل ٿيندي وئي، ڪراچي کي پاڪستان جي گادي مرڪز بنايو يو. وسيع علائقي تي قبضو جمائي ان کي وفاقي گاديءَ جو علائقو بنايو ويو. ان بعد ون يونٽ اسڪيم کي نافذ ڪري سنڌ جي تشخص کي ختم ڪرڻ جون ڪوششون ٿيون. سنڌي مسلمانن سان اها روش ڪئي جيڪا سنڌي هندن سان هندستان ۾ ڪئي وئي، ڪين غير اهم سمجهي ڪنداٺو ڪيو ويو سياسي ڪنارا ڪشي سان گڏوگڏ سنڌي ثقافت ۽ ٻولي کي ملڪ جي حڪمراني طبقي غير اهميت واري انداز ۾ سلوڪ ڪيو ويو."

"انهي حد تائين جو لياقت علي خان چيو ته ڪهڙي سنڌي ثقافت سواءِ ان جي جو هو گڏهه ۽ اٺ هلائڻ" انهن خيالن جو مزيد اظهار لياقت علي خان سنڌ مسلم ليگ جي صدر علي اڪبر شاهه ۽ هن سان گڏ وفد سان ڪيو Suranjan Das پنهنجي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب Kashmir and Sindhi (انگريزي ۾) جيڪو لنڊن ۾ 2001 Anthem Press ۾ ڇپيو ان جي ڪتاب جي پيج 114 تي درج آهي، اهڙي سوچ جي اڳڪتي مولانا عبدالڪلام آزاد پنهنجي ڪتاب India Wins Freedom جي صفحي 246 تي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي ڪئي آهي.

Many of the rulers of new state were selfish people who had come in public life for the sake of personal interest. A majority of the leaders of new state came from U.P, C.P, Bihar, Madras, and Bombay. In most cases, they could not even speak the language of the areas which now formed Pakistan. There was thus a gulf between the rulers and the ruled in the new state. These self imposed leaders feared that if free election were held, most of them had very little chance of even

being returned. Their aim therefore was to postpone the elections as long as possible and to build up their fortunes and their power in the country. (p225-226)

”گهڻي ڀاڱي جيڪي عوامي خدمت جي بهاني سياست ۾ آيا انهن جو بنيادي مقصد پنهنجي ذاتي مفادات تي مبني هو. نئين سياسي قيادت جي اڪثريت جو واسطو بلخصوص يو پي، بهار ۽ بمبئي سان منسلڪ هو. گهڻو ڪري جن علائقن ۾ اهي وڃن وارد ٿيا، اتان جي مقامي ماڻهن جي زباني کان نہ رڳو غير واقف هئا نہ انهن جي زبان ڳالهائي پئي سگهيا. ان جي نتيجي ۾ حڪمران ۽ مقامي عوام جي وچ ۾ خليج وڌي ويو. خودساختہ ليڊرن کي فڪر لاحق هو تہ جيڪڏهن آزاد اليڪشن ٿيون تہ هنن جو چونڊجڻ ممڪن نہ هو. ان ڪري انهن جي هر ممڪن اها ڪوشش هئي. هر حربو استعمال ڪري اليڪشن کي روڪيو وڃين جيستائين اهي ٻاهريان آيل ليڊر پنهنجي پاڻ کي طاقتور ڪري املاڪ حاصل ڪن.

مولانا آزاد متحد هندستان جو وڏو حامي هو. هن جون ڪوششون هيون تہ مسلمانن سان مفاهمت ڪري انهن کي جائز حقوق ڏنا وڃن. 26 اپريل 1946ع تائين مولانا آزاد ڪانگريس صدر رهيو. هن جي عظيم غلطي اها هئي تہ هن جواهر لال نهرو کي بمقابل ولڀ ڀائي پٽيل جي ڪانگريس جي صدر جي انتخاب لاءِ مدد ڪئي. جواهر لال نهرو صدر جو انتخاب ۾ ڪاميابي کانپوءِ غير مخلصانا رويو اختيار ڪيو. جنهن جي ڪري ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ خليج وڌي ويو ۽ پاڪستان ناگزير ٿي پيو.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان قبضا گروهہ پنهنجي لٽ مار واري ڪارروائي ۾ جنبي ويا. سنڌ هنن جي لاءِ مالي غنيمت هو هندن جي املاڪ تي قبضو ڪري ڪروڙ پتي ٿي ويا. مقامي ماڻهو مسيڪن جا مسڪين رهيا. ملڪ جي سياست ۽ املاڪ تي قبضو جمائڻ لاءِ هر قسم جا حربا استعمال ڪيا ويا. لياقت علي خان هر لحاظ کان مهاجرن کي

ورسائڻ ۽ مالدار بنائڻ جي ڪوشش ۾ مشغول رهيو هن طرفان اختيار ڪيل پاليسين تي هن ۽ گورنر جنرل جناح صاحب جي وچ ۾ تفرقو ۽ تضاد وڌي ويو. هن سلسلي ۾ Stanley Wolpert پنهنجي ڪتاب Jinnah Of Pakistan ۾ لکي ٿو تہ:

Jinnah's relations with his closest colleagues deteriorated rapidly in the final month of his life, as he grew weaker and daily more conscious of the imminent death, he was less patient with inefficiency and ineptitude, more easily angered by the usual excuses for not getting anything done, before dying he naturally wanted to see significant progress in his struggling infant land, in mid April at a private and exclusive lunch' at the Nawab of Bahawalpur's house Jinnah called Liaquat 'mediocre' in luncheon conversation with M A Khuhro the then Chief Minister of Sind, (p360).

جڏهن لياقت کي ان گفتگو جي خبر پئي تہ هن پنهنجي عهدي جي استعيفيٰ ڏياري موڪلي، جيڪا گورنر جنرل قبول نہ ڪئي، باوجود ان جي لياقت ۽ جناح جي درميان شديد اختلاف رهيا. لياقت جي هر ممڪن ڪوشش اها رهي تہ هو پنهنجي منشا مطابق وزيراعظم جا اختيار بلا روڪ ٽوڪ ۽ جواز جي استعمال ڪندو رهي.

قائداعظم محمد علي جناح پنهنجي شديد بيماري جي باوجود ڪشمير جي مسئلي ۾ تمام گهڻي دلچسپي وٺندو هو.

On the October 27 as soon as Governor General Jinnah learnt of India's airlift to Sirnagar, he ordered this acting Commander in Chief (General Messarry was on leave) General Sir Douglas to move two brigades of Pak Army in to Kashmir .... One from Sialkot and other from Rawalpindi, the Sialkot army was on march to Jammu take the city and make Maharaja a prisoner, the Rawalpindi Column was to advance to Srinagar and capture city, Such strategic action could have secured Kashmir for Pakistan while saving Srinagar from 'tribal

anarchy' General Gracey refused to accept those orders from his Governor General informed Jinnah that "he was not prepared to issue instructions which would inevitably lead to armed conflict between two dominions and withdrawal of British Officers, without approval of the Supreme Commander" (Field Marshal Auchinleck). (Stanley Wolpert: Jinnah of Pakistan p 350).

"27 آڪٽوبر تي جڏهن گورنر جنرل جناح کي خبر پئي تہ هندستان پنهنجون فوجون هوائي جهازن ذريعي سرينگر پهچائڻ جو منصوبو تيار ڪيو آهي، تہ ان وقت جي پاڪستان جي افواج عارضي برطانوي ڪمانڊر-ان چيف (ان وقت جنرل ميسروي موڪل تي هو) جنرل ڊگلس گريسي کي حڪم ڏنو تہ هو هڪدم پاڪستاني افواج جي ٻن Brigades کي ڪشمير ۾ موڪلي، هڪ ڊويزن روالپنڊي ۽ ٻي سيالڪوٽ مان سيالڪوٽ واري پاڪ فوج کي جموں طرح موڪلڻو هو تہ جيئن شهر تي قبضو ڪري مهاراجا کي قيدي بڻائي. راولپنڊي واري فوج جو جٿو سرينگر طرف پيش قدمي ڪري شهر تي قبضو ڪري عملن اهڙي قسم جي اهم فوجي حڪمت عملي سان پاڪستان ڪشمير حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ها. سرينگر قبائلي جٿن جي ظلم ۽ تشدد کان بچي وڃين، جنرل گريسي پاڪستان جي گورنر جنرل جي احڪامات تي عمل کان انڪار ڪيو جناح صاحب کي ٻڌايو تہ هو اهڙي قسم جا احڪامات جاري نہ ڪندو جو ان جي ڪري ٻنهي ملڪن هندستان ۽ پاڪستان ۾ مسلح لڙائي جا امڪانات ممڪن آهن، برطانوي آفيسرن کي پڻ الڳ ڪيو ويندو. هو اهڙو احڪامات سپريم ڪمانڊر فيلڊ مارشل اچانڪ جي اجازت کان سواءِ نہ ڪندو. "

انهن احڪامات جي انحرافي جي ڪري هندستان پنهنجون فوجون سرينگر ۾ وڏي تعداد ۾ گڏ ڪري فوجي طور تي ڪشمير تي قبضو جمائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. انهيءَ انحرافي جي پاداش ۾ جنرل ڊگلس گريسي خلاف ڪو بہ فوجي قانوني ايڪشن نہ ڪنيو ويو پر اڳتي هل هن کي Brigadier تان ترقي ڏئي Major General ڪيو ويو ۽ جنرل

ميسروي کي مدو ختم ٿڻ تي پاڪستان جي فوج جو Commander-in-Chief بنايو ويو.

ڪشمير جي تنازعي جي ڪري جناح صاحب ڪراچيءَ مان لاهور پهتو.

Stanley Wolpert لکي ٿو تہ:

"Having just flown in from Karachi Jinnah was in Lahore at this time and stayed with Mudie, who was 'most aggressive and abusive' to Gracey over the phone, wanting to know "why the hell Gracey was not carrying out. Mr. Jinnah's Orders, what had it got to do with Supreme Commander? What did it matter if withdrawn? Could he not send the troops in without British officers? Mr. Jinnah insisted on Orders being issued at once. (Stanley Woplert: Jinnah of Pakistan p 350).

جناح ڪراچي کان جهاز ۾ لاهور پهتو ۽ پنجاب جي گورنر موڊي وٽ ترسيو. فون تي گفتگو ۾ گورنر موڊي جنرل گريسي سان سخت لهجي ۾ گفتگو ڪئي. هن کان پڇيو تہ ڇو هن جناح جي احڪامات جي انحرافي ڪئي آهي، جيڪڏهن برطانوي آفيسرن کي پاڪستان جي فوج جي جٿن مان هٽائڻ ڪو مسئلو نہ آهي، پاڪستاني فوجي برطانوي آفيسرن کان سواءِ ڇو موڪلي نہ ٿو سگهجي. گورنر جنرل جناح جو اهو اسرار هو تہ سندس حڪم تي يڪدم عمل ڪيو وڃي جنرل گريسي.

"General Gracey was great Disgrace to Pak Forces."

هن کي هڪدم هٽائڻ مقصود هو. پاڪستان جي اوائلي دور ۾ عجيب ۽ غريب فيصلا ٿيندا رهيا، جنهن جو ڪو بہ مناسب جواز موجود نہ آهي، پاڪستان ۾ سرڪاري آفيسرن جي حڪمراني رهي. حسين شهيد سهروردي جي يادگيرين جي ڪتاب.

Memoires of Shaheed Suharwardy ۾ موصوف لکيو آهي تہ:

Almost all 100 British Trained senior bureaucrats who had opted for Pakistan were non Bengalis, They seized upon the absence of a powerful

political party and administarative inexperience and weekness of politicians and began to rule Pakistan Choudhar Mohammad Ali the First Secretary General of Pakistan and Aziz Ahmed the first Secretary General of East Bengal became real master of the country Gaullam Mohammad the head of Punjabi group. Sir Zafarulalh Khan and Nawab M H Guramani ware given the positions in the Cabinet However Jinnah did not appoint a single bureacucrat turned Politician to a Cabinet post.

"100 برطانوي دور جا تربيت يافتہ اعليٰ سرڪاري آفيسر جن پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ کي ترجيح ڏني، سي سڀ غير بنگالي هئا، مضبوط سياسي پارٽيءَ جي خبر موجودگي ۾ ناتجربيڪار ۽ نااهل سياستدانن جي ڪمزورن جي ڪري موقعي مناسب جو فائدو وٺندي حڪومت تي قابض ٿي ويا. چوڌري محمد علي پاڪستان جي پهريون سيڪريٽري جنرل ۽ عزيز احمد بنگال جو پهريون چيف سيڪريٽري ملڪ جا اصلي مالڪ ٿي ويا."

سهروردي جي خيال ۾ قائداعظم جي رحلت ڪانپوءِ:

Left Pakistan in the hands of mediocre and greedy politicians, this led to the emergence of fascism in Pakistan under the leadership of Prime Minister Liaquat Ali Khan.

"پاڪستان غير معقول ۽ حرس پرست سياستدانن جي ور چڙهي ويو ان ڪري پاڪستان ۾ لياقت علي خان جي قيادت ۾ فاشسٽ نظام رائج ٿي ويو."

Bureaucratic became so dominant they both formulated state policy and executed it. their hold on central government machinery was total. They also occupied all the positions of departmental secretaries and East Bengal Secretariat and frustrated the demands and aspirations of the Bengalis. To consolidate their hold. they even joined hands with both the Muslim League politicians and the army the later was mostly drawn from the Punjab plan. Although Karachi was the Capital

the Punjabis with two sources of power-army and the bureaucracy-solidly in their control, became the most powerful force in determining the fate of Pakistan.[2]

نوڪر شاهي ايڏي تي تہ طاقتور ٿي وئي جو ان جو غلبو رياستي پاليسيون مرتب ڪرڻ ۽ ان تي عمل ڪرائڻ ۾ عيان هو. ايسٽ بنگال جي سيڪريٽري سيني ڪاتن جي سربراهن جا عهدا هنن جي تحويل ۾ هئا. پنهنجي پوزيشن کي مزيد مستحڪم ڪرڻ لاءِ هنن مسلم ليگ جي سياستدانن ۽ فوج جنهن جو واسطو پنجاب سان هو لاڳاپا مضبوط ڪيا. حالانڪہ ڪراچي پاڪستان جي گادي جو هنڌ هو. پنجابي طاقت جي اهم سرچشما فوج ۽ نوڪر شاهي مڪمل طور هنن جي تحويل ۾ هئا. ڪري اهو تمام طاقتور طبقو پاڪستان جي قسمت جا فيصلا ڪرڻ لڳو. پاڪستان جي قسمت جا فيصلا عجيب انداز ۾ ٿيندا رهيا."

حقيقت پاڪستان جو وزيراعظم ايسٽ بنگال مان سهروردي کي ٿيڻ کپندو هو پر ان ذاتي Prejudices and Preferences هيٺ غير مناسب سياستدانن کي غير معمولي عهدا ڏنا ويا جيڪا روش اڃا تائين قائم آهي. لڳي ٿو تہ پاڪستان ۾ Peter Principle جو اطلاق عام آهي.

Higher the degree of incompetence greater the chance of promotion.

لياقت علي خان، حسين شهيد سهروردي جي قابليت، تجربي، سياسي قدآوري کان خائف هو. ساڳي ڪيفيت خواجا ناظم الدين جي هئي.

In East Bengal its League Primer, Khawaja Nazimuddin imposed on 3rd June 1948, a ban on his entry (Suhrawardy) in to province as injurious to public peace, had him arrested and ousted from Dhaka (P 35)[3].

---

[2] Ed. Mohammad H.R. Talekdar: Memoirs of Huseyn Shaheed Suharwardy, Oxford University Press, Karachi 2009, 36-37-38

[3] Ibid p-35

ايسٽ بنگال جي ليگ جي وزيراعليٰ خواجہ ناظم الدين سهروردي تي صوبي ۾ اچڻ تي 3 جون 1948ع تي پابندي عائد ڪئي تہ سهروردي جو بنگال ۾ داخل ٿيڻ عوامي صلح ۽ سانت ۾ رخنو وجهندو هن کي گرفتار ڪري پاڪستان کان بيدخل ڪيو ويو حالانڪہ سهروردي ايسٽ بنگال جي وزيراعليٰ جو مستحق هو جو هو متحده بنگال جو وزيراعليٰ رهي چڪو هو لياقت علي خان خواجہ نظام الدين کي وزيراعليٰ بنايو. لياقت علي خان بابت سهروردي لکيو آهي تہ:

Liaquat Ali Khan who hailed from the United Province in India had no political base in Pakistan and was always fearful of his ability to maintain power. Therefore to consolidate his influence he became a meglomaniac and intolerant towards political opponents. He dismissed the Punjab Mamdot's Ministry and Ayoub Khuhro Ministry in Sind and harassed them with Public and Representative Offices Desqualification Act 1949 (PRODA) Hameed ul Hq belonged to his group but after a slight disagreement with him, he was dismissed from Government and compelled to face (PRODA. Hameed ul HQ Chaudhry's "Pakistan Observer", the leading Dhaka English dialy was banned. He became paranoiac towards any form of opposition. He called Suhrawardy "Dog let loose by India" dubbing him as Indian agent and sent Maulana Abdul Hammed Khan Bashani and Mujib ur Rehman to jail. He appointed Choudhary Khaliquzzaman, an elderly politician, President of Muslim League (PML) but when difference between them arose, he sent League Volunteers to stone his house Choudhary Khaliquzzaman resigned for his and his family's safety, where upon Prime Minister assumed the presidency of the ruling party as well as, soon to convert the PML, successor of AIML, into a close co-operation, in fact Liaquat Ali Khan was moving steadily towards establishment of one party state.[4]

---

[4] Memoirs of Huseyn Shaheed Suharwardy p-40.

”لياقت علي خان هندستان جي UP صوبي جو رهاڪو هو پاڪستان ۾ ڪيس ڪا بہ سياسي بنيادي حيثيت نہ هئي، ان ڪري مستقل طور پنهنجي منصب قائم رکڻ لاءِ خوف ۽ خطرن ۾ مبتلا هو پنهنجي سياسي حيثيت کي مستحڪم ڪرڻ پنهنجو رسوخ وڌائڻ ۾ غير مناسب ۽ غير معمولي حد تائين مشغول هو سياسي مخالفن خلاف سندس قوت برداشت نالي ماتر بہ نہ هئي، هن پنجاب ۾ ممدوت حڪومت ۽ سنڌ ۾ ايوب کهڙي جي وزارت کي برخواست (Dismiss) ڪيو جنهن کي مزيد هيسائڻ ۽ خوفزده ڪرڻ لاءِ PRODA جي ڪاروائين جو آغاز ڪيو ويو. چوڌري حميد الحق جنهن جو سندس سياسي گروپ سان واسطو هو تنهن سان ڪنهن معمولي معاملي تي اختلاف راءِ جي ڪري هن کي حڪومت مان خارج ڪيائين ۽ سندس اخبارPakistan Observer جي ڇپڻ تي پابندي لڳائي PRODA جون ڪاروايون شروع ڪيائين. مستقل خوف جي ڪيفيت ۾ رهندو هو مخالفت کي منهن مقابل ٽيڻ جي قوت کان محروم هو پاڪستان جي ٽئين آزادي واري ڏينهن 14 August 1950 تي لياقت علي خان، سهروردي خلاف نازيبا الفاظ استعمال ڪندي چيو تہ ”هو ڪتو آهي جنهن کي هندستان ڇڙواڳ ڪيو آهي، مطلب تہ هو هندستان جو ايجنٽ آهي، مولانا ڀاشاني ۽ مجيب الرحمان کي جيل ۾ قيد رکيو چوڌري خليق الزمان کي مسلم ليگ جو صدر مقرر ڪيائين پر پوءِ اختلاف هئڻ تي مسلم ليگ جي ڪارڪنن ذريعي هن جي گهر تي پٿراءُ ڪرايائين. خليق الزمان پنهنجي جان بخشي لاءِ مسلم ليگ جي صدارت تان استعيفيٰ ڏني، ٿوري عرصي ڪانپوءِ لياقت علي خان پاڻ مسلم ليگ جو صدر ٿي وينو لياقت علي ڪجهہ فهم، خود اعتمادي، خلوص ۽ فياض جي خصوصيتن کان بي نياز هو. ”سنڌي ثقافت لاءِ چيائين جو اها صرف گڏهن ۽ گهوڙن سان واسطو رکي ٿي.“ لياقت علي خان خاص بل پاس ڪرائي سهروردي کي قومي اسيمبلي جي ميمبري تان خارج ڪرايو. هندستان جو ورهاڱو ڇو ٿيو ۽ ڪيئن ٿيو؟ ان جا ڪهڙا اسباب هئا؟ يا هو ناممڪن Inevitable هو ڪانگريس جي قيادت

جو سياسي ڏيوالو هٿ ڏرمي، اڪثريتي بالادستي، ان جا نامناسب پهلو هئا. جن هندستان جي ورهاڱي کي ممڪن بنايو اهي تي اهم سياستدان ـ موهن داس گانڌي، نهرو ۽ پٽيل هئا. ان حقيقت جي وضاحت مولانا عبدالڪلام آزاد پنهنجي ڪتاب India Wins Freedom ۾ درج ڪئي آهي تہ:

Among congressmen the greatest supporter of partition was Sardar Patel.[5]

ورهاڱي جو وڏو اهم ڪردار ۽ مددڪار ۽ معاون گانڌي هو. Cabinet Mission Plan مجموعي طور تي ڪارنگريس ۽ مسلم ليگ قبول ڪئي هئي ۽ ان تي عمل ٿيڻو هو. نهرو ڪانگريس جو نئون صدر منتخب ٿيو ۽ ڪيبينيٽ مشن اسڪيم کي غير ضروري ۽ اڻ سنڌي طرح ان کي رد ڪيو.
جنهن تي مسلم ليگ پنهنجو موقف پيش ڪندي چيو تہ:

The Muslim League Council had accepted Cabinet Mission Plan in Delhi as it was assured that the Congress also had accepted the Scheme. The Plan would be the basis of the future Constitution of India. Now that the Congress President had declared that Congress would change the scheme through its majority in the Constituent Assembly, this would mean that minorities would by placed at the mercy of majority (p 165).

مسلم ليگ جي قبضا گروهہ پاڪستان جي نئين حڪومت ناهي، ان سلسلي ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد بصيرت افروز انداز ۾ لکيو آهي تہ:

The result was that when the new state was of formed, power came into the hands of people who had no record of service of sacrifice. Many of the rulers of new state were selfish people who had

[5] Maulana Abdul Kalam Azad India Wins Freedom. Orient Black Swan, Hyderabad, India 2009, 9-225 Complete Version.

come in public life for the sake of personal interest. A majority of the leaders of new state came from U.P C.P Bihar, Madras, Bombay, in most cases they could not even speak the language of the areas which now formed Pakistan. There was thus a gulf between the rulers and the new state. These self imposed leaders feared that if free elections were held, most of them had very little chance of even being returned. Their aim therefore was to postpone the elections as long as as possible and to build up their fortunes and their power in the country. Ten years have passed and it is only recently that a Constitution has been framed. Even this does not seem final for every now and then there are proposals for further changes in the Constitution Nobody knows if and when the first elections will be held. (p 246).

”نئين رياست جي قيام سان اقتدار اهڙن افراد جي هٿن ۾ اچي ويو جنهن جو ان لاءِ ڪا به خدمت ۽ قرباني نہ ڏني هئي، نئين رياست جا بيشتر حڪمران خود غرض هئا. جيڪي عوامي سياست ۾ صرف پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ شامل ٿيا هئا.

نون حڪمرانن جي اڪثريت جو تعلق يو پي، بهار ۽ بمبئي سان هو گهڻي حد تائين انهن کي پاڪستان جي علائقن جي ٻولي ڳالهائڻ نہ ايندي هئي، ان جي ڪري حڪمرانن ۽ مقامي عوام جي وچ ۾ هڪ وڏو خليج پيدا ٿيو خود ساختا، خود عائد ۽ خود مقرر ٿيل ليڊرن کي اهو خوف ۽ خطرو لاحق هو تہ جيڪڏهن آزادانا اليڪشن ٿيون تہ ان صورت ۾ هنن جي ڪاميابي ناممڪن هئي، ان ڪري هنن جي منشا اها هئي جيترو وقت گذري سگهي، اهو اليڪشن کان سواءِ گذارجي ۽ حڪومت تي قابض رهجي. پنهنجي لاءِ دولت ۽ سياسي قوت جي فوقيت ملڪ تي قائم رکجي. ڏهہ سال گذرڻ کانپوءِ هاڻي ملڪ جي لاءِ قانون سازي ممڪن ٿي سگهي آهي، پر اهو قانون حرف آخر نہ ٿو لڳي جو وقتن فوقتن ان ۾ تبديلي جون تجويزون پيش ٿينديون رهن ٿيون، ڪنهن کي اها سڌ نہ آهي تہ ان نئين دستور هيٺ ڪڏهن اليڪشن ٿينديون.“ مولانا

ابوالڪلام آزاد هندستان مان لڏي آيل سياسي قيادت جي "Mindset" سوچ و فڪر کان بخوبي واقف هو جنهن جو تجويز سچ تي مبني آهي پاڪستان ۾ اهو ڪجهه ٿيندو رهيو جنهن حقيقتن جو هن پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي.

قائداعظم محمد علي جناح جي شخصيت سياسي بصيرت ۽ حڪمت عملي کي سمجهڻ لاءِ Ajeet Javed جو ڪتاب Secular and Nationalist Jinnah جو مطالعو بيحد ضروري آهي. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ جناح صاحب N.W.F.P ۾ انگريزن جا Forward policy هيٺ Razmak ۽ Miran shah ۾ فوجي چانوڻين کي ختم ڪيو غفار خان سان گفت و شنيد جو آغاز ڪيو.

To build as secular Pakistan Jinnah sought the help of leadrs like Abdul Ghaffar Khan, leader for Khudai Khidmatgars, Jinnah said "Khan Sahib I know that you are a man of character and integrity it is honest man like you whose help I need to build up Pakistan as it is I am surronuneded by thieves and secoundrels and thorugh them I can do little for the poor muslim who have suffered so much... I am a very much misundrestood man. I never wanted this bloodshed. I want peace, believe me so that I can do something for the mases.

..... But Khan turned down Jinnah's request and said that he wanted to continue social work, Khan explained his view by saying socially backward people cannot develop a sound political sense and without a sound political sense there can be no democracy this is why I am devoting myself to social activity. Badshah Khan says that Jinnah was deeply moved.[6] He rose from his seat and warmly embraced me and promised to give whatever aid might require.

"پاڪستان کي غير مذهبي رياست بنائڻ لاءِ جناح صاحب خان عبدالغفار خان خدائي خدمتگار جي ليڊر کي گذارش ڪئي ته هو ان

---

[6] Ajeet Jawed, Secular and Nationalist Jinnah: Oxford University Press Karachi 2009 p-237-238, ref to Ramani's Pakistan X-rayed p-48-49

سلسلي ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿي سندس مدد ۽ معاونت ڪري، غفار خان چيو تہ هو پنهنجو سماجي تحريڪ جاري رکڻ ٿو گهري سندس خيال ۾ پوئتي پيل ماڻهن ۾ سياسي شعور جو فقدان آهي ۽ اهي ڪو بہ پائدار سياسي جمهوري نظام قائم ڪري نہ ٿا سگهن جيستائين انهن ۾ سياسي شعور پيدا نٿو ٿئي، ان ڪري مان سماجي ڪمن ۾ پاڻ کي مشغول رکڻ گهران ٿو."

جناح خان کي مخاطب ٿي چيو تہ، "توهان باوقار ۽ اصول پرست ماڻهو آهيو مون کي پاڪستان جي ناهڻ لاءِ توهان جهڙن ايماندار افراد جي اشد ضرورت آهي، چو جو مان چئني طرفن کان چورن ۽ بدمعاشن ۾ وڪوڙجي ويو آهيان اهڙن ماڻهن جي ذريعي مان ڪو بہ خاص ڪم غريب مسلمانن لاءِ نہ ٿو ڪري سگهان جن ۾ تمام گهڻو نقصان سٺو آهي مون کي ماڻهو صحيح سمجهي نہ سگهيا آهن، مان خونريزي جي خلاف رهيو آهيان مان صلح ۽ امن جو قائل آهيان تہ جيئن مان پنهنجي قوم جي مسڪينن لاءِ ڪجهہ ڪري سگهان."

بادشاهہ خان چيو تہ، "جناح تمام گهڻو متاثر ٿيو. پنهنجي ڪرسي تان اٿي مون کي ڀاڪر پاتو ۽ مون کي يقين ڏياريائين تہ جيڪو ڪجهہ مونکي گهربو سو هو مهيا ڪندو."

حڪمران طبقي جي افراد پنهنجي مفادن کي محفوظ رکڻ لاءِ جناح صاحب ۽ پوءِ لياقت علي خان کي گمراهہ ڪندا رهيا، جنهن جي ڪري غفار خان ۽ حڪومت جي وچ ۾ خليج وڌي ويو ان ۾ خان قيوم خان تمام وڏو Negative ڪردار ادا ڪيو ۽ بلآخر NWFP جو وزيراعليٰ ٿي ويٺو.

قائداعظم هندستان مان آيل اردو ڳالهائيندڙ I.C.S آفيسرن ۽ لياقت علي خان جي مڪمل گهيري ۾ اچي ويو هو ان حد تائين جو 21 مارچ 1948ع ڍاڪا ۾ تن لکن جي هجوم اڳيان اعلان ڪيو تہ:

The State Language of Pakistan is going to be Urdu and no other langauge, this was of course the most volatile divisive issue in Pakistan politics. (Stanley Wolpert: Jinnah of Pakistan P 350).

"قائداعظم بحيثيت گورنر جنرل ڍاڪا ۾ واضح ڪيو تہ پاڪستان جي رياستي سرڪاري زبان اردو ۽ نہ ڪا ٻي زبان رهندي". والپرٽ جي خيال ۾ هي تمام خطرناڪ ۽ تقسيم ڪرڻ واري پاليسي فيصلو هو جنهن لاءِ صوبن سان مشاورت نہ ڪئي هئي. تي سگهي ٿو Mafia-ICS ۽ لياقت علي خان جي اثر هيٺ اهو فيصلو ڪيو ويو هجي، ڇا قائداعظم ايترو بيوس ٿي ويو هو. سندس دانش ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو. اهڙي زبان کي سرڪاري رياستي زبان مقرر ڪرڻ جنهن کي پاڪستان جي مجموعي ڪنهن بہ صوبي جي زبان نہ هئي جن جي آدمشماري پاڪستان ۾ 56 سيڪڙو هئي انهن کي نظرانداز ڪيو ويو. بنگال ۾ اردو نہ تہ ڳالهائي ويندي هئي، ۽ نہ پڙهي ويندي هئي ۽ نہ سمجهي ويندي هئي، انهن مٿان انهن جي منشا خلاف اڙدو نافذ ڪئي وئي، سنڌ ۽ بنگال پاڪستان جي تعمير ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ڪوشش اها هئي تہ اهو ڪم قائداعظم کان ڪرائجي، ٻي صورت ۾ اهو ممڪن نہ هئو. جنهن جو صلو بنهي کي "ڪالوني" جي حيثيت ۾ مليو. سنڌ کي هڙ حاصل ڪجهہ نہ ٿيو پاڪستان جي رياست کي تڪراري ۽ ڪاپاري ڌڪ لڳو it fractured the Unity ان جي ڪري سياسي خلفشار پيدا ٿيو ۽ Centrifugal forces جنم ورتو. ان فيصلي کان چار مهينا پوءِ قائداعظم 11 Septmber 1948ع تي رحلت ڪري ويو. سياسي ترڪتالي سان جنهن ۾ مائونٽبيٽن ۽ انگريز فوجي آفيسر شامل هئا، ڪشمير هندستان جي حوالي ڪيو ويو. لياقت علي خان وزيراعظم جي عهدي سان گڏ Defence Minister پڻ هو. هندستان طرفان ولڀ ڀائي پٽيل جيڪو انهن ڏينهن وزير داخلا هو. هندستان جي رياستن کي هند سرڪار سان شامل ڪرڻ ۾ مشغول هو تنهن پاڪستان کي اها تجويز پيش ڪئي نہ توهان حيدرآباد دکن جتي هندن جي اڪثريت آهي ان تان هٿ ڪڍو. ان جي بدلي ۾ اسان توهان کي ڪشمير ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. پر لياقت علي خان ان تي ڪو بہ غور نہ ڪيو ۽ حيدرآباد دکن ۾ Razakars جي مدد ڪرڻ لڳو. نتيجو اهو آهي تہ هاڻي ملڪ فوج جو خرچ ۽ قرضن جي ادائگي ۾ مفلس ٿي ويو آهي.

جيڪڏهن اها Deal تي وچي ها تہ حالتون بهتر تي وڃن ها. لياقت علي خان پاڻ کي مالڪِ ملڪ سمجهي فيصلا ڪندو رهيو جو ڪيس ڪير بہ سوال جواب ڪرڻ وارو نہ هو. تي سگهي ٿو تہ هي صاحب پاڻ ان غلط فهمي جو شڪار ٿيو هجي تہ "پاڪستان مين ني بنايا". ايئر مارشل اصغر خان (رٽائرڊ) پنهنجي ڪتاب Milestones in a Political Journey ۾ لکي ٿو تہ:

It is on record that Vallabhai Patel the powerful Minister Jawahar Lal Nehru's Government had offered Liaquat Ali Khan in 1947 that Paksitan should keep Kashmier and let India have Hyderabad this offer was refused.

اها ڳالهہ رڪارڊ جي آهي تہ ولڀ ڀائي پٽيل سياسي طور تي طاقتور ۽ قداور شخصيت نهرو جي وزيراعليٰ لياقت علي خان کي اها تجويز آڇ ڪئي تہ ڪشمير توهان رکو ۽ حيدرآباد دکن اسان کي ڏيو پر لياقت علي خان اها تجويز رد ڪري ڇڏي۽ هندستان Police Action ڪري حيدرآباد تي قبضو ڪري ورتو. ايئر مارشل اصغر خان لکي ٿو تہ:

I happed to represent the Pakistan Airforce in a Cabinet meeting a few years after partition when the British Commander in Chief was away from the country, in this meetign Kashmir problem was being discussed and the Prime Minister Liaquat Ali Khan speaking about dispute with India said that "We will wait for ten to fifteen Years, if necessary and will not give up our claim on Kashmir "it is now sixty years and the dispute has not been resolved, During this period we have forught five wars with India there of which have been over Kashmir Some 80000 are estimated to have lost their lives in their struggle for freedom and the people of both India and Pakistan have been Impovernished as a result.

ورهاڱي کان پوءِ هڪ Cabinet ميٽنگ ۾ پاڪستان ايئر فورس جي طرفان نمائندگي ڪندي شرڪت ڪئي، برطانوي فوج جو سربراهه ٻاهر ويل هو ان ميٽنگ ۾ ڪشمير جو مسئلو زير بحث آيو. لياقت علي خان، وزيراعظم چيو. "اسان ڏهن ڪان 15 سالن تائين انتظار ڪنداسين. پر ڪشمير تي پنهنجي حق کان دستبردار نه ٿينداسين". هاڻي 60 سال گذري چڪا آهن پر اهو تنازعو اڃا حل طلب آهي. انهي دوران اسان هندستان سان پنج لڙايون لڙيون آهن جن مان ٽي ته ڪشمير سان واسطو رکن ٿيون آزادي جي حصول 80,000 ڪشميري پنهنجون جانيون وڃائي چڪا آهن. هندستان جي جهيڙي جي ڪري هر سال پاڪستان جي فوج جو خرچ وڌندو رهي ٿو ۽ ڪشمير جو نبيرو اتي جو اتي آهي پاڪستان جو مالي ڏيوالو ٿي ويو آهي. فوج جو خرچ ۽ قرض جي ادائگي ۾ ملڪ جي اپت جو گهڻو حصو ان ۾ صرف ٿئي ٿو. باقي بچيل رونگ ملڪ جي ترقياتي ڪمن ۾ لڳي ٿو. پاڪستان جي مقروض رياست جو جئدان قرضن ۽ مالي امداد تي منحصر آهي. اهڙي طرح Artificial Respiration تي زنده آهي، جڏهن اها سهولت خارج ٿي وئي ته ساهه کڻڻ مشڪل ٿي پوندو. ڪشمير جو حل ٿيڻ گهرجي جيئن فوجي اخراجات ۾ ڪمي آڻي ملڪ کي خوشحال بڻائي سگهجي، تازو مسلم ليگ (ن) جي هڪ رهنما احسن اقبال قومي اسيمبلي ۾ بجيٽ تي تقرير ڪندي ٻڌايو ته اڳوڻا جنرل ملڪ تي مارش لا لڳائيندا رهيا آهن. هاڻي 1000 بلين رپيا صرف قرضن جي ادائگي ۾ صرف ٿئي ٿي ۽ 8000 بلين رپيا Security Related Expenditure تحفظاتي ادارن لاءِ مختص ڪيو ويو ٿو.

Two heads consume the entire tax proceeds in the cost of running he federal Government and development budget had to be met by borrowing.

[7] Ahsan Iqbal Member National Assembly PML (N): Call for Transparency in Defence Spending Dawn, 20th June, 2011. p-12)

بنهي مدن يعني قرض جي ادائگي ۽ فوج اخراجات ۾ مجموعي ٽيڪس مان حاصل ڪيل آمدني ان تي خرچ ٿئي ٿي، باقي مرڪزي حڪومت طرفان ترقياتي منصوبن لاءِ قرضن تي انحصار ڪيو وڃي ٿو. هر سال فوج جي اخراجات ۾ اضافو ٿي رهيو آهي، ڪشمير جي مسئلي جو حل اجا ممڪن نظر نہ ٿو اچي، پاڪستان فوج جي India Centric ۽ افغانستان ۾ Strategic Depth واري پاليسي تي ڪاربند آهي.

ان وقت جي انگريز قيادت مائونٽ بيٽن جي زير سائي ڪشمير جي مسئلي کي Complicate ڪري ڇڏي، اڻ سڌي طرح هندستان جي مدد ڪندا رهيا.

ڪشمير گذريل 65 سالن کان هڪ متنازعہ مسئلو رهيو آهي، جنهن ڪري ٻنهي ملڪن ۾ ديرانا دوستانا تعلقات قائم ٿي نہ سگهيا آهن فوجي اخراجات آهستي سان قوت برداشت کان ٻاهر آهن، ان ڪري هر ممڪن ڪوشش ڪري ان جو نبيرو ڪرڻ ضروري آهي، ايئر مارشل (Retired) محمد اصغر خان جي راءِ ۾ ڪشمير جو واحد حل ان ۾ آهي ڪشمير کي هڪ آزاد رياست قبول ڪيو وڃي.

In my view the only solution to the problem in to recognize the State of Jammu and Kashmir as an Independent country. The borders of the state are contiguous with China, India and Pakistan .... China, India and Pakistan could jointly guarantee the inviolability of borders of New State of Jammu and Kashmir. Kashmir would then not be required to have any Armed forces of its own. Its internal security problems could be served by police forces.[8]

"منهنجي خيال ۾ ڪشمير جو واحد حل اهو آهي جو ڪشمير کي هڪ آزاد رياست جو درجو ڏنو وڃي، هن جون سرحدون چين، هندستان ۽ پاڪستان سان منسلڪ آهن، ان ڪري اهي ٽئي ملڪ جمون ۽

[8] M.Asghar Khan: Milestones in a Political Journey, Dost Publication, 2009, p-197

ڪشمير جي رياست جا مجموعي طور تہ تحفظ ڪندا جنهن ڪري جمون ۽ ڪشمير جي رياست کي فوج ضرورت نہ رهندي، اندروني Internal Security لاءِ مقامي پوليس ڪافي رهندي، ان جي پرڏيهي پاليسي Neutral رهندي، پاڪستان ۽ هندستان ۾ اچ وچ تي ڪا بہ پابندي نہ هوندي، وڏج ۽ واپار پڻ انهن ملڪن جي وچ ۾ وڌندو ڪشمير سياحت مان ڪافي ناڻو ڪمائي سگهندو ان ڪانسواءِ اتان جي Art and Crafts ۽ سلڪ جي ڪپڙي کي پڻ ڪافي هٿي ملندي، اميدن تي دنيا قائم آهي، تي سگهي ٿو نفرت جي بدران اخوت جو جذبو ڪارفرمان ٿئي.

جڏهن کان غلام محمد بحيثيت گورنر جنرل هڪ Serving Officer جنرل ايوب خان کي هر قسم جي قانونن جي انحرافي ڪندي وزير دفاع بڻايو تنهن ڏينهن کان جنرل ايوب خان جي سياسي سوچ جو دائرو وسيع ٿي ويو، ملڪ جي قيادت ڪرڻ جي سازش ۾ مشغول ٿي ويو. بل آخر آڪتوبر 1958ع ۾ ملڪ جو حڪمران ٿي وينو پنهنجي منشا مطابق حڪومتي جوڙجڪ ۽ قانون ناهي خوشامندي ٽولي جي تعاون سان حڪومت جو نئون فوجي نظام قائم ڪري پاڻ ملڪ جو صدر ٿي وينو.

فوجي نظام جمهوري نظام کان بلڪل ابتڙ هوندو آهي، ان ۾ نادري حڪم هلندا آهن، فوجي سول نظام تي حاوي ٿي ويندا آهن. جن بہ ملڪن ۾ فوجي حڪومتون عوام جي خلاف قائم ٿيون آهن اتي ترقي جي بدران تنزل طرف رفتار تيز ٿي آهي، مجبورن معزوري حالتن ۾ فوجي حڪومتن جو خاتمو ٿيو آهي، ان سلسلي ۾ پاڪستان جي هڪ نامور اعليٰ اوصاف جي سياستدان سهروردي فوجي نظام حڪومت جي متعلق پنهنجي يادگيرن جي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ:

...... even where democracies have theoretically been restored in their ding- dong battle against such military dictatorships they have in fact never been free, but have always been directed and controlled by military, who once having tasted blood find it advantageous and necessary in their vested, as well as newly required, interests to keep civilian power in subordination. Military officers, high and low, were

put in charge of important administrative civilian posts for which they were untrained and unfit...Not only retired but also active military personal, high and low, and members of their families were rewarded with posts, lands licenses, permits and pecuniary advantages commensurate with their ranks, their influence, or their family connections, the military therefore are as a class interested in the continuance of a system so beneficial to them, and a body of disciplined personnel is their ready and prepared to exert itself to the full to maintain its gains and privileges..... Hence experience shows and illustrations not wanting that military dictatorship tend to perpetuate themselves overtly and covertly.[9]

"مفروضي طور جتي بہ فوجي ڊڪٽيٽرشپ جي خاتمي ڪانپوءِ جمهوريت بحال ٿي آهي، اهي حڪومتون حقيقت ۾ آزاد ۽ خودمختيار فيصلن ڪرڻ جي قوت کان آري هيون. ان ڪري جو انهن فيصلن ڪرڻ جي صلاحيت مٿان فوجي ڪنٽرول ۽ احڪامات حاوي رهيا آهن هڪ دفعو طاقت جي استعمال جو چسڪو حاصل ٿيڻ کانپوءِ جنهن مخصوص مفادات ۽ نون حاصل ڪيل فائدن جي لاءِ ضروري هو تہ عوامي Civilian Power کي زير بار ڪري رکجي، فوجي آفيسرن ننڍين توڙي وڏن کي اهم انتظامي امور جي ڪاتن تي معمور ڪيو ويندو هو پوءِ هو ان ناموزون ۽ نامناسب غير تربيت يافتا ڇو نہ هجن. رٽائرڊ Serving ۽ آفيسرن ۽ انهن جي خاندانن کي وڏا عهدا، زمينون، لائسنس پرمٽون ۽ مالياتي فائدا انهن جي عهدن جي مطابقت ۽ خانداني اثر رسوخ ۽ تعلقات جي بنيادن تي ڏنا ويندا هئا. انهن اسبابن جي ڪري فوجي هڪ Class هڪ طبقي وانگر اهڙي قسم جي فائدن وار نظام کي قائم رکڻ لاءِ پنهنجي فوجي قوتن تي انحصار ڪندا رهندا آهن. تجربي مان ظاهر آهي تہ فوجي ڊڪٽيٽرشپ واريون حڪومتون ظاهري ۽ باطني طور تي

[9] Memoir of Hussain Shaheed Suharwardy: Ed. Mohammad H.R. Talukdar, Oxfor University Press, Karachi, 2009, p-xiv

پاڻ مستحڪم ڪرڻ ۾ لڳل هونديون آهن. جنرل ايوب خان جي ڏهن سالن جي فوجي حڪومت کان وري ٻه سال جنرل يحيٰ خان ان بعد جنرل ضياءَالحق جا 11 سال ۽ پوءِ جنرل مشرف 10 سالن کان وڌيڪ عرصو حڪومت ڪندو رهيو. ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو جيسين تائين مجموعي عوامي ۽ پارليامينٽ جي قوت هن کي زوري ڪڍيو."

Intoxication of power brings a man on the fringe of lunacy.

حسين شهيد سهرودي جي خيال ۾ :

Jinnah and Liaquat Ali Khan, booth of whom were refugees, had no knowledge of complex social economic and culture problems of the new state. Thus they become easy prey to the evil and mechanisations of the bureaucrats. "Constituent Assembly", that had been brought into existence in 1947 to frame the country's constitution but had transparently failed to fulfill its obligation, was comprised of a coterie of eighty people, who were appointed from amongst themsdves Governor General Ministers and ambassadors, and distributed state patronage".[10]

قانون ساز اسيمبلي جنهن کي 1947ع ۾ وجود ۾ آندو ويو هو ته ملڪ جو نئون قانون مرتب ڪري پر اها پنهنجي جي ڪوتاهي ڪري قانون ناهڻ ۾ ناڪامياب وئي، اها 80 ميمبرن تي مشتمل هئي، جنهن پاڻ مان گورنر جنرل، وزير ۽ سفير مقرر ڪيا ۽ رياستي فائدن سان پاڻ کي نوازيندا رهيا".

Punjabi dominated bureaucrats were afraid that once a national constitution was framed the Bengalis would attain political power and the systematic exploitation of East Bengal as a colony, would cease. Bureauracy continued its contemptible policy towards East Bengal, until Pakistan disintegrated with the conspicuous exception of 13 month

[10] Ibid p.39

respite during Suhrawardi's Prime Ministership, who in attempting to curtail its influence, lost his own power.[11]

اڪثر پنجابي سرڪاري آفيسر خوفزده هئا تہ جيڪڏهن قومي دستور مرتب ٿي ويو تہ پوءِ بنگالين کي سياسي قوت ۾ فوقيت حاصل ٿي ويندي ان سان بنگال کي هڪ "ڪالوني" ڪري هلائڻ ممڪن نہ ٿيندو. نوڪر شاهي پنهنجيون گنڀير ۽ غيرمنصفانا پاليسيون ايسٽ بنگال خلاف جاري رکيون جنهن جي ڪري متحد پاڪستان ورهائجي ويو. سهروردي صرف 13 مهينا وزيراعظم رهيو. سرڪاري آفيسرن کي حدود اندر ڪم ڪرڻ جي ڪوشش جي ڪري هن جي وزارت عظميٰ ختم ٿي وئي سرڪاري آفيسر بدستور حڪومت تي حاوي رهيا.

The bureaucrats become dominant that they both formulated state policy and executed it: their hold on the central government machinery was total, they also occupied all positions of departmental secretaries of the Bengal secretariat to frustrate demands antaspirations of the Bengalis. To consolidate their hold they even joined hands with both the Muslim League politician and the army, later was mostly drawn form Punjabi plains, although Karachi was the capital, the bureaucracy solidly in their control, become the most powerful force in determining the fate of Pakistan.[12]

"سرڪاري آفيسر بيحد اثر انداز هئا. بل خصوص پاليسيون مرتب ڪرڻ ۽ ان جي تڪميل ۾ مرڪزي حڪومت جي مشينري تي هنن جو مڪمل قبضو هو ايسٽ بنگال جي سيڪريٽريٽ ۾ جيڪي بہ کاتن جا سيڪريٽري هئا غير بنگال هئا. ساڳئي حالت سنڌ حڪومت جي سيڪريٽريٽ جي هئي. ان ڪري بنگالين جون اميدون ۽ تقاظائون غير مؤثر رهيون. پنهنجي قوت ۽ افاديت کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ

---

[11] Ibid p-39
[12] Ibid 38

سرڪاري آفيسرن مسلم ليگ جي سياستدانن ۽ فوج سان پنهنجا مراسم ۽ تعلقات وڌايا، فوج جي اڪثريت پنجاب جي علائقي جي هئي، باوجود ان جي جو ڪراچي مرڪزي حڪومت جي گادي جو شهر هو، پنجاب جي فوج ۽ سول آفيسرن جي اڪثريت جي ڪري هنن جي قوت ۽ حيثيت غالب رهي، پاڪستان جي قسمت جا فيصلا هنن جي هٿن ۾ هئا.“

پاڪستان ۾ انگريزن وارا قوانين جيڪي بينڪي راڄ جي هلائڻ لاءِ نافذ هئا تن کي رائج ڪيو ويو، عوام مٿان غلامي وارو دور بدستور قائم آهي عوام جي لاءِ ڪنهن به قسم جون سهولتون مهيا نہ ڪيون ويون آهن. 60 سالن جي آزادي کان پوءِ بہ سنڌ ۾ اڃا تائين ڪثير تعداد ۾ عوام جهوپڙن Thatched Huts ۾ مقيم آهي، تازو 2010ع وارن ٻوڏ جي غريب عوام جي حالت دنيا ٽيليوزن تي ڏٺي وئي.

Political and Incorrect-The Real India, Warts and All

تولين سنگهہ بينظير صاحبا سان لاڙڪاڻي ملاقات لاءِ پنهنجي سفر جو بيان ڪندي مٿئين ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ:

Wo took super highway to Hyderabad and then traveled endlessly through the rugged dung colored countryside of interior Sindh, it was a long way to Larkana, the desperate poverty of Sindh villages was a shock after the prosperity of Pakistan's cities. Sindh is as poor as Bihar and with less hope became the land is still in the hands of powerful feuldal lords many of whom support Benazir., We drove for hundreds of kilometers without seeing a tractor or a village with pucca house, but everywhere on the little mud houses, mosques and thatched shacks, there was the red black and green Peoples Party Flag. The roads were patrolled by soliders with machine gun mounted on jeeps and there were military checkpoints everywhere but nobody seemed afraid to show who they were voting for.[13]

[13] Taveleen Singh Political and Incorrect the Real India warts and All Harper Collins, Publishers-India Today Group, New Delhi, 2008, p-28

"اسان حيدرآباد لاءِ سپر هاءِ وي ۽ ان بعد ختم نہ ٿيندڙ سنڌ جي ميٽائين رنگ واري اندروني سنڌ جي ڀرواڙي مان گذري رهيا هئاسين لاڙڪاڻي اجا دور دراز هو سنڌ جي ڳوٺن جي غربت ۽ افلاس ڏکوئيندڙ هئو برعڪس پاڪستان جي شهرن جي ترقي جي سنڌ جي غربت بهار جهڙي آهي. تبديلي جي ڪا اميد نظر نہ ٿي اچي جو زمين اجا بہ وڏن زميندارن وٽ آهي، جن مان گهڻا بينظير جا مددگار آهن اسان سوين ميلن جي سفر ۾ ڪوبہ ٽريڪٽر نہ ڏٺو نہ ڪو پڪو گهر نظر آيو هر هنڌ ننڍا ننڍا مٽيءَ جا گهر، مسجدون ۽ ڪکائين جهوپڙين جي مٿان پ پ جا ٽن رنگن وارا سائي ڳاڙهي ۽ ڪاري رنگ وارا جهندا نظر آيا رستن تي فوجي، جيپن ۾ جن مٿان مشين گن نسب ٿيل هيون Patroling ڪري رهيا هئا هر هنڌ فوجي چيڪ پوسٽون هيون ڪو بہ خوفزده نہ هو تہ ڪنهن کي ووٽ ڏيندا."

ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪ ۾ عجيب ۽ خطرناڪ روش جنم ورتو آهي، جن جو فوجي محافظ ملڪ جي جمهوري ۽ چونڊيل سياسي حڪومتن مٿان زوري زبردستي ڌاڪو جمائن ٿا، عوام جي چونڊيل عيوضين جن جا هو قانوني طور تي ماتحت آهن انهن جي حڪومتن کي برخواست ڪري حڪومت تي قبضو ڪن ٿا، ان جو جواز اهو پيش ڪيو ٿو وڃي تہ چونڊيل جمهوري حڪومتن Corrupt and inefficient آهن صرف فوجي حڪومت ڪرڻ جا اهل آهن. حقيقت ۾ فوجين کي حڪومت تي قبضو جمائڻ ۽ نظام حڪومت کي هلائڻ جي ڪا بہ تربيت نہ ڏني ويندي آهي، هنن جي تربيت Trained to kill تي منحصر آهي. تازو هڪ اعليٰ فوجي آفيسر انگريزي اخبار Dawn ۾ خط لکيو تہ:

Army soldiers are vigorously and thoroughly trained to kill the enemy during war and the Rangers are trained to do the same while guarding the national frontiers during war and peace. In no civilized country are these forces permanently deployed on policing duty at

public parks, markets, streets and road, Use the wrong machinery for wrong purpose and you are bound to get wrong results.[14]"

"فوج جي سپاهين کي تمام سختي واري تربيت ڏني ويندي آهي تہ جيئن هو دشمن کي جنگ دوران ماري سگهن. رينجرز کي پڻ اهڙي قسم جي تربيت ڏني ويندي آهي تہ جيئن قومي سرحدن جي جنگ ۽ صلح جي وقت حفاظت ڪري سگهن. ڪنهن بہ مهذب ملڪ ۾ فوجون مستقل طور تي پوليس جي فرائض انجام ڏيڻ لاءِ معمور نہ ڪيون ويندیون آهن. بلخصوص پبلڪ پارڪ. بازارين روڊ ۽ گهٽيون غلط مشينري کي غلط مقصد لاءِ جيڪڏهن استعمال ڪبو تہ ان جا نتيجا بہ غلط نڪرندا".

'Coupocracy' جي ذريعي فوج ملڪ تي مارشل لا نافذ ڪري حڪومت کي برخواست ڪري اسيمبلين کي ٽوڙي ملڪ مقتدر قانون کي غير نافذ عمل بڻائي بهتر انتظامي Inefficiency ۽ بي ايماني جي خاتمي جو نسخو سمجهيو ويندو آهي.

An illegal and illegitimante order cannot foster legality and tranquility.

پر بل آخر ان جا نتيجا ڪڏهن بہ ڪٿي بہ قابل قدر نہ رهيا آهن. مارشل لا جي نفاذ سان ملڪ ۾ ماڈاڻ ۽ خلفشار ئي رونما ٿيو آهي. ان مان گهٽي ۾ گهٽو فائدو انهن کي حاصل ٿئي ٿو. جن جا افراد فوج سان منسلڪ آهن باقي the Rest Remain Marginalized پاڪستان جي نامياري اقتصاديات جي ماهر سياسي مبصر قيصر بنگالي پنهنجي مضمون Perils of Militarized Politics ۾ لکي ٿو تہ:

The Fact is that the country, having freed itself from British colonialism in 1947 has now fallen into chasm of cantonment

14 Commander (Rtd) Khalid Durrani: "Soldires are not for Policing" Dawn 19 June 2011.

colonialism. The fact that Pakistan has become a praetorian state. This is fundamental problem that needs to be addressed.[15]

"حقيقت اها آهي تہ 1947ع ۾ برطانيا جي بينڪي راڄ جي نجاد ڪانپوءِ هاڻي اسان ڪينٽومنيٽ جي ڪالونيل ازم ۾ ڦاسي پيا آهيون پاڪستان هڪ Praetorian رياست جو رخ اختيار ڪيو آهي، ان ڪان نجات ضروري آهي، فوج پنهنجي اصلي بنيادي فرض ڪان دور ٿيندي غير ضروري نہ فورغي معاملات ۾ ملوث ٿي وئي آهي."

The army is the largest land owner in the country. To the vast land, holdings have been added a range of industries, trading house banking, Leasing and Insurance companies. Transport entities, and Housing Estates that are epitomes of luxury. Military Foundations a la Fuji Foundation and Army Welfare Trust, run about 55 Industrial and Commercial Enterprises. National Logistic Cell commands an near monopoly in bulk road transport cargo movements Highway construction and Highway Toll collection are armong many commercial activities that are now largely the domain of the military. Military officers now head organizations in sectors like Power Generation, Communications, Highway Construction Steel production etc, There is even conglomerate of military colleges and universities, and hospital and medical centers, other universities are often headed by military officers. Retired military officers have emerged in private business ranging from urban transport to home security. Private firms employ retired military officers as public relation officers to benefit from the military clout in government.[16]

"ملڪ ۾ فوج گهڻي ۾ گهڻي land جي مالڪ آهي، ان ڪانسواءِ بيحد گهڻن ادارن ۽ ڪارخانن جي پڻ مالڪ آهي، جنهن ۾ واپاري ادارا، بئنڪنگ، ليسنگ، انشورنس ڪمپنيون، آمدرفت جون ڪمپنيون گهر ناهيندڙ ادارا، اعليٰ معيار جا شاهڪار گهر، فوجي فائونڊيشنس، آرمي

[15] Kaiser Bengali: Perils of Militarized Politics, Dawn, 3 August, 2006
[16] Ibid.

ويلفيئر فنڊ 55 صنعتي ڪاروباري ادارا هلائي رهيا آهن نيشنل لاجسٽڪ سيل، سامان جي رسد جو ڪاروبار بہ مخصوص طور ان جي تحويل ۾ آهي، روڊ رستا ۽ هاءِ وي جي تعمير جو ڪم هاءِ وي تي محصول گڏ ڪرڻ جو ڪم بہ فوج جي ادارن وٽ آهي.“

Highway construction, Communications, Power Genreation, steel Porduction.

پڻ ان ۾ شامل آهن، ان کان سواءِ فوج طرفان قائم ڪيل ڪيترن ئي Universites, Collage، اسپتالن ۽ ميڊيڪل سينٽر جا سربراهہ فوجي آفيسر آهن. رٽائرڊ فوجي آفيسر ذاتي نوعيت جا ڪاروبار ڪري رهيا آهن، ٻيا وري ڪاروباري ادارن ۾ تعلقات عاما جي ڪم تي معمور آهن. جيئن انهن جي حڪومت ۾ تعلقات جو فائدو ڪاروباري ڪمپنين کي ملي سگهي.

Defence Housing Authoriteies are the largest Real Estate enterpires in the country headed by local crops commanderes.[17]

وڌيڪ تفيصل جي لاءِ عائشہ صديقا جي ڪتاب: Military Inside Pakistan's Military Economy جو مطالعو بصيرت افروز لڳندو. قيصر بنگالي پنهنجي تجزئي ۾ لکي ٿو تہ:

Tody the military has emerged as the new colonizer and colonial framework is back in place. The cantonment is the new metropolis and the civilians have been pushed back to the state of natives. The army chief has amerged as the viceroy, reigns supreme and in answerable only to Washington an elected parliament and government have been allowed but on conditions that do not function in anyway contary to the agenda of the cantonment.[18]

---

[17] Ibid.
[18] Ibid.

”فوج هڪ بينڪي نظام جي سرپرست جي نئين صورت اختيار ڪئي آهي ۽ بينڪي نظام وري قائم ٿي ويو آهي، ڪنٽونمينٽ نئين قسم جو آفاقي شهر آهي، جنهن ۾ شهرن کي پوئتي ڌڪيو ويو آهن، ۽ انهن جي حيثيت هاڻي نامعقول ٿي وئي آهي، فوج جي سربراهه جي حيثيت هاڻي هڪ وائسراءِ جي نوعيت جي آهي هن جي احڪامات جي بالادستي مڪمل آهي، هو صرف واشنگٽن کي جواب ڏيهه آهي، چونڊيل پارليامينٽ ۽ حڪومت کي ان شرط تي ممڪن بنايو ويو آهي تہ هو ڪنهن ۾ صورت ۾ ڪينٽونمينٽ جي منشا ۽ ايجنڊا جي خلاف ڪم نہ ڪندا.“

پاڪستان ۾ اهڙو نظام قائم آهي جنهن ۾ خود مطلبي ذاتي مقام جي حصول لاءِ ڪوشان (Ruling Class) حڪمرانن ڪلاس جا سياستدان هر وقت فوجي ڊڪٽيٽريت جا مدد گار ۽ معاون ٿيڻ لاءِ تيار آهن پوءِ کڻي ملڪ تي ان جا ڪهڙا بہ نقصانڪار اثر پون. پاڪستان فوج جي برگيڊيئر ۽ بين اعليٰ آفيسرن جي تربيت ٿيندي آهي، انهن جي آفيسرن جيڪي Internal Studies ڪيون ويون انهن ۾ Late 1980ع واري دور ۾ هيٺين خيالن جو اظهار ڪيو ويو جيڪو شجاع نواز جي ڪتاب “Pakistan- It's Army and the War Within” ۾ درج آهن:

Pakistan's political history has been considered as being unmistakenly (sic) stamped with rank authoritarianism. Through out the political history, the Pakistans, our policy has remained unchanged in terms of families, organiztions and interests. Political figures have changed but the interests origins and behavior have been the same Personal, class interests have always taken precedence over the national interst... To remedy all these we have to insure that the present democratic saystem [Benazir Bhuto's rule] must be allowed to function without interrupteion. The nation must achieve their political objectives through this process of democracy otherwise our problems will further compound (sic) by increased dissension, fragmentation among provinces, political agitations, violence

emergence of centrifugal forces and secessionist tendenciesc, lack of economic progress and decline and erosion of national Will.[19]

پاڪستان جي سياسي تاريخ تي حاڪمانا انداز جي ڇاپ رهي آهي، پاڪستان جي سياسي تاريخ جي دوران اسان جي پاليسي يڪسا رهي آهي. بل خصوص طور خاندانن، تنظيمن ۽ مفادفات سان واسطو رکندو امور ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آئي آهي، سياسي شخصيتون تبديل ٿينديون رهيون آهن پر انهن جا مفادات کي عمومن مجموعي قومي مفادن مٿان فوقيت حاصل رهي آهي، ان صورتحال ۾ تبديلي آڻڻ ضروري آهي، موجوده جمهوري نظام (بينظير ڀٽو حڪومت) کي هر ممڪن صورت ۾ سواءِ رڪاوٽن جي هلڻ ڏجي، قوم کي پنهنجي سياسي مقاصد جو حاصل جمهوري نظام ذريعي ئي ممڪن آهي. ٻي صورت ۾ اسان مسئلن ۾ واڌ ٿيندي، تشدد ٿيندو، نااتفاقي، اختلاف، صوبن ۾ عليحدگي واريون سوچون، اقتصادي ترقي ۾ رڪاوٽون ۽ قومي تشخص ۽ يڪجهتي جي خواهش اثر انداز ٿيندي

He does not hold back on the criticism of military leadership either, sighting the lack of creativity because of bondage of standard operating procedures, sycophyncy, conformity and careerism. The later is held responsible for there major weaknesses of military leadership:

(i) Centralizations of command: which is alien to manoeuvre warfare and curbs initiative

(ii) Lack of delegation of authority: similar to centralization, and

(iii) Zero risk syndromes: whch creates a risk adverse culture.[20]

---

[19] Shuja Nawaz Crossed Swords- Pakistan its Army and the Wars Within, Oxford Universties press Karachi 2008, P-569 Paper presented at N DC by senior officer who became a Four Star General (P-586), Notes

[20] Ibid, p: 569-570

فوجي قيادت جي ڪمزورين ۾ تخليقي قوت جو فقدان، پراڻن قاعدن ۽ قانونن جي پائبندي، خوشامد، موافقت ۽ غيرضروري نوڪريءَ جي پائبندي۔

(i) ڪمانڊ جي مرڪزيت، جنهن آزاد فڪر ۽ فيصلن جي قوت تي پابندي۔

(ii) اختيارين جي تفويض: اختيارين جي صحيح ورڇ، مرڪزيت کي مضبوط رکڻ واري سوچ.

(iii) حد کان وڌيڪ خطرن کان بچاءُ واري سوچ.

پاڪستان ۾ جيڪي بہ مارشل لا لڳايا ويا آهن سي سڀ COAS چيف آف آرمي اسٽاف طرفان نافذ ڪيا ويا آهن. باقي سڀ جنرل ۽ فوج هن جي حڪم جي پابند آهي. ان جي ڪري ڪنهن بہ رڪاوٽ کان سواءِ جمهوري چونڊيل حڪومتن کي برخواست ڪيو ويندو رهيو آهي، باقي موقعي پرست سياستدان فوجن لاءِ پنهنجي مخصوص مفادن لاءِ جهمر هڻند رهيا آهن ان جا گهڻائي سبب آهن. هڪڙو تہ فوج اجا Multi-ethnic نہ آهي، ان جي جنرلن آفيسرن ۽ سپاهين جو واسطو پنجاب سان آهي، ٻيو تہ انگريزي فوجي نظام مرڪزيت جي اصول تي مرتب ڪيو ويو هو، هندستان جي فوج جي ڪمان Supreme Commander وٽ هئي. بيا Territorial ڪمان رکندڙ جنرل هن جي حڪم جا پابند هئا. انگريز فوجي مارشل لا جو تصور بہ نہ ٿي ڪري سگهيا اها روش صرف نون آزاد ملڪن ۾ آزمائي وئي آهي. جنهن ۾ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جا ڪجهہ ملڪ شامل آهن. شجاع نواز پنهنجي ناياب ۽ قابل قدر ڪتاب Cross Swords- Pakistan its Army and War Within ۾ Coups جي روڪڻ لاءِ A Coup- Proof System جي تجويز پيش ڪندي لکي ٿو تہ:

Finally, in a move that would allow the regional commanders greater freedom of action, they should all be full Four-star Generals and appointed by the same authority that currently appoints COAS and CJCS. The Political spin-off benefit of such a move would be the elimination of current all-powerful postion of one person, the COAS

and the division of power among the regional commanders, while making the Chairman of JCSC the Principal Military advisor to the government of Pakistan. The COAS would then be much like the army chief in the current U.S system after title reforms of U.S military structure, responsible for managing the support of the army as a whole and working with regional commanders, as needed. It would also eliminate the possibility of a single person effecting a coupd'etat in the future, since the power of army will be divided among 3-6 commanders, none of whom owes his job to the COAS or even the Charmain of JCSC.

The current system devolves an undue share of power in the country to the army chief, a factor in the clash between many army cheifes and prime ministers in recent years. In a reply to a newspaper crresponadent's question if he would be (prime Minister) Nawaz Sharif's man in the establishment, the newly appoionted army chief General Asif Nawaz responded with a broad smile "When a half million troops move with the direction of your finger you are nobody's man but that of Pakistan Army and of your own conscience.[21]

"ريجنل ڪمانڊر مقرر ڪيا وڃن جيڪي چار اسٽار جنرل هجن جن کي ڪارروائي جي آزادي حاصل هجي. انهن جي مقرري پڻ انهيءَ اختياري ڪاتي هئڻ گهرجي جنهن طرفان COAS ۽ CJCS جي مقرري ٿئي ٿي. ان جو نتيجو سياسي فائدو طور اهو نڪرندو تہ موجوده نظام جنهن ۾ فرد واحد طاقتور آهي ان جي اختيارن ۾ تخفيف پيدا ٿيندي جنهن جو ورهاڱو ريجنل ڪمانڊرس ۾ ٿيندو. JCSC جي حيثيت حڪومت پاڪستان جي پرنسپل فوجي ايڊوائيزر جي رهندي COAS جي پوزيشن آمريڪا جو موجوده فوجي Chief جيڪا آمريڪي ايڪس ريفارمس جي نفاذ کانپو جهڙي رهندي جنهن ۾ فوج جي ڪارڪردگي ۽ ريجنل ڪمانڊرس سان واسطي ۾ رهندو اهو هڪ شخص طرفان coupd-etat

[21] Ibid. P: 582

ڪرڻ ناممڪن بڻائي ڇڏيندو جو فوج جي قوت 3 کان 6 ڪمانڊرن ۾
ورهايل هوندي ۽ اهي COAS جا ڳجهو هوندا ۽ نہ چيئرمين JCSC جا
هنن جي پنهنجي انفرادي ريجنل ڪمانڊر جي حيثيت هوندي.

مروج نظام ۾ فوجي قوت جو مرڪز غير معمولي طور تي فوجي
چيف آهي، جنهن جي نتيجي ۾ عهدن وزيراعظم ۽ فوجي سربراهہ جي
وچ ۾ تضاد جي ڪيفيت رهي ٿي، هڪ اخبار نويس جي سوال جو جواب
تہ توهان وزيراعظم نواز شريف جا ماڻهو ٿي رهندو تہ تازو مقرر ٿيل
فوجي سربراهہ جنرل آصف نواز مسڪرائيندي چيو تہ جنهن شخص جي
آڱر جي اشاري تي 5 لک فوج حرڪت ۾ اچي ٿي اهو ڪنهن جو ماڻهو
ناهي، اهو صرف پاڪستان فوج ۽ پنهنجي ضمير جو پابند آهي."

تجويز تہ بهتر آهي پر سياسي قيادت ۾ نہ اها همت، فهم فراست ۽
عمليت آهي، ان سان گڏ مقصد جو فقدان هئڻ ڪري ممڪن نظر نہ ٿو اچي،
سياسي وزيراعظم Defence Secretary جي عهدي تي ڪوبہ Civilian مقرر
ڪري نہ سگهيا آهن ان تي گذريل ڪجهہ سالن کان رٽائرڊ ليفٽيننٽ
جنرل مقرر ٿيندو پيو اچي، سياسي طاقت وزيراعظم نواز شريف جي دور ۾
جنرل افتخار نالي فوجي وزارت دفاع جو سيڪريٽري هو.
Dr. S. Akbar Zaidi چوي ٿو تہ :

Too much power resting with the military much of it conceded by civilians, has caused Pakistan's most dominant institution to undermine the core sentiment of democracy.[22]

"فوج تمام گهڻو اختيار حاصل ڪيا آهن، جيڪي سولين کان
حاصل ڪيا ويا آهن، جنهن ڪري پاڪستان جا بااختيار جمهوري ادارا
اثر انداز ٿيا آهن."

مارشل لا جي حڪومتن ۾ گهڻي ۾ گهڻو فائدو پنجاب صوبي جي
شهرين کي حاصل ٿئي ٿو جو انهن جا آفيسر جنرل کان ليفٽيننٽ ۽

[22] Refer S.Akbar Zaidi Military Hegemony, Dawn 24 June, 2011, S-Akbar Zaidi, Military, Civil Society and Democratization in Pakistan. Venguard, Lahore 2011.

صوبيدار ميجر تائين فوج ۾ اڪثريت ۾ آهن. سنڌ ۽ بلوچستان جو عوام هر لحاظ کان محروم رهجي ويجي ٿو پوءِ چاهي وسائل جي ورڇ هجي جا نوڪرين جا موقعا هجن. اسلام آباد ۾ مرڪزي حڪومت Imperial حڪومت آهي، جيڪا صوبن کا وصوليات گڏ ڪري پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪندي رهندي آهي، هر سال ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان نوان ادار ٺاهيا ويندا آهن. جن نوڪريون اڪثريتي علائقي جي صوبي کي حاصل ٿين ٿيون سنڌ ۾ بلوچستان جو مقرر ڪيل ڪوٽا تي عمل نہ ٿو ڪيو وڃي.

پاڪستان فوج ۾ اجا تائين ڪو بہ سنڌي جنرل جي عهدي تي نہ پهتو آهي پاڪستان نيوي ۽ ايئر فورس ۾ پڻ سنڌي آفيسرن نمائندگي اتي ۾ لوڻ برابر آهي. ڪو بہ سنڌي Admiral جي عهدي تي نہ پهتو آهي. ايئر فورس ۾ صورتحال بہ ساڳي آهي.

Air Marshal Deupdpota کي ايئر فورس جو سربراهہ مقرر ڪرڻ بدران ڪيس زمبابوي جي ايئر فورس ۾ موڪليو ويو. فوج جي طرفان هلندڙ 50 ادارن ۾ ملحقا ڪمپنين جو بہ سربراهہ سنڌي نہ آهي ۽ انهن ۾ سنڌين جي نمائندگي ناقابل بيان آهي جڻ تي سنڌي پاڪستاني نہ آهن.

پاڪستان جي ڪرڪيٽ ۾ اجا تائين ڪو بہ سنڌي رانديگر منظر تي نہ آيو آهي جڏهن تہ NWFP جا چار رانديگر ٽيسٽ ڪرڪيٽ جي ميچن ۾ شامل رهيا آهن. هندستان جي ٽيسٽ ڪرڪيٽ جي ٽيم ۾ چار سنڌي هندو شامل هئا. پاڪستان ۾ اهڙو نظام قائم آهي جنهن ۾ سنڌين جي وڌڻ جا موقعا نظر نہ ٿا اچن سنڌين کان سواءِ بيا سڀ باصلاحيت آهن. CSP جي ذريعي سنڌ بينڪي راڄ قائم ڪيو ويو. هن وقت پاڪستان جي مالياتي ادارن ۾ ڪو بہ سنڌي سربراهہ نہ آهي. پاڪستان جي حڪومت جي سرڪاري ٽيم ۽ نيم سرڪاري ادارن ۾ ڪو بہ سنڌي سربراهہ نہ آهي پاڪستان جي Embassies ۾ هينيان کان وني سنڌي اسٽاف مقرر نہ آهي. ڪوٽا جي اصول جي پابندي نہ ٿي رهي آهي سوال اهو آهي تہ ان جي پابندي ڪير ڪرائيندو. هن وقت ڪو بہ

سنڌي سفير نہ آهي صرف حميد هارون UNO ۾ مقرر ڪيو ويو هو. تنهن بہ استعيفيٰ ڏني آهي. هڪ بہ سنڌي سفير آهن. جيڪي Foreign Service جا آهن هڪ جپان ۾ ڪوبيو ڪنهن سينٽرل ايشيا جي ملڪ ۾ سفير آهي. اسان جا پنهنجا سنڌي ڪارڊ استعمال ڪندا آهن. پر بين سنڌين لاءِ انهن ۾ انصاف ۽ فياضي جذبو ڪار فرما نہ هوندو آهي. هڪڙو سنڌي وزارت خارج جو سيڪريٽري هو ۽ بيو سنڌي اتفاق سان پرسنيل ڪاتي سان منسلڪ هو. هن فارين سيڪريٽري جي توجهہ سنڌ جي ڪوٽا ڏانهن مبزول ڪرائي تہ صاحب موصوف ناراض ٿي ويو. معاملو درگزتي ويو. پاڪستان ۾ وفاقي حڪومت بدارن Unitary نظام مروج آهي سواءِ پنجاب جي صوبن جي حيثيت مرڪزي حڪومت جي هڪ ڪاتي جهڙي آهي. صوبائي حڪومتن کي عمومن ناجائز احڪامات موڪليندا رهيا آهن. Provincial autonomy is a mirage.

پاڪستان جي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ آزادي خودمختيار رياستن وارا وعدا Assurances بيسود ۽ بي معنيٰ ثابت ٿيا. 1940ع واري قرارداد هڪ Grand Design هئي. مسلم اڪثريت صوبن کي يڪجا ۽ متحد ڪرڻ جيئن پاڪستان جو تعبير ممڪن بڻائي سگهجي. صوبائي خودمختياري هڪ مفروزو رهجي ويو. وفاقي نظام حڪمت جي بدران Unitary حڪومت نظام کي صوبن جي مٿان مڙهيو ويو. Centralization کي مضبوط ڪيو ويو آهي. مرڪزيت کي مضبوط ڪرڻ ۾ ليگ جي قيادت طرفان پاڻ کي مستحڪم بڻائڻ لاءِ ڪيو ويو. جو سپيئي آيل ليگ جا ليڊر غير مقامي هئا. پاڪستان ۾ اهي بي بنياد (Rootless) هئا. يونس صمد پنهنجي ڪتاب A Nation in Turmoil-Nationalism and 1958_ 1937 Pakistan Ethnicity ۾ لکي ٿو تہ:

The problem was compounded by the fact that most of the leaders ware Muhajirs, and had little electoral support in the country, Liaquat himself fell in to this category, He was from the United Province, but was nominated to represent constituency from East Bengal in the Constituent Assembly. The all India Muslim League

acutely aware of these handicaps abandoned its position on loose centre declared in Lahore Resolution and pushed for the formation of Unitary structure, before independence. In July 1947 Liaquat, at Jinnah's behest prepard blue print for the formation of a highly itegratated state along the recommendations of Rowlands Report on the Bengal Administration. The proposal followed the pattern of White Hall and rejected the federal features formally adopted by Indian government.[23]

مسلم ليگ جا بيشتر قائدين ڇاڪاڻ تہ مهاجر هئا ۽ هنن کي ملڪ ۾ مقامي ماڻهن جي ووٽن واري قوت حاصل ڪرڻ جي پيچيدگي هئي، لياقت علي خان بذات خودان مونجهاري جو شڪار هو ڇاڪاڻ تہ هو پاڻ هندستان جي UP صوبي مان هو. پاڪستان جي قانونساز اسيمبلي ۾ ايسٽ بنگال جي نشست تي ٿاڦيو ويو هو. انهن اسبابن جي ڪري آل مسلم ليگ انديا قرارداد لاهور ۾ صوبن کي خودمختياري پاليسي کي رد ڪندي Unitray Structure ۾ وحداني نظام جي تشڪيل لاءِ رولينڊ جي تجاويز تي عمل ڪيو انهن تجويزون ۾ برطانيا جي نظام جو خاڪو شامل هو ۽ وفاقي نظام کي ردڪيو جڏهن تہ هندستان جي حڪومت وفاقي نظام جي تشڪيل ڪئي.

پاڪستان ۾ جيڪي 113 آءِ سي ايس ۾ واسطيدار نوڪرن وارا آفيسر آيا هئا تن انگريزن طرفان هندستان ۾ رائج Imperail Administrative System کي ترجيح ڏني ۽ ان تي عمل ڪندا رهيا. يونس صمد لکي ٿو تہ:

The solution arrived at, partly through contingent and party by design, was to adopt a centralized system.

مضبوط مرڪز واري پاليسي تي شدت سان عمل ٿيندو رهيو.

---

[23] Yunas Samad: A Nation in Turmoil-Nationalism and Ethnicity in Pakistan 1937-1958, Oxford University Press Karachi 1995, Chapter-4, p:127

The League with its policy of centralization continually intervened in provincial affairs provoking a strong backlash, Sindhi politics was always fluid, but the intervention by Karachi axcerbated the situation and revived unwittingly, the issue of regionalism and pushed it back in to the cantre stage, Eversince independence, resentment against, Central government had been growing over such issues as the settlement of rufugees and indaquate respersentation in the legislature of the Constituent Assembly only four were from Sind, and the province went unrepresented in Liaquat's cabinet.[24]

"ليگ جي مرڪزيت واري پاليسي جي روش جي ڪري مستقل طور تي سنڌ حڪومت جي معلامات ۾ مداخلت ڪندا رهيا. سنڌ جي سياست ۾ ان ڪري رنجش پيدا ٿي ۽ صوبائيت وارو عنصر پروان ٿيو مرڪز جي پاليسي خلاف سنڌ ۾ اختلاف ۽ بيچيني جي فضا جنم ورتو خاص طور مهاجرن آبادگاري سنڌين جي حڪومت ۽ اسيمبلي ۾ غير مناسب نمائندي ان جا اسباب هئا. قانون ساز اسيمبلي جي 69 ميمبرن سان سنڌ جا چار نمائندا هئا. لياقت علي جي وزارت ۾ سنڌين جي ڪا بہ نمائندگي نہ هئي."

An important reason why the centralization process met with so much resistance was the ethnic composition of the military-bureaucratic oligarchy it did not reflect proportionately by the ethnic diversities of Pakistan, and the process of centralization alientated those not represented adequately in its ranks.

Two dominant groups were the Punjabis and Muhajirs, who were also dominant element in Liaquat cabinet, the top layer of the bureaucracy at the time of partition consisted of 133 Muslim Indian Civil Service, Indian Political Service officials who opted for Pakistan

---

[24] Ibid, P: 150

of these only one was from Bengal and the rest were mainly Muhajirs and Punjabis.[25]

مرڪزيت واري پاليسي جي مخالفت جو ڪارڻ اهو هو فوج ۽ سرڪاري آفيسرن ۾ سيني قوميتن جي مناسب نمائندگي موجود نہ هئي ۽ ٿي ان طرفان ڪا توجهہ ڏني وئي هئي، جن قوميتن جي نمائندگي حڪومتي ادارن ۾ نہ هئي اهي سخت نالان هئا. بہ اثر انداز گروهہ هئا پنجابي ۽ مهاجر لياقت جي ڪيبينيٽ ۾ پڻ انهن جي اڪثريت هئي، حڪومت جي اعليٰ عهدن تي ورهاڱي جي ڪري 133 هندستاني مسلمان جنهن ۾ سول سروس ۽ هندستان جا پوليٽيڪل آفيسر شامل هئا. پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ چاهيو انهن آفيسرن ۾ صرف هڪ بنگالي هو. (هڪڙو سنڌي مسلمان AGN. Kazi) پڻ هو. مرڪز مضبوط نظام حڪومت قائم ڪيو ويو. مقامي سياسي قيادت کي حقير ۽ فقير بڻايو ويو قبضو گروهہ ڪراچي تي قابض ٿي ويو مقامي سنڌي هندن ۽ سکن کي زوري زبردستي خوف ۽ هراس جو ماحول پيدا ڪري هندستان لڏڻ تي مجبور ڪيو ويوان ۾ ڪراچي ۾ آيل سياسي قيادت پڻ ملوث هئي.

In communal riots of January 1948, refugees and civil servants looted, attacked and even killed Sindhi, Hindus and Sikh refugees. Sind Government initiated steps to mainatain law and order and investigated the incident. So in February it amended the India Act of 1935, bringing offences commited in Karachi under federal jurisdiction, and Khuhro was sacked for this audacity in challenging Jinnah.[26]

جنوري 1948ع ۾ ڪراچي ۾ نسلي فساد ٿيا. جنهن مهاجرن ۽ سرڪاري آفيسرن هندن ۽ سکن جي گهرن کي نہ صرف لٽيو پر انهن تي خوني حملا ڪيا ويا ۽ ڪجهہ هندو ۽ سک ماريا ويا. سنڌ حڪومت انهن فسادن ۽ هندن تي حملن کي روڪڻ لاءِ مناسب اقدامات ڪنيا. تہ

[25] Ibid, P: 128
[26] Ibid, p:150-151

جيئن ڪراچي ۾ صلح ۽ سانت قائم ڪري سگهجي. ڪراچي ۾ مرڪزي سرڪار کي اهو تدارڪ ناگوار گذريو ان ڪري فيبروري ۾ هندستان وارو 1935 ايڪٽ ۾ ترميم ڪري ڪراچي ۾ ڏوهن کي مرڪزي حڪومت پنهنجي ڪارڪردگي ۾ شامل ڪيو. کهڙو کي جناح سان مد مقابل هئڻ ڪري سنڌ جي وزيراعليٰ عهدي تان برخواست ڪيو ويو.

In June 1948 League laedreship instigated PRODA proceedings against Khuhro...Centre did not hide its intense distate and disappointment when PRODA proceedings were declared by Sind High Court to be ultra vires, and they realized that they were unable to halt Khuhro's return to power. Centre followed up these action by separating Karachi from Sind, placing the capital under its own control and replacaing Sindhi with Urdu.[27]

جون 1948ع ۾ کهڙي جي خلاف PRODA تحت ڪيس شروع ڪيو ويو. پر سنڌ هاءِ ڪورٽ مرڪزي حڪومت جي اقدام کي غير قانوني قرار ڏئي رد ڪري ڇڏيو تنهن ڪري مرڪزي سرڪار کي مايوسي ٿي، ان وقت تائين ڪورٽون آزاد هيون. پوءِ جسٽس منير ضرورت جي نظريہ هيٺ ڪورٽن جي آزدي کي مجروح ڪري ڇڏيو. مرڪز يڪدم ڪراچيءَ کي سنڌ کان عليحده ڪري مرڪز جي تحويل ۾ آندو. سنڌي کي خارج ڪري اردو کي نافذ ڪيو.

As a post colonial state that came into being through the amalgamation of ethnically and linguistically diverse regions. Pakistan was conceptualized as a Fedreal state that would accord maximum Provincial autonomy to the federating units and ensure the fair distribution of resources among them...In an ideal fedration, only few subject like defence, currency, foreign relations and communication belonged to the centre while all other are considered provincial subjects.[28]

---

[27] Ibid, p: 150-151

[28] Rubina Saigol: A Recipe for Disaster, Dawn 30-01, 2008

"پاڪستان جو تصور هڪ وفاقي حڪومت جو هو جنهن ۾ صوبن ڪي مڪمل انتظامي آزادي حاصل رهندي ۽ مالياتي ورچ پڙ منصفانا انداز ۾ ڪئي ويندي پاڪستان جو وجود لساني ۽ Ethnically مختلف علائقن جي الحاق تي مبني هوندو ۽ دفاع ناڻي، امور خارجا ۽ آمدرفت وارن محڪمن کان سواءِ بيا سڀ محڪما، صوبن جو تحويل ۾ هوندا پر هو سڀ ڪجهہ ممڪن نہ ٿي سگهيو. هڪ ٻيو بينڪي نظام حڪومت وجود ۾ آيو جيڪو انگريزن طرفان نافذ ڪيل قوانين تي مبني هو."

In the case of Pakistan independence from colonial rule became a mere transfer of power from foreign ruler to the local ruling classes. For a great majority of people, independence did not being the promised liberty, justice, and equality.

Pakistan remained essentially a colonial state while local colonizers replaced the foreign once. The local ruling classes consolidated their grip in Paksitan's economic and political resources and developed inter-linkages with the army and bureaucracy to protect their hold on power.[29]

"پاڪستان لاءِ بينڪي راج کان آزادي ۾ صرف اهو فرق ٿيو جو اقتدار ڌارين حڪمران کان مقامي سياستدان کي حاصل ٿيو پاڪستان جي عوام جي اڪثريت کي آزادي جي حصول مان واعدن مطابق ڪجهہ بہ هٿ حاصل نہ ٿيو آزادي فڪر ۽ تحريرانصاف برابري وارن اصول تي ڪو بہ عمل نہ ٿيو. بنيادي طور تي پاڪستان عملن هڪ بينڪي رياست آهي، جنهن ۾ غير مقامي استحصالي عناصر جي جاءِ تي مقامي حڪمرانن پنهنجي حيثيت کي منظم ۽ مضبوط ڪري ملڪ جي اقتصادي ۽ سياسي ادارن تي قبصو ڄمايو. ان سلسلي ۾ انهن عناصر پنهنجا لاڳاپا فوج ۽ سرڪاري آفيسرن سان بهتر بڻايا ۽ پنهنجي پوزيشن کي مستحڪم بڻائي اقتدار تي قابض رهيا آهن."

[29] Ibid.

ملڪ جي نظام جو شيرازو بيحد گهڻو تبديل ٿي. بگڙجي چڪو آهي، جو ان ۾ اصلاح ڪرڻ مشڪل مرحلو بڻجي ويو آهي، طبقاتي مفاد پرست مڪمل طور تي فرسودا نظام تي قابض آهن ان مان فائدا حاصل ڪري رهيا آهن. ان پاڪستان جي صورتحال جو جائزو وٺندي روبينا سهگل پنهنجي مضمون "A Recipe For Disaster" ۾ لکيو آهي تہ:

Repeated military interventions geradually changed the structure of State to such an extent that roots of both federalism and democracy were weakened. A non-represenatative body in the form of National Security Council was empowered to dismiss elected Parliaments and Article 58 (2) b was inserted into constitution to enable an indirectly elected President to dismiss elected governments excessive centralization of power coupled with religious based nationalism and the dominance of military, had another important dimension as association of state and state power with one ethenic group to the exclusion of others. Owing to the preponderance of Punjabis and to a lesser extent Pashtuns, the Army in the State came to be viewed as primarily, a Punjabi one dominated by a particular version os Sunni Hanifi Islam.[30]

"مسلسل فوجي مداخلت جي ڪري رياستي نظام ۾ آهستي آهستي تبديليون آنديون ويون. انهيءَ حد تائين جو وفاقيت ۽ جمهوريت جو بنياد ڪمزور ٿي ويا آهن، غير نمائندا اداري National Security Council کي اهڙا اختيار ڏنا ويا هئا تہ هو چونديل پارليامينٽ کي برخواست ڪري سگهي. آرٽيڪل b-(2) 158 کي پاڪستان جي Constitution دستور ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جنهن جي ڪري ان سڌي طرح سان چونديل صدر، چونديل حڪومت کي ختم ڪري سگهي پيو.

پاڪستان ۾ حد کان وڌيڪ مرڪز جا اختيار ۾ مذهبي قوميت ۽ فوج جي اثرائتي قوت اهم مسئلا آهن. ان کان سواءِ ٻيو اهم پهلو آهي،

[30] Rubina Saigol: A Recipe for Disaster, Dawn 30-01, 2008

رياست ۾ رياستي ادارن جا اختيار جن کي مجموعي طور تي صرف هڪ نسلي گروهہ جي افراد کي حاصل آهن. ٻيا نسلي گروهہ ان کان محروم آهن. پنجاب جي فوج جي اڪثريت ۽ ڪجهہ حد تائين پشتونن جيڪي فوج رياستي ادارن ۾ آهن. جيڪي سني جنهن اسلام جا پوئلڳ آهن.

بنيادي مسئلو اهو آهي تہ اجوڪي پاڪستان ۾ پنجاب جي وفاقي سرڪار جي محڪمن ۾ سرڪاري نيم سرڪاري ادارن ۾ پاڪستان جي فوج ۾ اڪثريت آهي. ان کان سواءِ پنجاب صوبي جي حڪومت بہ پنجاب وٽ آهي. هاڻي اڪثريت اقليت جو تضاد ملڪ جي استحڪام تي اثر انداز ٿي سگهي ٿو. ان Imbalance کي Balance ڪرڻ لاءِ سوچڻو پوندو. حڪومتي ادارن ۾ هر صوبي کي مناسب نمائندگي ڏني وڃي. جنهن جي لاءِ اصول مرتب ڪرڻا پوندا قومي اسيمبلي ۾ پڻ نمائندگي يڪسان صوبائي نمائندگي جو اصول اختيار ڪرڻو پوندو. هندوستان پاڪستان جو بنياد سبب اڪثريت ۽ اقليت جو مسئلو هو. اقليت طرفان تحفظات پيش ڪيا ويا جن جي ناقبولي جي ڪري ئي پاڪستان وجود ۾ آيو مشرقي پاڪستان جي اڪثريت پنجاب کي قابل قبول نہ هئي ۽ ان جي ڪري سياسي خلفشار جنم ورتو مشرقي پاڪستان جي 56 سيڪڙو آدمشماري مغربي پاڪستان سان يڪسان ڪرڻ لاءِ Parity جو اصول مرتب ڪيو ويو. يعني مشرقي ۽ مغربي پاڪستان جي نمائندگي هڪ جهڙائي جي اصول تي قبول ڪرائي وئي، Parity جي اصول کي نافذ ڪرڻ لاءِ مغربي پاڪستان ۾ سيني صوبائي حڪومتن کي ختم ڪري صوبن جي تشخص کي مسخ ڪري ون يونٽ ٺاهيو ويو. ان ۾ پنجاب جي بالادستي قائم ٿي وئي ان سان صوبائي خودمختياري وارو اصول نابود ٿي ويو. علامہ اقبال جو اصلي خواب جو ظهور ون يونٽ ۾ نمودار ٿيو.

پاڪستان ۾ صوبن سان غير منصفانا رويو اختيار ڪيو ويو هو بلخصوص نوڪرين ۾ نمائندگي قومي ماليات. پاڻي جي ورڇ ۾ پڻ مناسب حصو نہ ڏنو ويو ڇو جو قومي نوعيت جي معاملن تي فيصلا ڪرڻ وارن جي اڪثريت مغربي پاڪستان جي اڪثريت صوبي سان

هئي، مشرقي پاڪستان جي اڪثريت کي ان جو جائز حق نہ ڏنو ويو. انهن جو شڪايتون جائز هيون.

Bengalis were hardly respresented in the armed forces, and only a small member of them were officers as a result the, western wing recived the lion's share of military expenditure, with barely 2 percent of total given to East Bengal. Similarly the Bengal were poorly represented in the upper echelons of bureaucracy. There were unable to influence economic policy. and their attempts to remind the centre of the importance of hard currency. earned from jute export had no effect. Easten province was allocated only Rs. 50 crores for industrial development out of budget of Rs. 800 cores the result of these inequitable policies was that Rs. 210,000,000 per annum were transferred from East Pakistan to West Pakistan by 1955 this accounted for the greater industrialization of West Pakistan at the expense of Bengal.[31]

”بنگالن کي فوج ۾ نمائندگي ڪا نہ هئي، چند ڪي آفيسر هئا ان جي ڪي فوجي اخراجات جو وڏو حصو هو. فوج جي اخراجات جو مجموعي طور تي طرف 2 سيڪڙو بنگال ۾ خرچ ٿيندو هو. ساڳئي طرح مرڪز جي اعليٰ عهدن ۾ پڻ بنگالين جي نمائندگي ناڪافي هئي، ان ڪري هو قومي اقتصادي پاليسين جي ناهڻ تي اثرانداز نہ ٿي سگهيا. جوٽ جي برآمدي واپار مان ڪمايل زرمبادلہ مان پڻ بنگال کي ان جو حصو نہ ملندو هو. مشرقي صوبي کي ساليانی ترقياتي بجيٽ مان صنعتڪاري لاءِ صرف 50 ڪروڙ رپيا رکيا ويا هئا ۽ مغربي پاڪستان لاءِ 800 ڪروڙ رپيا مختص ڪيا ويا هئا. اها صورتحال 1955ع جي هئي، اهڙي طرح سان مغربي پاڪستان جي صنعتي ترقي جي رفتار مشرقي

[31] Younas Samad: A National in Turmoil-Nationalism and Ethnicity in Pakistan, 1937-158. Oxford University Press, Karachi 1995. p-180

پاڪستان کان تيز رهي پر بنگال جي پئسن تي. بنگالين جي نمائندگي سرڪاري نوڪرين ۾ غير منصفانا هئي."

Civil Services of Pakistan 1955:

| Rank | West | East | East as % of Total |
|---|---|---|---|
| Secretary | 19 | Nill | Nill |
| Joint Secretary | 38 | 3 | 7.3 |
| Deputy Secretary | 123 | 10 | 7.3 |
| Under Secretary | 510 | 38 | 7.3 |

Source: Rounaq Jehan Pakistan Failure in Integration New York 1972p 28

East/West Representation in Army During 1956:

| Rank | West | East |
|---|---|---|
| General | 1 | x |
| Lt. General | 3 | x |
| Major General | 20 | (one who was retired) |
| Brigadier | 35 | 1 |
| Colonels | 198 | 2 |
| Major | 590 | 10 |

Source: Contituent Assembly of Pakistan Debates: No. 51, 16 Jan 1956, p.1844

One Unit ون يونٽ ننڍن صوبن جي مرضي ۽ منشا جي خلاف زبردستي نافذ ڪيو ويو.

Structural imbalance of power was largely responsible for destruction of democracy in Paksitan.[32]

[32] Ibid P:181

سرڪاري ادارن ۾ اڪثريت مخصوص صوبي جي هئي فوج ۾ هنن جي اڪثريت هئي، جنهن جو سبب برطانيا حڪومت جي Recruiting Policy هئي.

The British recruiting policy was narrow that 75 percent of Pakistan Army came from three districts of Punjab (Rawalpindi, Jhelum and Campblepore) and from two districts of Sarhad (Mardan and Kohat).[33]

"انگريزن طرفان هندستان ۾ فوج ۾ شامل ڪرڻ لاءِ اڪثريت پنجاب جي ڪجهه خاص علائقن مان ڪئي ويندي هئي، جنهن ۾ پنجاب جا 3 ضلعا راولپنڊي، جهلم ۽ ڪيمبلپور ۽ NWFP مان صرف ٻه ضلعا مردان ۽ ڪوهاٽ شامل هئا، ان ڪري نه رڳو هندستان پر پاڪستان جي فوج ۾ اڪثريت پنجابين جي رهي آهي، قومي بجيٽ جو گهڻو حصو فوج تي خرچ ٿئي ٿو جنهن جو فائدو پڻ گهڻي حد تائين پنجاب ۽ پوءِ NWFP کي حاصل رهيو آهي، درحقيقت مغربي پاڪستان ONE UNIT وارو نئون نظام اوائل ۾ علامه اقبال طرفان 29 ڊسمبر 1930ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ اڳيان ڪيل تقرير ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ هن فرمايو ته:

I would like to see Punjab North West Frontier Province Sind Balochistan amalgamated in to a single state. Self governing within Birtish Empire or without the British India.[34]

ان مان ظاهر آهي ته اقبال مسلمان اڪثريت وارن صوبن کي يڪجا ڪري هڪ رياست تعمير ڪرڻ جي تجويز ڏني (جنهن ۾ بنگال شامل نه هو) جيڪا هندستان ۾ انگريزن حڪومت زير اثر هوندي، جڏهن 1955ع ۾ ون يونٽ ناهيو ويو ته ان جي صورت عين به عين اقبال جي تخيل

[33] Ibid P:128

[34] Parveen Feroze Hasan, The Political Philosophy of Iqbal, Publisher United Limited 176, Anarkali, Lahore, p: 332

مطابق هئي. علامہ اقبال پاڪستان ناهڻ جو ڪو خاڪو پيش نہ ڪيو هو. ان سلسلي ۾ اقبال سنگھ پنهنجي ڪتاب *The Ardent Pilgrim-Life and Work of Mohammad Iqbal* ۾ لکي ٿو تہ:

In so far as Pakistan is concerned Iqbal has defined his position clearly in a letter he wrote to Edward Thomposon on 4th March 1934, From Lahore

He said:

I have just read your reviews of my book (presumably, the Reconstruction of Religious Thought in Islam which had just come out it is excellent and I am grateful to your for the very kind things you have said but you have made one mistake which I hasten to point out as I consider it rather serious. you call me protagonist of scheme called Pakistan Now Pakistan is not my scheme. The one I suggested in my address (to the all India Muslim League at Allahabad in 1930 is the creation of a Muslim Province, i.e. having an over whelming population of Muslim in the North West of India. This province will be, according to my scheme a part of proposed Indian federation. The Pakistan scheme proposes a seprate federation of Muslim provinces directly related to England as a seprate dominion. this scheme originated in Cambridge.[35]

پاڪستان متعلق وضاحت ڪندي اقبال 4 مارچ 1934ع تي Edward Thompson کي خط لکيو تہ منهنجي ڪتاب تي توهان جو لکيل جائزو پڙهيو آهي، تمام اعليٰ قسم جو آهي، مان توهان جو شڪر گذار آهيان، جنهن ۾ توهان نيڪ خيالن جو اظهار ڪيو آهي. پر توهان کي هڪ اهم غلط فهمي آهي، جنهن جو ازالو ڪرڻ تمام لازمي آهي. توهان مون کي پاڪستان اسڪيم جو باني لکيو آهي پاڪستان منهنجي

[35] Iqbal Singh, The Ardent Pilgrim An Introduction to Life and Work of Mohammad Iqbal, Oxford University Press Delhi, 1947 P:xiii Appendix-2 Also refer Political Ideas at Cross Road Printwell Publications, 1979, P: 80

اسڪيم نہ آهي، مون جيڪا تجويز آل انڊيا مسلم ليگن 1930ع واري الھہ آباد جي اجلاس ۾ ڪئي وئي تنهن ۾ مون هندستان جي Nort-West ۾ علائقا جنهن ۾ مسلمانن جي غالب اڪثريت آهي اتي مسلمانن جو صوبو ناهيو وچي منهنجي اسڪيم تحت هي نئون صوبو هندستان جي وفاقي نظام جو حصو هوندو. پاڪستان اسڪيم مسلمان اڪثريتي صوبن وارن علائقن کي هڪ الڳ وفاقي مسلم صوبي جي حيثيت جي تجويز آهي، جنهن جو انگلينڊ سان سڌو لاڳاپو هڪ Separate Dominion جو آهي. هن اسڪيم جو آغاز ڪيمبرج مان ٿيو.[36] اهڙن خيالن جو اظهار علامہ اقبال مزيد هڪ خط جيڪو هن 6 مارچ 1934ع ۾ سندس دوست مسٽر راغب کي لکيو پڙ ڪيو آهي:

Please also note that the author of review confuses my scheme with Pakistan. I propose to create a Muslim province within Indian Federation, the Pakistan scheme proposes separte federation Muslim province In the North West of India outside the India federation and directly related to England. [37]

”اهو امر قابل غور آهي تہ ليڪڪ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي جيڪو منهنجي ڪتاب تي آهي، ان ۾ مغالطي ڪندي منهنجي تجويز کي پاڪستان اسڪيم قرار ڏنو آهي، منهنجي تجويز هڪ مسلمانن صوبي جي آهي جيڪا هندوستان اندر وفاقي نظام جو حصو هوندي جڏهن تہ پاڪستان اسڪيم هڪ عليحده مسلم وفاقي رياست جو تصور پيش ڪي ٿي جنهن ۾ هندستان North-West وارا صوبا شامل آهن. انهن جو الحاق هندوستان جي وفاق سان نہ پر سڌو واسطو انگلينڊ سان هوندو.“

پاڪستان جي تاريخدانن طرفان عمومن پاڪستان جو تصور علامہ اقبال ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو جنهن جي ترديد علامہ خود پنهنجي خطن وضاحت طور ڪئي آهي.

---

[36] Appendix-3

[37] Photocopy of hand written letter of Allama Iqbal dated 6th March 1934 and it English Translation Appendix_4

Parity برابري جي اصول کي نافذ ڪرڻ لاءِ اهو ضروري هو تہ مغربي پاڪستان جي صوبن کي هڪ صوبو بڻايو وڃي، جنهن جي سياسي قوت سان پنجاب پاڪستان جي وفاقي يعني وحداني نظام تي تسلط قائم ڪري سگهي، مشرقي ۽ مغربي پاڪستان ۾ ميمبر جو تعداد پڻ 50/50 جي بنيادن تي مرتب ڪيو ويو جيئن ڪنهن بہ صورت ۾ مشرقي پاڪستان جي سياسي بالادستي قائم ٿي نہ سگهي.

جيڪڏهن Parity جو اصول نافذ نہ ڪرڻ جي صورت ۾ مشرقي پاڪستان جي ميمبرن جي اڪثريت ننڍن صوبن جي ميمبرن جي اشتراڪ سان حڪومت ناهڻ ممڪن هو. ان کي مستقل طور ختم ڪرڻ لاءِ PARITY هڪ جهڙائي وارو اصل تي عمل ڪرايو ويو.

مغربي پاڪستان جا ڪجھ صوبا جهڙوڪ NWFP ۽ سنڌ ون يونٽ جا سخت مخالف هئا، ان کي دم دلاسن ۽ زبردستي صوبن جي سالميت ۽ تشخص کي ختم ڪيو ويو. انهن صوبن جي ماليت، معدنيات صنعت ۽ ڪمائي ذريعي زمين تي قبضو ڪيو ويو.

In Sindh some three Hundred thousand acres were thus acquired and distributed.[38]

"سنڌ ۾ 300.000 ايڪڙ زرعي زمين تي قبضو ڪري غير سنڌين ۾ مال غنيمت سمجهي ورهائي وئي."

پاڪستان جي مرڪزي وحداني حڪومت مالي وصوليات جا سڀ ذريعا جيڪي سنڌ ۽ صوبن جي حق هئا. جهڙوڪ: Petrol Tax, sale Tax, Customs and Exciese Duty تن تي مڪمل سئو سيڪڙو مالڪي قائم ڪري صوبن کي مالياتي وسائل تي قبضو قائم ڪيو.

In addition to taking over the sale tax, petrol tax and agricultureal income tax and centre appropriated the full discretion to increase the cenral excise duties and to retain the whole of proceeds.[39]

---

[38] Ilham Niaz, Culture of Power and Governance of Pakistan 1947-2088 Oxford University Press, Karachi 2010, P:155

مرڪز طرفان، سيلس ٽيڪس پيٽرول ٽيڪس ذريعي آمدني تي ٽيڪس پنهنجي تحويل ۾ آندو ڪسٽمز ۽ مرڪزي ايڪسائيز معصول ۾ پڻ ڦير ڦار ڪئي وئي، انهن مدن ۾ وصوليات دار آمدني سئو سيڪڙو پاڻ وٽ رکي.

درحقيقت مرڪزي حڪومت جو نظام حڪومت عين هندستان ۾ برطانوي راج جهڙو هو.

The British Indian state was Imperial Nomocracy. [40]

پاڪستان جي وجود اچڻ کانپوءِ اهي انگريز بيٺڪي راڄ وارا سڀ قانون رائج ڪيا ويا، ڪيترائي قانون اڄا بہ اهي آهن، جيڪي انگريزن مرتب ڪيا هئا، اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ پاڪستان ۾ شروع کان جيڪو نظام حڪومت نافذ ڪيو ويو ان کي Imperial Nomocracy چئي سگهجي ٿو. مرڪزي حڪومت طرفان وسائل تي قبضو پاڪستان جي روز اول کان شروع آهي.

Central Government in Pakistan collects 90 percent of all revenue. The one dynamic source of revenue the province had in the form of the sales tax was taken from them to meet the challenge of state under siege while some senior officers such as A.G.N Kazi argued that sales tax and propesed income tax on argiculture should be handed over to the province and that province fiscal autonomy would allow more taxes to be collected to reduce provincial liabilities' no changes were made in the structure of taxtation.[41]

"پاڪستان جي مرڪزي سرڪاري ملڪ جي ٽيڪسن جي اڳاڙي جو 90 سيڪڙو پاڻ وٽ رکي ٿي، صوبن لاءِ هڪ اهم مالياتي سهولت Sale Tax جي هئي جيڪا 1948ع ۾ ملڪ جي مالي خساري جي

---

[39] Ibid ,P: 74
[40] Ibid P:89
[41] Ibid Quoted at P:216

ڪري صوبن کان کسي وئي. اجا تائين مرڪزي حڪومت ان جي وصولي ڪندي رهي ٿي. هڪ اعليٰ سرڪاري آفيسر آفتاب قاضي جي اها تجويز هئي تہ Sale Tax: ۽ تجويز ڪيل زرعي ٽيڪس صوبن جي حوالي ڪيو وڃي. صوبائي مالياتي آزادي جو اختيار صوبن کي ڏيڻ سان انهن جي مالي حالت بهتر ٿيندي. صوبن جو واجيات ۾ ڪٽوتي ايندي پر اهڙي ڪا بہ تبديلي ٽيڪس جي نظام ۾ نہ آئيندي وئي. مرڪز ۽ صوبن جي مالي وصوليات ۾ عدم توازن رهيو آهي. صوبا، مرڪزي حڪومت جا مالي وسائل لاءِ محتاج رهيا آهن. صوبن جي لاءِ قرض بہ مرڪزي حڪومت بين الاقوامي مالياتي ادارن ۽ پرڏيهي حڪومتن کان حاصل ڪندي آهي. انهن ۾ صوبن جي ڪا بہ معاونت نہ ڪئي ويندي آهي قرض جي شرح ۽ عرصي جو فيصلو پڻ مرڪزي حڪومت ڪندي آهي، جنهن مرڪزي سرڪري جا آفيسر شامل هوندا آهن. آسان شرح تي قرض حاصل ڪري مرڪزي حڪومت کان کير پُڇي تہ قرضن وٺڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. ڪهڙن اسڪيمن لاءِ اهي قرض ورتا وڃن ٿا. ۽ ڪٿي خرچ ٿين ٿا. پرڏيهي حڪومتن طرفان جيڪي امدادي اسڪيمون پاڪستان کي ڏنيون وڃن ٿيون. انهن مان سنڌ صوبي کي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿو ٿئي. جو پرڏيهي حڪومتن سان مرڪزي حڪومت جي آفيسرن جو براہ راست واسطو رهي ٿو. ان ڪري اهي مرڪزي آفيسر پرڏيهي اسڪيمون مخصوص صوبن لاءِ منتخب ڪن ٿا. مرڪز حڪومت ۽ صوبائي حڪومتن جي مالي حالت جو اندازو هيٺيان ڏنل تفصيلن مان حاصل ڪري سگهي ٿو:

The disparity between central and provincial revenue is plainly evident. In 1978 and 1994, centre raised from the sources under its control, eighty nine billion rupees and two hundred and fifty seven billion rupees in tax revenues respectively. Against this, taxation amounted four and half billion rupees in 1978 and nine and half billion rupees in 1994. Thus the provincial tax revenue as percentage at 5 percent in 1987 and about 4 percent in 1994, this was the trend from 1950's to the mid 1990, and it

was therefore hardly to surprising but in 2006, the centre accounted for 92 per cent of total revenue collection and financed the provincial and local government's thorough system of awards and transfers that begin and end with the central government.[42]

”مرڪزي صوبن جي وچ ۾ وصوليات جو عدم توازن ظاهر آهي، 1987ع ۽ 1994ع دوران مرڪز طرفان هر قسم جي اوڳڙ مان Rs 89 Billion ۽ Rs 257 Billion ٽيڪس مان حاصل ٿيون ان جي بر عڪس صوبائي Tax Revenue ٽيڪس مان Rs 4.5 Billion 1987 ۾ حاصل ڪيا ۽ Rs 9.5 Billion 1994ع ۾ حاصل ڪيا.

اهڙي طرح اهو واضح ٿئي ٿو ته صوبائي Tax Revenue مرڪزي حڪومت جي Tax Revenue 5 سيڪڙو 1987ع ۾ ۽ 4 سيڪڙو 1994ع ۾ ٿئي ٿو 1980ع جي ڏهاڪي کان 1990ع جي ڏهاڪي تائين ساڳيو نمونو رهيو 2006ع ۾ مرڪز ٽيڪس مجموعي طور تي 92 سيڪڙو رهيو. صوبائي ۽ مقامي حڪومتن کي مرڪز طرفان مالي امداد جي صورت ۾ ڏني ويندي هئي، جيڪا مرڪز جي منشا تي منحصر هئي.“

ملڪ جي ٽيڪس جي نظام جي حالت هيءَ آهي ته:

The wastages that over-centralized often incompetent, and utterly unaccountable financial administration engaged in its collection. Revenues are raised through indirect taxes on consumption which punish the poor and middle classes, or through withholding tax and taxes on savings which, again, hit the lower income groups the hardest, the rich get away with minimal taxation and to make up the difference between the tax revenue and the expenditure the government borrows from any and all sources and print money thus fueling inflation that again crushes the urban poor and middle classes and rural wage labourers.[43]

---

[42] Ibid, refer P:21
[43] Ibid, Refer P:217

اوائلي دور ۾ پاڪستان جي سياسي صورتحال خوش آئيندا نہ هئي مسلم ليگ جي قيادت جي يڪ طرفا فيصلن ملڪ ۾ مونجهارو ۽ خلفشار پيدا ڪيو. حڪومت تي قابض گروهہ پنهنجي منشا ۽ سياسي فهم مطابق پاليسيون مرتب ڪندا رهيا.

For Ruling group centralization become urgent necessity as challenges to the Muslim League had mushroomed threatened to steal the mantle of legitimacy by propagating populist alternatives. The knee-jerk response was to reject political plurality and drift towards one party state.[44]

"حڪمران طبقي لاءِ مرڪزيت واري پاليسي اهم ضرورت ٿي پئي جو مسلم ليگ کي بين سياسي پارٽين جو مقابلو ڪرڻو پيو جيڪي پاڪستان جي سطح تي نمودار ٿيون. جن جي ڪوشش هئي ليگ جي متبادل عوامي مقبوليت جي پروگرام جي تشريح ڪري عوام وٽ جائز مقام قائم ڪن."

مسلم ليگ کي ڪنهن بہ صورت ۾ ٻيون سياسي پارٽيون ناقابل برداشت هيون. لياقت علي ۽ خواجا ناظم الدين ايتري اهليت ۽ سياسي مقبوليت نہ هئي جو هو حسين شهيد سهروردي جو مقابلو ڪري سگهن. ان ڪري هن کان خائف هئا.

Liaquat and Khawajas of Dacca recognized Suhrawardy's political acumen and sagacity and considered him serious threat.

On 3 June 1948 the premier of East Bengal, Khawaja Nazimuddin, barred Suharawrdy's entry in the provice. next in March 1949 his membersip of the Constituent Assembly was cancelled and in May he was expelled from the Muslim League. Suharwardy was forced to settle in Karachi.[45]

---

[44] Ibid, P: 129
[45] Ibid, P:131

لياقت علي خان ۽ خواجا ناظم الدين سهروري جي صلاحيتن کان بخوبي واقف هئا ۽ سياسي خطرو محسوس ڪندا هئا. 3 جون 1948ع تي خواجا ناظم الدين بنگال جي وڏي وزير جي حيثيت سهروري تي بنگال ۾ وڃڻ تي پابندي عائد ڪئي. مارچ 1949ع ۾ سهروردي جي قانون ساز اسيمبلي جي ميمبر معطل ڪري ڇڏي. سهروردي کي مجبورن ڪراچي ۾ سڪونت اختيار ڪئي.

مرڪزيت وارو ناڪارا ۽ نااهل افراد تي مبني مالي نظام جنهن ۾ فضوليات واري اخراجات جو ڪوبہ پڇڻ وارو نہ هو.

مالي وسائل اڻ سڌي ٽيڪسن جي ذريعي خورد و نوش جي اشياءَ تي وصول ڪيا ويندا هئا. جنهن جو برو اثر ۽ بوجهہ عمومن غريبن ۽ وچولي درجي عوام تي پوندو. ان کان سواءِ Withholding Tax جيڪو ڏهہ سيڪڙو آهي ۽ هاڻي وڌائي 11.5 سيڪڙو ڪيو ويو آهي ۽ بچت وارن اسڪيمن تي پڻ ٽيڪس جي ادائگي گهٽ ڪمائي وارن گروهن تي اثر انداز ٿئي ٿو. شاهوڪار نالي ماتر ٽيڪس ادائگي ڪري فارغ رهندا اچن. ٽيڪس جي وصولي ۽ اخراجات جي وچ ۾ عدم توازن کي پوري ڪرڻ لاءِ حڪومت مقامي ۽ بين الاقوامي بئنڪن ۽ مالياتي ادارن ۽ پرڏيهي حڪومتن کان قرض وٺي. اهو خسارو پورو ڪندي آهي. ان کان علاوه اضافي نوٽ ڇاپي Deficit جو پورائو ڪندي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ قيمتن ۾ تمام گهڻي واڌ افراط زر جي ڪري نمودار ٿئي ٿي. ان ۾ پڻ غريب پيڙجن ٿا. اهڙي قسم جي ناقص مالياتي ۽ اقتصادي نظام جو برو اثر ملڪ جي معيشيت تي پوي ٿو. ملڪ جي ترقي جي رفتار گهٽ ٿيندي رهي ٿي جو قرض جو بوج وري عوام کي مزيد ٽيڪسن جي ذرعي ادا ڪرڻو پوي ٿو.

Since the borrowed amount has to be paid back through tax revenue effectively means that poor will be taxed disporoportionately to raise the requisite funds.[46]

---

[46] Ibid. P:217

جيئن تہ قرض جي ادائگي ٽيڪس جي وصولي سان ٿئي ٿي ان صورت ۾ غريب پيڙجي وڃن ٿا. جو انهن کي غير معمولي طور تي ٽيڪس جي ادائيگي اڻ سڌي طرح ڪرڻي پوي ٿي پاڪستان ۾ موجوده صورتحال اهڙي قسم جي آهي انڪم سپورٽ پروگرام حاصل ڪيل قرض تي هلي رهيو آهي. جنهن تي اڳتي هلي قرض ۽ ان تي وياج ادا ڪرڻو پوندو ۽ ان جو بوجھ وڌيڪ غريبن تي پوندو.

ترقياتي تي منصوبا پڻ قرض ذريعي حاصل ڪيل فنڊن تي هلن ٿا. پر عوام کا ان مان ڪو بہ فائدو حاص نہ ٿيو آهي جيترا وڏا منصوبا اوترين وڏيون ڪميشنيون حاصل ڪيون وڃن ٿيون. ان ڪري روڊ رستا پليون. Over head bridges ۽ Dams ناهڻ جي منصوبن کي ترجيح ڏني ويندي

Most of the money spent by the centre on development has either lined up the pockets engineers the consultants, contractors and engineers or has simply been wasted.[47]

"مرڪز طرفان گهڻي حد تائين ترقياتي منصوبن تي جيڪي اخراجات ڪيا وڃن ٿا ان جو تمام وڏو حصو مشاورتي ادارن، ٺيڪيدارن انجنيئرن جي کيسن کي گرم ڪن ٿا، ان جو شمار فضوليات ۾ ٿئي ٿو."

مرڪزيتي نظام کي وڌيڪ فوقيت ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ ون يونٽ ٺاهيو ويو. جيئن تہ فوج ۽ حڪومتي ادارن ۾ اڪثريت پنجاب جي هئي ان ڪري ننڍن صوبن جي آواز کي اهميت نہ هئي.

To bypass various impediments to their plans the ruling group resorted to combination of obfuscation and brute force. This was apparent from the documents preparted by Daulatana for the government on the Unification of West Pakistan the argued that if the plan for the One Unit was to be successful. We must clear decks before we launch our politaicl campaign and silence and render inoperative all opposition. The fear among the smaller provinces of the West Pakistan that One Unit would

---

[47] Ibid Refer, P: 217

lead to Pubjab domination had to be laid to rest. Punjab a later stage Pubjab will have to take the lead. Punjab must be kept quite. At that time I hope an effective intelligent Punjab leadership will have been put in place both at the centre and at Lahore, However in their impatience the olilgarchy used strong arm tactics rather than persuasion in implementing "One Unit". The attitude was exemplified by Mirza who stated I am against all compromises, the "One Unit Stream-roller" will not be stopped by small pebbles, The provincial legislatures of Sind and the NWFP were at the receiving end of the One Unit Stream-roller and were bullodozed in to passing resolution supporting the unification of West Pakistan.[48]

حڪمران طبقي طرفان ون يونٽ ناهڻ جي رستي ۾ جيڪي بہ رنڊڪون ۽ رڪاوٽون حائل هيون تن سڀني کي سازشي نموني سان هر قسم جا حربا ۽ طاقت جي استعمال ڪان بہ گريز نہ ڪيو ويو. هر صورت ۽ هر قيمت تي ون يونٽ ناهڻ انهن کي مقصد هو. اها حقيقت ميان ممتاز دولتانا طرفان مرتب ڪيل اهم خفيا دستاويزن Unification of West Pakistan مغربي پاڪستان جي وحدت لاءِ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ظاهر ٿي. دولتانا لکيو تہ، "اهو ضروري آهي تہ اسان پنهنجي ويچارن کي منظم ڪيون، ان ڪان اڳ جو اسان سياسي تبليغ شروع ڪيون، ان لاءِ هڪ تہ خاموشي اختيار ڪرڻي پوندي پيو تہ مخالفن کي سياسي طور تي مفلوج ڪرڻو پوندو. ننڍن صوبن جو خوف تہ پنجاب سياسي بالادستي قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهي ان جي وضاحت ڪرڻي پوندي، پنجاب کي مصلحتن خاموش رهڻو پوندو. آخري مرحلن ۾ پنجاب کي اڳيرائي ڪرڻي پوندي ان وقت تائين مون قوي اميد آهي تہ پنجاب جي قابل ۽ بااثر قيادت مرڪز ۽ لاهور تي قابض ٿيندي، حاڪمانا روين ۽ بي صبري جي ڪري بجاءِ تحمل ۽ تدبر جي ون يونٽ ناهڻ لاءِ بيجا طاقت جو استعمال ڪيو ويو، ان جو بدترين مثال مرزا (سڪندر) هو جنهن شدو مد

[48] Yunus Samad Nation in Turmoil Oxford University Press, Karachi, 1995. P:179-174

سان چيو تہ هو ڪنهن بہ مصلحت لاءِ تيار نہ آهي ون يونٽ جو بلڊوزر ڪنهن بہ صورت ۾ ننڍين پٽرين جي رڪاوٽ ڪي چٽي چڏيندو سنڌ ۽ NWFP جون صوبائي اسيمبلين تي بلدوزر استعمال ڪندي مغربي پاڪستان جي الحاق جي فائدي ۾ قراردادون پاس ڪرايون ويون.

وقت گذرڻ سان ون يونٽ جا اصلي راز ۽ زمزون جيڪي سازشي عناصر پوشيده رکيون هيون سي ظاهر ٿينديون ويون، جيڪي بدنيتي ۽ بي اعتمادي تي ٻڌل هيون. عديل خان پنهنجي ڪتاب Politics of Identity Ethnic Nationalism and the state in Pakistan ۾ وضاحت سان لکيو آهي تہ:

One of the most damming acts of the Pakistan government to undermine the regional identities of various ethnic groups was imposition of the One Unit Scheme on four province of West Pakistan. The Idea of amalgamation of four provinces in to One Unit might have been as old as Pakistan itself. because the state had come in to existence with an anomalous power arrangement. Bengalis formed the majority of the Pakistan's population. but the state power was in the hands of the Punjabi Muhajir axis. In any representative dispensation. Bengalis could over run that arrangement. The ruling elite had no intention of allowing such opportunity.[49]

حڪومت پاڪستان طرفان صوبن جي اصلي تشخص کي مجروح ڪرڻ وارو عمل قابل مذمت هو جنهن تحت چئن صوبن جي مٿان ون يونٽ نافذ ڪيو ويو هو. اهو منصوبو ايترو ئي پراڻو هو جيترو پاڪستان ڇاڪاڻ تہ پاڪستان ۾ رياستي اختيار جو توازن غير منطقي هو. پاڪستان ۾ آدم شماريءَ جي حساب سان بنگالين جي قومي اڪثريت هئي پر رياست اختيار تي پنجابي ۽ مهاجرن جو گروهہ قابض هو ڪنهن منتخب سياسي نظام ۾ بنگالين جي اڪثريت ان حڪومتي انتظام تي تبديل ڪرڻ جي قوت رکي پئي.

---

[49] Adeel Khan. Politics of Identity-Ethnic Nationalism and the State in Pakistan Sage Publication. New Delhi. 2005. P:142

حڪمران طبقو ڪنهن بہ صورت ۾ انهيءَ قسم جي تبديلي جي خواهشمند نہ هو. غير آئيني ۽ غير قانوني اندازو ۾ ون يونٽ ٺاهيو ويو جنهن جو ڪو بہ معقول جواز موجود نہ هو. سواءِ حڪمران طبقي جي پنهنجي مفادن جي تحفظ ۽ بالادستي قائم رکڻ لاءِ ۽ بنگالين کي اڪثريت هوندي بہ اقليت ڪرڻ جو مقصد هو.

Due to Bengal majority in the Constituent Assembly, the issue of One Unit was never discussed during its seven year existence when proposal was put before the Muslims League Parliamentary Party, it was defeated by 32 to 2 votes. But it did not stop the establishment form pushing through the proposal which they had began to articulate soon after Pakistan creation on the basis of administrative efficiency greater economy and as foil against provincialism.[50]

”قانون ساز اسيمبلي جي 7 سالن جي وجود جي باوجود ون يونٽ جي تجويز زير بحث نہ آندي وئي جو ان ۾ بنگالين جي اڪثريت هئي، جڏهن مسلم ليگ پارلياماني پارٽي جي اڳيان اها تجويز آندي وئي تہ ميمبرن جي اڪثريت 32 ووٽ خلاف ۽ صرف 2 ووٽ فائدي ۾ پيا. ان جي باوجود پنجابي مهاجر آفيسرن جي حڪومت ۾ اڪثريتي بالادستي هئي. ون يونٽ جي تجويز کي تشريح ڪندا رهيا تہ اها انتظامي ۽ اقتصادي اعتبار کان بيحد مناسب آهي ۽ ان سان صوبائيت جي فورع کي روڪي سگهبو.“

سنڌين ون يونٽ جي شديد مخالفت ڪئي جو اظهر من الشمس هو تہ ان جو مقصد سنڌ جي وسائل ۽ سنڌين جي شخصيت انهن جي زبان ثقافت، نوڪرين ۽ زمينن تي قبضو ڪرڻ مداع هو. مبصرن ۽ مورخن جو خيال آهي تہ:

Sindhi reaction to the plan was resounding and unequivocal. They saw plan as an attempt to establish Punjabi domination over the smaller

---

[50] Ibid, P: 142

provinces and to negate their regional autonomy and ethnic identity. Sindh Chief Minister Pirzada Abdul Sattar, was supported by 74 of 110 Sindh Assembly members in his opposition to the plan but it did not impress the central government. Instead elected Chief Minister was replaced by unelected Ayub Khuhro, who had been disqualified under PRODA barring him from holding public office for seven years.[51]

سنڌين طرفان ون يونٽ منصوبي جي بيباڪ ۽ شديد مخالفت ٿي. جو پنجاب پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ لاءِ اهو منصوبو ناهيو هو جنهن ننڍين صوبن جي حيثيت ۽ صوبائي خودمختياري ۽ لساني تشخص کي ختم ڪرڻ جي سازش هئي. سنڌ جي وڏي وزير پيرزادي عبدالستار ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي هن جي سنڌ اسيمبلي جي 110 کان 74 ميمبرن تائيد ڪئي، پر ان جو مرڪزي حڪومت تي ڪو بہ مثبت اثر نہ ٿيو. الٽو پنهنجو حاڪميت جي طاقت جو مظاهرو ڪندي پيرزادي عبدالستار هڪ چونڊيل وزيراعليٰ کي بي سبب برطرف ڪري ڇڏيو. هن جي عهدي تي هڪ ان چونڊيل ايوب کهڙي کي جيڪي PRODA تحت 7 سالن تائين سياست ۾ شرڪت نہ ڪري پئي سگهيو. تنهن کي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿاڦيو ويو.

Pakistan has been reduced to land for greedy political adventurers.

Punjab was the only province to benefit from new arrangement at the expence of the smaller provinces. Sindh probably, would bear the heaviest burden. During Pirzada Abdul Sattar's Chief Ministership the Sindh government agenda included the demand for the return of Karachi, resistance to Sindhi lands awarded to civil and military personal, building irrigation works, and promotion of Sindh culture and literature.[52]

---

[51] Ibid, P:142-143

[52] Ibid, P: 143

پنجاب واحد صوبو هو جنهن کي نئين نظام مان مڪمل فائدو حاصل ٿيو جنهن جو برو اثر ننڍين صوبن تي لازم هو گهٽي ۾ گهٽو نقصان سنڌ صوبي کي برداشت ڪٽو پيو.

پيرزادي عبدالستار جي وزارت اعظميٰ جي دور ۾ حڪومت طرفان ڪيترا ترقياتي منصوبا ناهيا ويا هئا. جن ۾ ڪراچي جي مرڪز کان واپسي، سنڌ جي زرعي زمينن جو سول فوجي آفيسرن ۾ ورهائڻ واري پاليسي جي مخالفت آبشاهي اسڪيمن جي تعمير سنڌي زبان ۽ ثقافت جو فروغ جون رٿائون شامل آهن.

انهن سيني منصوبن جا خاتمو ڪيو ويو ان سلسلي ۾ هڪ مبصر مسٽر عديل خان لکي ٿو تہ سنڌ سان ڪهڙي ويڌن ٿي.

After implementation of One Unit Scheme, all Sindhi oriented polices were shelved and resource were chanelled to "National" projects. Under the Punjabi, Muhajir bureaucrats, Rural Sindh was ignored and Rs. 330 million from Sindh were diverted to counter-balance Punjab's one billion rupees defecit. Out of 2000 Million that Pakistan Industrial Development Corporation allocated for development schemes Sindh received only Rs. 200 Million. The promotion of Urdu as a national Language was expedited and Sindhi language was systematically discouraged by banishing it from the Karachi Municipal Corporartion and University of Karachi, and by re-writing Road Signs, Signboards, Voters List etc, in Urdu. The efforts to do away with Sindhi identity were stretched to such preposterous limits that postman were advised not to deliver mail that carried the word Sindhi in the address.[53]

ون يونٽ جي اسڪيم جي نفاذ کانپوءِ جيڪي بہ سنڌ جي بهتري جون پاليسيون ۽ منصوبا هئا تن کي معطل ڪيو ويو. جيڪي بہ وسائل سنڌ جي منصوبن جي لاءِ هئا تن کي خارج ڪري اهي فنڊ قومي منصوبن تي خرچ ڪيا ويا. پنجابي مهاجر، آفيسرن جي روش جي ڪري

[53] Ibid, P:143

سنڌ جي ٻهراڙي جي اقتصادي ترقيءَ تي ڪا بہ توجهہ نہ ڏني وئي، سنڌ جا 300 ميلن رپين کي پنجاب جي حڪومت جي هڪ بلين رپيا خساري کي پورو ڪرڻ ۾ صرف ڪيا ويا. 2000 ملين رپيا جيڪي ۾ ترقي لاءِ رکيل هئا تن مان سنڌ کي صرف 200 ملين رپيا مليا. اردو کي فروغ ڏنو ويو. سنڌي زبان کي مصلحتن باضابطا طور تي پوئتي ڪيو ويو. سنڌيءَ کي ڪراچي يونيورسٽي ۽ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن مان خارج ڪيو ويو. روڊن، رستن تي نشانين وارا بورڊ پڻ اردو ۾ لکيا ويا ووٽرن جون لسٽون پڻ اردو ۾ لکيون ويون سنڌي ثقافت کي ختم ڪرڻ لاءِ احمقانا حد تائين پوسٽ مين کي حڪم ڏنو ويو تہ جنهن بہ خط جي مٿان سنڌي ۾ ايڊريس تحرير ٿيل هجي انهن کي اهي خط نہ ڏنا وڃن. سنڌ ۾ ريلوي اسٽيشن جا جيڪي بورڊ سنڌي ۾ لکيل هئا انهن کي مسمار ڪري انهن جي جاءِ تي نوان بورڊ ۾ لکرايا ويا. "الله ڏنو ساند". اسٽيشن جي بورڊ تي اردو ۾ "الله ڏنا سانڊ" لکيو ويو. هر هڪ ممڪن ڪوشش ڪئي وئي تہ سنڌ جي تشخص کي مسڪ ڪيو وڃي سنڌ جي عظيم علمي ورثي ۽ حيثيت کان اردو وارا خائف هئا. پاڪستان جي صوبائي ٻولين مان ٻي ڪنهن بہ زبان پنجابي، بلوچي، سرائڪي، پشتو ۾ تعليمي ٻولي معيار حاصل نہ هو سنڌ ۾ سنڌي پڙهائي وينڊي هئي، سنڌي جو ثقافتي سرمايو اعليٰ درجي جو هو جيڪو ٻي ڪنهن بہ صوبي جي زباني ۾ موجود نہ هو. ان ڪري ان جي عظمت کان خائف هئا، مبصر لکن ٿا تہ:

Compared to other ethinic group of Pakistan, Sindhi's have the highest literacy rate in their mother tongue. According to 1951 census Sindhi's were five times more literate than the Punjabis, Pakhtuns, and Baloch also compared to other indigenous languages of Pakistan, Sindh's has the largest number of publications, including daily newspaper unlike other provinces where the mother tongue had never been the medium of instruction. Sindhi had this status since 1851, but

in utter disregard to its importance in Sindhi society. Sindhi as a medium of instruction was replaced by Urdu in 1985.[54]

پاڪستان ۾ ٻين لساني گروهن جي مقابلي ۾ مادري زبان ۾ سنڌي پڙهيلن جو تعداد سيني ۾ وڌيڪ آهي، 1951ع وارو 1 عدد ۽ شمار جي رپورٽ مطابق سنڌي پڙهيلن جي شمار ٻين علائقائي زبانن جهڙوڪ پنجابي، پشتو ۽ بلوچن کان 5 دفعا وڌيڪ آهي. ٻين مقامي زبانن جي مقابلي ۾ سنڌي ڇپجندڙ رسالن ۽ روزاني اخبارن جو انگ وڌيڪ آهي، هندستان ۾ قرآن جو پهريون ترجمو سنڌي ۾ ٿيو هو. پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ مادري زبان ۾ تعليم نہ ڏني ويندي آهي سنڌي واحد زبان آهي، جنهن ۾ 1851ع کان مادري زبان ۾ تعليم ڏني وئي آهي. سنڌي زبان جي اهميت کي نظرانداز ڪندي اردو کي 1958ع ۾ سنڌي زبان جي جاءِ تي اردو ۾ تعليم ڏيڻ Medium of instruction بڻايو ويو. ون يونٽ سنڌ مٿان عذاب جي صورت ۾ نازل ٿيو. سنڌين کي هر نموني سان زير ڪرڻ ۽ نوڪرين ۾ نظر انداز ڪيو ويو.

ون يونٽ جي ڪري سنڌ سرڪار جي سيني کاتن کي ختم ڪري مغربي پاڪستان جي لاهور ۾ سيڪريٽريٽ ۾ ضم ڪيو ويو. سنڌ جي سيني کاتن جي آفيسرن اسٽاف کي جنهن ۾ ڪلارڪ ۽ پٽيوالا بہ شامل هئا. تن کي پڻ لاهور بدلي ڪيو ويو مالي مشڪلات جي باعث اڪثر سنڌي ملازم جيڪي ڪلارڪ ۽ پٽيوالا هئا سي هزارن جي تعداد ۾ نوڪرين تان دستبردار ٿي بيروزگار ٿي ويا لاهور ۾ سنڌين کي نوڪري ملڻ ممڪن نہ هئي، اهڙي طرح سان سنڌين جي Employment جا ذريعا بند ٿي ويا.

سنڌ جي زرعي زمين مٿان ڌاڙو شروع ٿي ويو حڪمران طبقا پنهنجي منشا مطابق مالياتي ۽ اقتصادي پاليسيون جوڙيندا رهيا. جنهن جو فائدو بي الخصوص پنجابين کي حاصل ٿيو.

---

[54] Ibid, P:143

Yet another development, which has its roots in colonial rule but whose pace and magnitude increased during the One Unit period was the award of Sindhi land to non-Sindhis especially Punjabi and Pakistan civil and military officials, Two factors, which colonialists believed would help to increase their control and profit, accelerated settlement of Punjabis in rural Sindh, (a) to make rural Sindh more stable....More loyal and subservient Punjabi, military pensioners were allotted lands (b) to increase productivity, Punjabis who according to the racist stereotype of colonial discourse were more industrious, than lazy Sindhi's were encouranged to settle in Sindh. By 1942-1943, the government had sold or leased more than 1.5 million acres of newly irrigated land, most of it to Punjabi Settlers...After construction of Kotri Barrage, Punjabi settlement suddenly increased in 1950's when the newly irrigated land was allotted to army pensioners, of the land irrigated by the Guddu Barrage, 598,525 acres were reserved as state land and 142,473 acres were allotted to non-Sindhis mostly Punjabis by 1971. Punjabi writer Aziz Ahmed, claims that most Generals were among those who grabbed Sindhi land during the first five years of the military rule i.e from 1958 to 1963: 75 percent of the allotees were non-Sindhis. Under the circumstances it tis not surprising that Sindhi's believe that for them real colonialism started after the creation of Pakistan.[55]

"انگريزن جي بينڪي راج واري راويت کي ون يونٽ نهڻ کان پوءِ وڏيڪ تقويت پهتي جنهن تحت سنڌ جون زمينون غير سنڌين جي حوالي ڪيون ويون، جنهن ۾ پنجابي ۽ پشتون سول ۽ ملٽري آفيسر شامل هئا. بينڪي نظام جا پوئلگ انهيءَ سوچ جا هئا تہ پنهنجي طبقاتي فائدن جو حصول لاءِ سنڌ جي اندروني علائقن ۾ پنجابين کي آباد ڪيو وڃي پنجابين جي آباد ڪاري جنهن ۾ فوجي پينشنر تي اعتبار ڪري سگهجي ٿو هو جي حضور رهندا ۽ انهن سان سنڌ جي

[55] Ibid, P:143-144

ٻهراڙي کي وڏيڪ مستحڪم ڪيو ويندو پنجابي سوچ مطابق اهي وڏيڪ محنتي آهن ۽ سنڌي سست آهن، تنهن ڪري ڪاشتڪاري جي اپت ۾ اضافو پڻ ٿيندو.

1942ـ1943ع ۾ حڪومت طرفان 1.5 ملين ايڪڙ زمين وڪري ۽ ليز تي ڏني وئي 1950ع جي ڏهاڪي ۾ ڪوٽڙي بئراج جي نهڻ ڪانپوءِ پنجابي آبادگاري ۽ زمينون پنجابي فوجن کي ڏنيون ويون، گڊو بئراج تي آباد ٿيندڙ زمينن جا 898,525 ايڪڙ سرڪار لاءِ مخصوص ڪيا ويا، جنهن مان 473، 142 ايڪڙ زرعي زمين غير سنڌين گهٽو ڪري پنجابين کي 1971ع تائين ڏنيون ويون."

هڪ پنجابي ليکڪ Aziz Ahmed مطابق پهرين پنجن سالن ۾ 1958ـ1963 ۾ زرعي زمينن ۾ فوجي جنرلن قبضو ڄمايو، 75 سيڪڙو Allottee الاٽي غير سنڌي هئا. ون يونٽ جي نهڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ تعليم جي فروغ خاص منصوبا نہ ٺاهيا ويا، نڪو نوان ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ ڪاليج تعمير ڪيا ويا، پر موجود لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ اين اي ڊي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ جيڪي نشستون هيون انهن تي سنڌ جي شاگردن کي اوليت ڏني ويندي هئي، پر ون يونٽ حڪومت انهن ڪاليجن ۾ نشستون مقامي شاگردن لاءِ گهٽائي ڇڏيون ۽ اهي پنجاب جي شاگردن لاءِ مخصوص ڪيون.

انهن اسبابن جي ڪري سنڌين ۾ غير يقيني ۽ مايوسي جو رجحان پيدا ٿيو جيڪو وڌندو ئي ويو آهي، حڪومت ڪندڙ طبقو عوام جي سوچ ۾ انهن جي مسائل کان بي نياز رهيو ملڪ ۾ طاقت جي سياست Politics of Power مروج آهي، پاڪستان جي سياسي نظام ۾ قانون جي ڪا بہ افاديت ۽ اهميت نہ آهي، انهن اسبابن جي ڪري هڪ محقق عديل خان پنهنجي ڪتاب Politics of Identily ۾ لکيو آهي تہ:

Under the circumstances, it is not surprising that Sindhi's believe that for them real coloniatlism started after the creation of Pakistan.[56]

---

[56] Adeel Khan, Politics of Identity Ethnic Nationalism and the state in Pakistan, 2005, P:144

"انهن علامتي حالتن جي ڪري اها ڳالهہ تعجب خيز نہ آهي جو سنڌي سمجهن ٿا تہ انهن لاءِ بينڪي آبادي واري نظام جو آغاز پاڪستان جي نهڻ ڪانپوءِ شروع ٿيو."

حڪمران طبقي طرفان طاقت جي زور تي حڪومت هلائي پئي وڃي پوءِ ملڪ ٽٽي تہ پلي ٽٽي مشرقي پاڪستان جي چونڊ ۾ اڪثريت جي باوجود فوجي قوت جي استعمال سان انهن کي حڪومت ناهڻ نہ ڏني وئي ۽ اليڪشن بي ٿود بنائي وئي نتيجي ۾ متحد پاڪستان نابود ٿي ويو. نئون پاڪستان پراڻي ون يونٽ واري صورت ۾ باقي رهيو هاڻي ان جي بقاءَ جي جنگ هلي رهي آهي، مساوي انصاف، عدل ۽ احسان جي ڪمي جي ڪري خطرا موجود آهن. منصفانا انداز ۾ سيني کي جائز حقوق ڏيڻ سان پاڪستان ۾ يڪجهتي سان نظام جي پختگي قائم ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن سيني کي جائز حقوق ڏنا وڃن. پاڪستان ۾ حقوق جي معاملي ۾ Discrimination امتيازي سلوڪ هڪ حڪومتي حقيقت آهي، اعلانن ۾ عمل جو فقدان رهيو آهي. مرڪز جي حڪومت اڪثريتي صوبي جا آفيسر اعليٰ عهدن تي نافذ آهن جن جو رخ ۽ رويو منهن ۾ مُلا انداز ۾ ابليس وارو رهيو آهي.

The major obstacle in path of balancing out the Sindhi's share is structural discrimination that has become part of Pakistan state system. The Punjabi-Muhajir dominated civil and military bureaucracy, continuging with colonial legacy of discrimination based on racial stereotypes, has all along ben treating Sindhi's with contempt for being neither industrous like Punjabis nor brave like Pashtuns... it has suggested that military bureaucracy has not entertained the idea of employing Sindhi's because they are mistrusted for having ethono-natonalist tendencies. [57]

[57] Ibid, P:148

حڪومتي ادارن ۾ سنڌين کي انهن جو جائزو حق ڏيڻ جي رستي ۾ بنيادي طور تي Structural Discrimination انتظامي تفريق آهي، جيڪا پاڪستان رياستي نظام جو حصو آهي. پنجابي مهاجر نوڪر شاهي جي بالادستي جيڪو بينڪي نظام جو ورثو آهي، لساني ۽ قومي مفروضن جي بنيادن تي سنڌين سان نفرت وارو سلوڪ ڪندا رهيا آهن. جو انهن جي خام خيالن ۾ پنجابي محنتي ۽ پشتون بهادر آهن، اهو پڻ چيو ويجي ٿو تہ فوج ۾ سنڌين کي ان ڪري موقعا فراهم نہ ٿيا ڪيا وڃن جو اهي ناقابل اعتبار ۽ اعتماد آهن ان ڪري جو اهي سنڌي قوم پرست آهن.
سنڌين کي حڪومتي ادارن ۾ نوڪرين ۾ جائز حق نہ ٿو ڏنو ويجين جو سرڪاري اقتدار اعليٰ آفيسر شاهي وٽ آهي. سياستدان انهن اڳيان ممڙا مسڪين آهن جو انهن ۾ خوداريت ۽ خود اعتمادي جي نفي آهي.
حڪمران نوڪر شاهي پنهنجا آفيسر سنڌ ۾ آءِ جي پوليس ۽ چيف سيڪريٽري مقرر ڪري انهن ذريعي سنڌ جي حڪومت تي قابض آهن. اهي آفيسر گهڻو ڪري غير سنڌي رهيا آهن. سنڌ غير سنڌين جي ميراث آهي جڻ تہ انهي لاءِ پاڪستان ٺاهيو ويو هو.

Muhajirs with 3.5 percent of population had 21 percent of jobs in the Pakistan civil service and this reflectd groups historic advantage... Punjabis and Muhajirs were the most vocal advocates of a strong centralized state and were prepared to go to almost any length to achieve this goal, including encouraging the army and bureaucracy to destabilize the political leadership.[58]

مهاجرن جي آبادي 3.5 سيڪڙو هئي ۽ پاڪستان جي سول سروس ۾ انهن جو تعداد 21 سيڪڙو هو اهو انهن جو اهم تاريخي leverage اهميت جو سبب هو جو هو حڪومت پاليسين تي حاوي رهيا. پنجابي ۽ مهاجر مضبوط مرڪز جا حامي هئا. ان کي هر صورت ۾ هو قيمت تي برقرار رکڻ

[58] Gyanendra Pandey and Yunas Samad: Fault Lines of Nationhood Rolli Books, New Delhi 2007, P:94

لاءِ ڪوشان هئا. مرڪزن حڪومت کي مضبوط رکڻ لاءِ اهي عناصر نوڪر شاهي فوج کي حڪومت وقت کي غيرمستحڪم ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ کان بہ ڪين ڪيٻائيندا هئا. ون يونٽ جي دور ۾ سنڌ ۾ سرڪاري آفيسرن جي بيگهي مڇي وئي سيني جو رخ سنڌ ڏانهن هو.

A list complied in 1970 revealed that during the one and half decade of One Unit only 53 out of 184 posting of Deputy Inspector-General of police and 41 out 150 posting of commissioner and Deputy commissioner, were given to Sindhi's.[59]

1970ع ۾ هڪ رپورٽ تيار ڪئي وئي، جنهن موجب ون يونٽ جي درو کان 15 سان تائين ڊي آءِ جي 184 مان 53 سنڌي هئا. 150 ڪمشنر ۽ ڊپٽي ڪمشنري مان 41 سنڌي هئا گذريل 62 سالن ۾ 30 سالن جو عرصو پاڪستان فوجي آمريت Dictatorship هيٺ رهيو. ملڪ جي فوج جا سربراهہ جنرل پاڪستان جي فوج جي زور تي ملڪ جا والي ٻڻيا رهيا. ڪو بہ انهن جو احتساب ڪرڻ وارو نہ هو. انگلستان ۾ اتان بادشاهہ چوندا هئا تہ کين حڪراني ڪرڻ جو Divine Right قدرت حق عطا ڪيو آهي ۽ ان مخالفت رياستي جرم Treason آهي. آخر اهڙن سڀني بادشاهن کي پنهنجي بادشاهي ۽ ڪن کي زندگي کان فارغ ٿيڻو پيو.

اسان وٽ لڳي ٿو فوجي سربراهہ کي Divine Right of Generals قدرتي حق عطا آهي تہ هو جڏهن بہ چاهين عوام جو چونڊيل نمائندن جي حڪومت کي برخواست ڪن. جنرل ضياءَ تہ کلي عام چوندو هو تہ کيس الله تعلىٰ صدارت عطا ڪئي آهي. هن ملڪ مٿان جن فوجي جنرلن حڪومت ڪئي، ان ۾ ايوب خان يحيٰ خان. ضياءَ الحق ۽ پرويز مشرف شامل آهن. حڪومت ڪرڻ ۾ ايڏو تہ چسڪو اچي ٿو جو اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ اهي حضرات ڪنهن بہ قيمت تي صدارت جي ڪرسي ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي نہ آهن. سڀني فوجي جنرلن کي معزوري حالتن ۾ ڪڍيو ويو.

[59] Adeel Khan Police of Identity P:148

پرويز مشرف چيو تہ فوجي وردي منهنجي ٻي چمڙي آهي، ان کي مان ڪيئن لاهيان.

Military Dress is my Second Skin.

جنرل Tigerنيازي مشرقي پاڪستان ۾ شڪست کائي هندستان جي جنرل اروڙا آڏو Surrender واري ڊاڪيومينٽ تي صحيح ڪئي. ملڪ جو اڌ حصو هندستان جي حوالي ڪري خير سان مغربي پاڪستان پهتو ڪجهہ عرصي کان پوءِ اعلان ڪيائين. جنگ ذوالفقار علي ڀٽو هارائي آهي جڏهن ڀٽو پاڪستان جي فوج جو Field Marshal هو جنرل ٽائيگر نيازي گلن جا هار پائي گهمندو رهيو.

جڏهن جپان جي ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ شڪست ٿي تہ جنرل مئڪ آرٿر General Mac Arthur وٽ آمريڪي نيوي جي جهاز تي شڪست جي ڪاغذن جو صحيح ڪرڻ بعد جپاني جنرل پنهنجي گهر وڃي پنهنجي پستول سان خودڪشي ڪري ڇڏي، اهو هئو عزت نفس جو مظاهرو. سنڌين لاءِ فوجي حڪومت جو مطلب هڪ فوجي قبضي جي صورت آهي ڇو تہ سنڌين جي فوج ۾ ڪا بہ اهم نمائندگي نہ آهي، پاڪستان جي فوج ۾ 95 سيڪڙو پنجابي ۽ پشتون آهن. انهيءَ صورت جي ڪري پنجابين ۽ پشتونن لاءِ مارشل لاحڪومت فائدي مند ثابت ٿي آهي، اڄا تائين پاڪستان فوج ۾ ڪو بہ سنڌي Lt. General جي عهدي تي ناهي پهتو نہ ڪو Crop Commanderئي ٿيو آهي نہ ئي ڪيو ويندو. ساڳئي طرح پاڪستان نيوي ۾ ڪوبہ سنڌي Admiral جي عهدي تي نہ پهتو آهي. ۽ ايئرفورس ۾ پڻ ڪوبہ سنڌي Air Marshal جي عهدي تي نہ پهتو آهي، حالانڪ ڪيترائي پشتون ايئرفورس جا سربراهہ پڻ ٿيا آهن، ڪنهن بہ سنڌين کي پاڪستان ٽيسٽ ڪرڪيٽ ۾ ڪو بہ موقعو نہ مليو آهي. پاڪستان جي 50 صنعتي ادارن ۾ ڪو بہ سنڌي سربراهہ نہ آهي ۽ انهن ادارن ۾ سنڌ جي ڪوٽا تي پڻ نوڪريون ڏيڻ لاءِ ڪو بہ تدارڪ نہ ورتو ويو آهي پاڪستان ۾ فوجي آمريت مارشل لا جي

حڪومت سنڌين لاءِ سخت ڪنڊ درو حڪومت هوندو آهي سنڌين جو آواز غير موثر هوندو آهي.

Martial law Rule in Pakistan is period of depressive alienation of Sindhi's and their voiced is in the wilderness.

ان جي بنيادي سبب فوجي آفيسرن ۾ سنڌين جي نمائندگي جو آهي، حڪمران فوجن جو واسطو گهٽو ڪري پنجاب ۽ NWFP سان آهي ۽ مهاجر جنرل پاڪستان جي فوج جا چيف رهيا آهن ۽ هڪ ته ڏهه سال حڪومت ڪئي آهي هڪ مبصر لکي ٿو ته:

For Sindhi's the military rule means rule by an occupying army because they have almost no representation in the military Pakistan army is almost exclusively Punjabi and Pakhtun, accounting for 95 percent share of its strength (60-65 perectnt Punjabi and 30-35 percent Pakhtun).[60]

پاڪستان جي پرڏيهي معاملن واري وزارت ۾ پڻ مقرر ڪيل ڪوٽا تي عمل ڪو نه ٿو ٿئي، ساڳئي حالت ٻين وزارتن، سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن ۾ آهي.

On the other hand, despite reforms in quota system, Sindhi representation in civil services has been marginal. According to 1981 census Sindhi's Quota were 11.77 percent of the Paksitan population, but their share in gazetted posts was only 2.7 percent, which rose to 5.1 percent in 1983, at the officer level Sindhi's were 4.3 percent, going to 6.1 percent in 1989, and in the senior posts their share of 3.6 percent in 1974 went upto 6.8 percent in 1983. In 1984 Chief Martial Law Administrator Secretarial had 1445 officers out of which only two were Sindhi, whereas out of 2606 officers in 20 Department and divisions of

[60] Adeel Khan Politics of Identify P. 149

the Federal Secretarial only 77 were Sindhi.... Sindhi's below grade 17 remained virtually invisible.[61]

باوجود ڪوٽا نظام جي اصلاحات ۽ تبديلين جي سنڌين جي سول سروس ۾ نمائندگي ۽ شرڪت خاص نمايان نہ هئي، اها آخري حد تي هئي.

1981 جي اعداد شمار مطابق سنڌي جيڪي پاڪستان جي آدمشماري جو 11.7 سيڪڙو آهن، انهن جو Gazetted عهدن ۾ حصو 2.7 سيڪڙو هو. 1984 ۾ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي سيڪريٽرين ۾ 1445 آفيسرن ۾ صرف ٻہ سنڌي هئا ۽ مرڪزي يعني وفاقي سيڪريٽريٽ جي 20 ڪاتن ۾ ۽ ڊويزن ۾ 2606 آفيسرن مان صرف 77 سنڌي آفيسر هئا.

1990 جي وچ واري دور ۾ سنڌين جو تعداد 9.25 سيڪڙو هو پر هيٺئين درجي جي نوڪري ۾ جن ۾ 17 گريڊ کان هيٺ وارا عهدا هئا، انهن ۾ سنڌي نظر انداز ڪيا ويا هئا.

سنڌين خلاف تفريق ۽ امتيازي سلوڪ واري پاليسي جو آغاز ڪراچيءَ ۾ پاڪستان جي ٺهڻ سان شروع ٿيو. پاڪستان کان اڳ سنڌ هڪ الڳ صوبو هو جنهن کي صوبائي خودمختياري 1935ع واري قانون هيٺ هئي، پنهنجي صوبي جا معاملا ٻين جي مداخلت کان سواءِ ڪندا هئا. نوڪريون پڻ سنڌ جي شهرين کي ملنديون هيون، ڪنهن ڪوٽا نظام جي ضرورت نہ هئي. پاڪستان ٺهڻ سان ڪوٽا ورڇ جو نظام رائج ڪيو ويو. جيئن هندستان مان آيل مهاجرن کي ترجيحي بنيادن تي مستحڪم ڪجي. ڪراچي جي سنڌ کان کسڻ ۽ ڪراچيءَ جي مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ اچڻ سان ٻهريون تہ مقامي شهرين جي نوڪرين مهيا ڪرڻ تي پابندي عائد ڪئي وئي. هزارن جي تعداد ۾ هندستان مان آيل ڪلارڪن کي نوڪري ۾ رکيو. خالي آفيسرن واريون جايون پڻ آيل مهاجرين کي ڏنيون ويون. ڪوٽا سسٽم جي باري ۾ مسٽر عديل خان لکي ٿو تہ:

---

[61] Ibid, P:149

So lopsided was the system that Karachi city was separately mentioned by name. but three provinces were cobbled together in the category of "All other provinces and princely states of West Pakistan." Karachi share was 50 percent more than its share in population could justify. It was given additional 15 percent share for the potential migrants from India. Further more when system was revised in 1949 and 20 percent quota was allocated to the merit category. Karachi being the most developed city Pakistan had nautrally became the beneficiary.[62]

"ڪوٽا سسٽم جو نفاذ غير منصفانا غير متوقع هو ان حد تائين جو ڪراچي شهر کي عليحده مخصوص طور تي ڪوٽا نظام ۾ الڳ شمار ڪيو ويو هو. باقي مغربي پاڪستان جي صوبن ۽ رياستن کي ڇڏي ڪراچي جي ڪوٽا ۾ حصو 50 سيڪڙو هو. اهو ڪراچي جي آدمشماريءَ جي لحاظ کان غير مناسب هو ان کانسواءِ ڪراچيءَ کي مزيد 15 سيڪڙو ۽ اضافي ڪوٽا ڏني وئي، جيڪا مهاجرن لاءِ مخصوص هئي، مزيد جڏهن ڪوٽا نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ نئين ۾ ناهيو ويو ان تحت 1949 ۾ 20 سيڪڙو ڪوٽا ميرٽ (قابليت) جي بنيادن تي ڏيڻ لاءِ رکي وئي. ان جو گهڻي ۾ گهڻو فائدو ڪراچي جيڪو پاڪستان جو ترقي يافتا شهري هو ان کي حاصل ٿيو."

Between 1947 and 1958 same of the most important government posts like Prime Ministership. the ministerial portfolios of Eduction, Information and Refugee Rehabilitation and various provincial governorships were held by Muhajirs.[63]

"1947 کان 1958 تائين حڪومت پاڪستان جا اهم عهدا جهڙوڪ ڪو وزيراعظم پاڪستان وزير اطلاعات راءِ عاما، خابرو وزارت ۽ صوبن تي گورنرن جا عهدا مهاجرن وٽ هئا."

---

[62] Adeel Khan Politics of Identify. P: 147

[63] Ibid P: 167

ان دور ۾ پاڪستان جا حقيقي حڪمران مهاجر هئا. پنجابي تحمل سان پنهنجي وقت جو انتظار ڪري رهيا هئا، ڇو تہ انهن جي تصور ۾ اهو ڪونہ هو تہ پاڪستان ۾ ڪين مهاجرن جي بالادستي قبول ڪرڻي پوندي.

These facts acquired additional significance because only 2 percent of the millions of Indian Muslims who migrated to Pakistan were from UP. During the same period Muhajirs on the whole were only 3 percent of the total population of Pakistan, but due to their over representation in the high ranking jobs in the colonial administration, they came to dominate the new state. At the time of partition there were 101 Muslim officers in the Indian civil service (I.C.S) and Indian Political service (I.P.S) of these 95 (83 I.C.S/ 12 IPS) opted for Pakistan, out of 83 officers, 43 were Urdu speakers from minority provinces.[64]

”صرف 2 سيڪڙو هندستان جا مسلمان پاڪستان آيا جن جي سڪونت U-P ۾ هئي، ان دوران پاڪستان جي آدمشماري جو مجموعي طور تي مهاجر 3 سيڪڙو هئا. پر هنن بينڪي راڄ جي انتظامي محڪمن ۾ ضرورت کان وڌيڪ اڪثريت هئي، ان جي ڪري پاڪستان انتظامي نظام تي حاوي رهيا. ملڪ جي ورهاڱي وقت آءِ سي ايس انڊين سول سروس ۽ آءِ پي ايس پي ايس انڊين پوليٽيڪل سروس ۾ ڪل 93 آفيسر هئا. جن مان 83 آءِ سي ايس ۽ 12 آءِ پي ايس آفيسرن پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ کي ترجيح ڏني، انهن 83 آءِ سي ايس آفيسرن مان 49 اردو ڳالهائيندڙ هئا. جن جو واسطو اقليتي صوبن سان هو.“

انهن حقائق مان اهو ظاهر آهي تہ يو پي اقليت جي مسلمانن جي نوڪرين ۾ نمائندگي انهن اقليت جي باوجود آدمشماري جي نسبت کان وڌيڪ هئي.

[64] Ibid P:167

While relative deprivation was an issue in Bengal and some Muslim majority provinces, it was not an issue in the United Provinces, where despite being a minority, The Muslim elite was wealthy and influential.[65]

بنگال ۾ مسلم اڪثريتي صوبن ۾ نوڪرين ۾ محرومي جو احساس مسلمانن جو هڪ مسئلو هو پر يونائيٽيڊ صوبي يو پي ۾ نوڪريون ڪو مسئلو نہ هو جتي مسلمان اقليت ۾ هوندي بہ مالدار ۽ اثرائتي حيثيت ۾ هئا.

ڪنهن ۾ ڏاري ٻوليءَ جي تلسط سان مقامي ثقافت، علم جي توسيع اثر انداز ٿئي ٿي، ان جي همت افزائي جا ذريعا مفقود ٿي وڃن ٿا.

ان سلسلي ۾ هڪ محقق پروفيسر يونس صمد پنهنجي ڪتاب Fault Lines of Nationhood ۾ لکي ٿو تہ:

Whether at National or Provinceal level access to power in the state apparatus is dependant on its language being recognized and used as a state language.

"صوبائي توڙي قومي سطح تي حڪومت طاقت جو توازن ۽ ان جو حصول رياست جي انتظامي ڍانچي جو انحصار ٻولي تي آهي جنهن کي رياست ٻولي جي حيثيت حاصل هجي ۽ ان جو استعمال ٿيندو هجي."

ڪراچي کي سنڌ کان کسي ان تي مرڪزي جي تحويل ۾ ڏنو ويو سنڌي Medium School بند ڪيا ويا ڪراچيءَ ۽ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ زوري ڇڏايل ملڪيت جي خريد ڪرڻ تي مقامي مسلمانن طرفان پابندي عائد ڪئي وئي، ڪراچيءَ ۾ اردو کي ڪورٽن جي ڪارروائي جي زبان قرار ڏنو ويو.

هندستان ۾ انگريزن ڪوٽا سسٽم جو نظام مرتب ڪري نافض ڪيو هو. هنن مسلمانن لاءِ مخصوص جايون آءِ.سي.ايس، آءِ.پي.ايس، پي.ايس.آءِ

65 Gyanendra Pandey and Yunas Samad Faultlines of Nation P: 82

رکيون هيون. پاڪستان ۾ آيل يو.پي جا آيل آءِ.سي.ايس آفيسرن ڪوٽا سسٽم تحت آءِ.سي.ايس ۾ شموليت يو پي جي مسلمانن لاءِ جيڪي آءِ.سي.ايس جون نشتون هيون اهي آل انڊيا مقابلي کان بري هيون، آءِ.سي.ايس جي امتحان ۾ جيڪي مسلمان ڪامياب ٿيندا هئا انهن کي:

......Were not evaluated on all India basis of merit

پر الڳ سان جيڪي مسلمانن جون سيٽون مقرر هونديون هيون انهن تي کنيو ويندو هو. مثال طور جيڪڏهن يو.پي جي مسلمانن لاءِ 10 جايون آهن ۽ ڪامياب اميدوارن جو تعداد 50 آهي ته پوءِ 50 ڪامياب اميدوارن مان مارڪن جي ڪارڪردگي جي بنياد تي انهن کي 10 نشستن تي ڪامياب قرار ڏنو ويندو هو. پاڪستان ۾ ان جي برعڪس جيڪڏهن سنڌ جن نشتون 25 آهن تن سڄي پاڪستان ۾ ڪامياب اميدوران جي پاڪستان جي مجموعي ڪاميابي جي بنيادن تي سنڌ ڊوميسائيل وارن اميدوارن کي ڪامياب قرار ڏنو ويندو ان ڪري هر سال سنڌ جون ڪيترييون ڪوٽا واريون جايون خالي رهجي وڃن ٿيون.

سنڌ جي سي.ايس.پي اميدوارن لاءِ هندستان وارو يو.پي مسلمانن لاءِ آءِ سي ايس فارمولو اختيار ڪيو وڃي جيترا به سنڌ مان اميدوارن ڪامياب ٿين انهن سيني کي سنڌ گروپ جي اميدوارن ڪوٽا وارن سيٽن تي ڪامياب قرار ڏنو وڃي. ذوالفقار علي ڀٽي جي وزيراعظم جي دور ۾ اهو فارمولو نافذ ڪيو ويو هو. سنڌ مان جيڪي به ڪامياب اميدوار هئا نهن کي مقرر ڪيل نشتن تي ڪامياب قرار ڏنو ويو. هينئر به اهو طريقو نافذ ڪيو وڃي. ان سان سنڌين جو مرڪزي نوڪرين ۾ نمائندگي جو تناسب بهتر ٿيندو.

موجوده دور ۾ سنڌ لاءِ جيڪا ڪوٽا مقرر آهي ان تي پڻ عمل ڪونه ٿو ٿئي. 'عوامي آواز' اخبار واضح ڪيو ته سنڌ جي ڪوٽا جون وفاق ۾ 35000 نوڪريون نه ڀريون ويون آهن.

سوال اهو ٿو ٿئي ته ڇو سنڌ جي ڪوٽا جون 35000 نوڪريون نه ڀريون ويون جڏهن ته سنڌ ۾ بي روزگاري ۽ غربت جي ڪري ڪيترائي

پڙهيل افراد خودڪشيون ڪري رهيا آهن ۽ مفلسي واري زندگي گذاري رهيا آهن. سنڌين کي ڪا واهه ۽ ڪو وسيلو ڪونهي جو اهي پنهنجو آواز بلند ڪري پنهنجي حقن کي حاصل ڪري سگهن. سنڌين جي نمائندگي ڪندڙ حضرات انهن حقيقن کان بي نياز آهن. قومي اسيمبلي ۾ ڪنهن به سنڌي ايم اين اي يا سينيٽ جي ميمبر اهو مناسب نه سمجهيو آهي ته حڪومت جي توجهه ان طرف ڇڪائي وڃين.

ڪوٽا جو نظام ڪيترو سنڌين لاءِ مفيد ثابت ٿيو آهي اهو عيان آهي. ڪوٽا جو نظام کي ناقص بڻايو ويو آهي. اول ته مرڪزي حڪومت جا وزارتي کاتا ۽ انهن جو زير نظر هلندڙ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن ۾ ڪوٽا جو تعين ڪرڻ وارو عموماً غير سنڌي آهن انهن لاءِ سنڌي ڪوٽا جي ڪا به اهميت نه آهي. انهن ادارن جي سربراهن ۽ مرڪزي حڪومت جي سيڪريٽرين کي ڪير پڇڻ وارو نه آهي ته سنڌ ڪوٽا جي نوڪري جو اصلي تعداد ڪيترو آهي ۽ اهي نوڪريون ڇو نه پريون ويون آهن.

نوڪريون جا اشتهار اردو ۽ انگريزي اخبارن ۾ شايع ٿين ٿا. جنهن ڪري سنڌي نوڪرين واري ڪوٽا کان محروم رهجي وڃن ٿا. نوڪرين جا انٽرويو اسلام آباد ۾ ٿين ٿا جيڪو غريب بي روزگار سنڌي لاءِ ممڪن نه آهن ته انٽرويو لاءِ اتي پهچي سگهي. اهڙي طرح ڪوٽا سسٽم کي ناڪام بڻايو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪو سنڌي لکت واري امتحان ڪامياب ٿيو ته آخري مرحلي ۾ ان کي خارج ڪيو وڃي ٿو. منهنجو هڪ واقف ڪار ايف آءِ اي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدي لاءِ درخواست موڪلي ۽ سيني مرحلن ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. پر آخري مرحلي ۾ هن کي Interview commenter اڳيان پيش ٿيڻ جو موقعو نه ڏنو ويو. هن U.K مان ماسٽر جي ڊگري حاصل ڪئي هئي. جيئن ته انهن ادارن کان ڪو به سوال جواب ڪرڻ وارو نه آهي. هڪ ٻيو صاحب نيشنل بينڪ ۾ نوڪري جو سڀ حجتون پوريون ڪرڻ جي باوجود ۽ ٻاهران جي مشهور يونيورسٽي مان مارڪيٽنگ ۾ ايم ايس سي هوندي به نوڪري حاصل

ڪري نـ سگهيو جو هو سنڌي هو. انهيءَ قسم جا هزارين تعصبي روش جا قصا ٿيندا رهن ٿا. اميدوار بي پهچ هئڻ جي ڪري مظلوم رهجي وڃن ٿا. ڪوٽا جي نظام کي بهتر ۽ شفاف بڻائڻ لاءِ مرڪزي سطح تي National Employment Councial تشڪيل ڪئي وڃين جنهن ۾ هر صوبي جو هڪ ميمبر ۽ مرڪز جو هڪ ميمبر نمائندو هجي، هر سال ان ڪميشن کي سيني صوبن جي ڪوٽا کان مطلع ڪيو وڃي ۽ ڪوٽا نظام تحت نوڪرين جو اجراع ڪيو وڃي، انٽرويو پڻ ڪميشن جي صوبي جي نمائندگي طرفان ورتو وڃي ان ڪميشن کي اهو حق بہ حاصل هوندو تہ ڪوٽا وارين نوڪرين جي عداد جو پڻ جائزو وٺي اها ڪميٽي کي سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن کان صوبن جي نمائندگي جي تعداد پڻ حاصل ڪرڻ جو ثواب ديد هئڻ گهرجي. جستائين پاڪستان ۾ اڪثريتي حڪومتي نظام رائج آهي تيستائين صوبائي خودمختياري صوبن لاءِ ناممڪن آهي مروج مضبوط مرڪزي نظام مان فائدا صرف اهي حاصل ڪندا جن جو واسطو اڪثريتي صوبي سان آهي.

مرڪزي حڪومت هر قسم جا ڪاتا پنهنجي تحويل ۾ رکيا آهن جن جو قانوني ۽ آئيني طور تي ڪو بہ جواز نہ آهي، پر مرڪزيت جي نظام جي ڪري ننڍن صوبن لاءِ ڪجهہ نہ ٿي سگهيو آهي.

غير ملڪي حڪومتون هر سال ڪيئي تعداد ۾ مختلف شعبن لاءِ اسڪالرشپ مرڪزي حڪومت جي وزارت تعليم کي پيش ڪيون وينديون، آهن ۽ اها وزارت انهن اسڪالرشپس جي سليڪشن پڻ ڪندي آهي. انهن سليڪشنس ۾ سنڌين کي نظر انداز ڪيو ويندو آهي ۽ انهن جي حق تلفي ٿيندي رهي آهي، ان تي سنڌ جي قائدين ڪا بہ توجهہ نہ ڏني آهي. ائين بہ ٿيو آهي تہ سوبن جي تعداد ۾ اهي اسڪالرشپ Lapse يعنيٰ مدي خارج ٿي وينديون آهن. پر ڪير بہ پڇڻ وارو نہ آهي تہ هڪ غريب تعليم ۾ پوئتي پيل ملڪ ۾ موقعا بي توجهي جي ڪري سنڌ جا شاگرد حاصل نہ ڪري سگهيا. Council Of Common Interest جي ڪميٽي ناهي وڃي. جيڪا غير ملڪي اسڪالرشپس

صوبن کي ورهائي ڏئي، ان جو فائدو تعليم جي فروغ ۾ ڪم اچي.
ڪميٽي جي تڪميل هر صوبي جو نمائندو هئڻ لازمي آهي. سنڌين کي سنڌ هاءِ ڪورٽ ۽ سپريم ڪورٽ ڪا بہ خصوصي نمائندگي نہ آهي في الوقت جولاءِ 2011 ۾ سپريم ڪورٽ جا 3 جج آهن، جن چيف جسٽس شامل انهن جو ڊوميسائيل بلوچستان جو آهي، ان ۾ جسٽس اقبال، جسٽس فياض جيڪو شايل هاڻي رٽائر ٿي چڪو آهي.

پاڪستان ۾ 60 سالن جي تاريخ ۾ صرف هڪ سنڌي جسٽس سجاد علي شاهہ سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس ٿيو اهو بہ بينظير جي دور حڪومت ۾ پر ان کي بہ برداشت نہ ڪيو ويو. ان کي عهدي تان هٽايو ويو جئين تہ پاڪستان جو وفاق صوبن جي اشتراڪ تي مبني آهي. ان لازم آهي بہ پاڪستان Federal Court Pakistan جوڙي وڃي انهن ۾ هر صوبي جا 3 جج فيڊرل ڪورٽ جا جج هجن انهن مان چيف جسٽس جي عهدي لاءِ Rotation ۾ هر صوبي جو جج چيف جسٽس مقرر ڪيو ويندو. جيڪڏهن پهريون چيف جسٽس پنجاب جو آهي تہ ان کانپوءِ چيف جسٽس سنڌ جو هوندو ۽ ان کان پوءِ NWFP ۽ پوءِ بلوچستان جو اهڙي طرح سان پاڪستان جي سڀني صوبن کي منصفانا طور تي نمائندگي حاصل ٿيندي.

ڪجهہ وقت اڳ ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ 24 ججن مان صرف 4 مقامي سنڌي جج هئا. سنڌ ججن جن جي عمر 55 کان سالن جي وچ ۾ هوندي آهي اهي گهڻو ڪري هاءِ ڪورٽ جا جج تي رٽائرڊ ٿي ويندا آهن. سفارش ۾ عموماً اهڙا ڪينڊيڊيٽس تجويز ڪيا ويندا آهن. لاچار ڪجهہ سپريم ڪورٽ جا جج ٿيا جو انهن کي سنڌ هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جي عهدي تان هٽائڻ مقصود هو. ڪن کي چيف جسٽس کان روڪڻ لاءِ سپريم ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو هو.

مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن ۾ سنڌي وڪيلن کي Legal Adviser قانوني مشير ۽ وڪيلن جي Panel نہ رکيو ويندو آهي، سوَن جي تعداد ۾ ان جو فائدو غير سنڌين کي ئي حاصل

ٿيو آهي. ان طرف بہ ڪا توجهہ نہ ڏني وئي آهي. مقامي سنڌين جي حق تلفي ٿيندي رهي آهي. ان جو تدارڪ ٿيڻ پڻ لازمي آهي.

پرڏيهي معاملن واري وزارت ۾ پڻ سنڌين جي ڪوٽا تي عمل نہ ٿيو رهيو آهي. اها حقيقت ۽ ڪوٽا اعداد ۽ شمار گڏ ڪرڻ سان ظاهر ٿي ويندي سنڌين کي ترقي جا موقعا فراهم نہ ٿا ڪيا وڃن. اهو بهانو ٻڌائي تہ انهن ۾ قابليت جو فقدان آهن. باقي ٻيا سڀ ”قابل اجميري“ آهن. Financial Sector ۾ پڻ سنڌين کي اهم عهدن ۾ جائز حق نہ ٿو ڏنو وڃي. پاڪستان ۾ جنرل مشرف جي دور حڪومت ۾ جي ڏهن سالن ۾ سنڌ ۾ متحده قومي موومينٽ جي گڏيل حڪومت قائم رهي. ان دور ۾ سنڌ ۾ جيڪي بہ نوڪريون هيون خاص ڪري ڪراچي ۾ اهي متحده جي همدرد عناصر کي مهيا ڪيون ويون. ڪراچي ۾ جيڪي بہ سرڪاري ادارا هئا. اهي شهري حڪومت جي انتظامي تحويل هئا. واٽر بورڊ. ڪي اي ايس سي پي، آءِ اي اسٽيل مل، پورٽ قاسم ۾ مخصوص طبقي جي افراد کي ضرورت کان وڌيڪ نوڪريون ڏنيون ويون، جيڪي ڏيوالي ۾ هلي رهيا آهن، جن جو مالي بوجهہ عوام Taxes ذريعي برداشت ڪري ٿو.

اهي ڪهڙا اسباب هئا، جن جي بنياد تي سنڌ جي مسلمانن جي سياسي قيادت تحريڪ پاڪستان ۾ جوش جنبش ۾ اچي اهم ڪردار ادا ڪيو. مسلم ليگ کي سنڌ ۾ منظم ڪيو ۽ سنڌ اسيمبلي ۾ اڪثريتي صوبن ۾ اڳڀرائي ڪري پاڪستان ٺاهڻ جي فائدي ۾ 1940ع واري لاهور قرارداد کان اڳ هڪ اهم ٺهراءُ جي ايم سيد طرفان پيش ڪيو ويو. اهو موقعي جي مناسبت سان منظور ڪيو ويو. ڇئي نہ ٿو سگهجي تہ اهي ڪهڙا سنهري خواب هئا، جن جي سنڌ جي مسلمان قيادت آشنا هئي. الهہ بخش سومري سنڌ جي سياستدانن کي آئندي جي نمودار ٿيندڙ حالتن کان آگاهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پر ان تي ڪا خاص توجهہ نہ ڏني وئي، سنڌين وٽ جيڪو ڪجهہ هو، سو وڃائي ويهي رهيا.

—

# سنڌ ۾ عشرتي اصلاحات

مسٽر عشرت حسين ڪجهه عرصو اڳي اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي گورنر جي عهدي کان سبڪدوش ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه وقت فراغت ۾ گوشه گمنامي ۾ رهيو. عمومن اهو تاثر عام آهي ته سرڪار ۾ ڪم ڪندڙ آفيسر جن کي انگريزي Public Servants ۾ سنڌيءَ ۾ سرڪار ڪامورا چيو ويندو آهي. سي در حقيقت نه ته عوام جا خدمتگار آهن پر معتبر ۾ هڪ منظم طاقتور طبقي سان منسلڪ آهن. جيستائين ڪوبه ڪامورو پنهنجي ڪرسيءَ تي برجمان آهي سندس رويو عوام، واقفڪار ۽ دوستن سان شفيقانا گهٽ امرانا وڌيڪ رهي ٿو. پنهنجي اعليٰ عملدارن ۽ سياسي طاقتور طبقن جا متبع ٿي رهن ٿا. جو انهن جي ذريعي ئي خاص موقعن تي ترقي ۽ فائدا حاصل ٿي سگهن ٿا. هڪڙو رٽائرڊ سنڌي آفيسر پنهنجي ڪنهن اڳوڻي زبردست سان ڪنهن پنهنجي پينشن جي معاملي ۾ امداد لاءِ ويو ته ڪيس شفيقانا رويو نظر نه آيو ۽ مايوس ٿي ان آفيسر جي آفيس مان نڪرندي دفتري سيڪريٽري جي پڇڻ تي سائين توهان جو ڪم ٿيو؟

جوابن رٽائرڊ آفيسر چيس ته ادا! تنهنجو صاحب ته بوٽ بڇڙو ڪيو وينو هئو. جڻ ته ڪا آفت ڪري هئس پر اهڙي قسم جا آفيسر جڏهن رٽائر ٿين ٿا ته انهن سان سندس زبردست اهڙي بدسلوڪيءَ جو ورتاءُ ڪن ٿا. سرڪاري آفيسر رٽائر ٿيڻ کانپوءِ ڪاموري مان ڪاباڙو ٿي وڃي ٿو. پنهنجي طاقت واري حيثيت ختم ٿيڻ کانپوءِ ويچارو ويڳاڻو ٿي واجٽ وڃائيندو وتي ٿو. ڪيترن جي بدحالي ڏسندڙن جي لاءِ ناقابل برداشت رهي ٿي جو صاحبيءَ جو دور ختم ٿيڻ کانپو اهي ويچارا مظلوم

۾ مفلوج لڳن ٿا. جيستائين سرڪاري عهدي تي فائز رهن ٿا تہ هرڪو اڳيان پويان سائين سائين ڪندو رهي ٿو رٽائر ٿيڻ کانپوءِ اهڙن زبردست آفيسرن جا زيردست انهن کي ڏسندي چون ٿا تہ "وڃئي ٿو خبيث" هن دنيا جو منظرنامو تمام عجيب و غريب آهي. ڪيترا تہ سرڪاري آفيسر رٽائر ٿيڻ کانپوءِ گوشہِ گمناميءَ کي قبول نہ ڪندي هن دنيا فاني مان جلدي رحلت ڪري وڃن ٿا ڪيترا وري پنهنجي پاڻ کي سرڪاري ڪرسيءَ جي طاقت جي زور تي پنهنجو پاڻ کي فعال ۾ زندھ رکڻ لاءِ نوڪريءَ دوران پنهنجي اثر رسوخ ۾ تعلقات جو فائدو وٺندي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ رٽائر ٿيڻ جي نابري واري وهن ٿا. ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان Contract تي Re-employment يعني وري نوڪري جي اصول ۾ سرگردان رهن ٿا جن کي وري رٽائرمينٽ کانپوءِ نوڪري ملي ٿي، سرڪاري طاقت جي لذت جي لهر ۾ عظمت ۾ زندھ رهڻ جي پڻ extension ملي وڃي ٿي.

Maurice Henrie پنهنجي ڪتاب The Mandarian Syndrome The Secret Life of Senior Bureaucrats ۾ وضاحتي طور تي سرڪاري ڪامورن جي خصوصيتن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: "اعليٰ عهدي تي پهتل ڪامورن کي عام فهم هئڻ جو ڪوبہ خطرو نہ ٿو رهي يعني "The senior Bureaucrats has no fear of common sense" اعليٰ عهدن وارا آفيسر صرف پنهنجي پاڻ سان انصاف ڪرڻ جي قوت رکن ٿا.

"The most senior bureaucrats have only enough power to do themselves justice."

ڪامورو هڪ بي تاج بادشاھ آهي جنهن کي عام فهم هئڻ جي ضرورت ئي ڪونهي جو. جيڪو حڪم هو صادر ڪري سو برحق آهي. قانون جي پابندين کان هو بالاتر آهي. جيڪو حڪم هلائي سوئي وقت جو مروج قانون آهي. پوءِ اهو حڪم اصلي قانون جي دائري کان ڪيترو بہ باهر هجي يا ان جي خلاف هجي. ڪنهن کي جرئت ناهي جو ان کان ان جي جواب طلبي ڪري جو آفيسر سرڪار جو سرچشمو آهي. پنهنجي فائدي جي لاءِ انصاف جون تقاضائون سڀ انهن جي فائدي ۾ آهن. مزيد

صاحب ڪتاب وڏي محنت ۽ مشقت سان سرڪاري آفيسرن جي نفسيات ۽ انهن جي ڪارڪردگيءَ جي مختلف پهلوئن تي نظرثاني ۽ نقطۂ چيني ڪندي هڪ بهترين نقاد جي صورت ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي لکي ٿو تہ:

"To err is human, certainly. But to err on a monumental scale requires either a computer or a senior bureaucrat

"غلطي ڪرڻ انسان جي فطرت ۾ سمايل آهي پر بلند پايي جي غلطي يا تہ ڪمپيوٽر يا ڪو اعليٰ عهدي وارو آفيسر ئي ڪري سگهي ٿو."

مزيد لکي ٿو:

"If in the mind of senior bureaucrat you are an incompetent, be happy. It is opposite that should concern you.

"جيڪڏهن ڪو اعليٰ آفيسر ڪنهن بہ ماتحت آفيسر کي نااهل سمجهي تہ ان کي خوش ٿيڻ کپي تہ ان جو مطلب ان جي ابتڙ آهي."

عمومن سرڪاري آفيسرن جي لاءِ اهو عام تصور آهي تہ هو پنهنجي فرض شناسي انهي ۾ ئي سمجهندا آهن تہ جيڪو ڪم ان جي تحويل ۾ ڏنو ويو هجي ان کي پوري ڪرڻ کان قاصر رهڻ جي ڪوشش ۾ مشغول رهن. انهي سلسلي ۾ مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب جي ليکڪ جي خيال ۾:

Competence in a senior bureaucrat in not so much measure he can do. As if what he can avoid of doing.

ميورائس هينري Peter Principle جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ:

According to Peter Principle one is promoted until one reaches one's level of incompetence. After that, it is presumed that one is no longer promoted wrongly. The senior bureaucrat is living proof that

one can be promoted far beyond this level. and for years after it has been reached: the reason for this is simply that those who have the power to promote him are ahead of him on the ladder, and by virtue of same Peter Principle, have therefore, themselve been promoted to such level of incompetence (P-42)

"پيٽر پرنسپل" (Peter Principle) جي مطابق:

"Higher the degree of incompetence greater the chance of promotion."

"سرڪاري نوڪريءَ ۾ قابليت ترقي جو بنياد نہ آهي. پر جيترو بہ ڪو آفيسر نااهل هوندو اوتروئي هو وڌيڪ ترقي ڪندو." بقول پيٽر اصول جي تہ جڏهن ڪو آفيسر نااهليت جي بلنديءَ تي پهچي ويجي ٿو تہ ان جي ترقي مزيد نہ ٿي ٿئي. پر ميورائيس هينريءَ جي خيال ۾ اهو تصور غلط آهي. ان جي برعڪس هڪ اعليٰ عهدي وارو آفيسر اجا مزيد ترقي ڪري ٿو. ان جو بنيادي سبب اهو آهي تہ جن کي ترجيحي ترقي ڏيڻ جو اختيار حاصل آهي. سي پڻ اهڙي ئي قسم جي ڏاڪڻ جي ذريعي مٿي پهتا آهن.

تازو مسٽر عشرت حسين اسٽيٽ بئنڪ جي گورنريءَ تي پنج سال پورا ڪرڻ بعد پنهنجي اعليٰ قابليت ۽ لياقت جيڪا شايد بي مثال آهي ان جي اعتراف ۾ کيس جنرل مشرف طرفان نيشنل ڪميشن آن گورنمينٽ رفارمز National Commission Reforms (NCGR) جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح گوشہ گمانيءَ مان نڪري وري منظر عام تي اچي ويو آهي. تازو هڪ پريس ڪانفرنس ڪندي جنهن جا اقتسابات 9 جون 2006 واري "ڊان" اخبار ۾ بيان ڪيا ويا آهن ان ۾ صاحب موصوف پنهنجي پاڻ کي قابليت جو سرچشمو سمجهندي تعجب خيز ۽ مضحڪ خيز تجويز ڏني جنهن کي عشرتي اصلاحات چئي سگهجي ٿو جنهن مطابق:

The government should enforce 100% merit and adequate regional representation for government reforms to succeed for better civil service structure.

عشرتي دانش ۾ ملڪ ۾ سو فيصد نوڪريون قابليت جي بنياد تي ڏنيون وڃن. ان ۾ ملڪ جي مختلف خطن کي پڻ انهي قابليت جي بنياد تي نمائندگي ڏني وڃي. وڏيڪ پريس ڪانفرنس ۾ وضاحت طور چيائين تہ:

We are clear on that there must be enforcement of merit with regional representation to ensure inter-province harmony. Adding that process should be supervised by a neutral panel or a selection committee, overseeing the implications of constitutional quota.

قابليت جو تعلق علائقائي نمائندگيءَ جي بنياد تي بين الصوبائي بهتر تعلقات جي لاءِ ضروري آهي. اهڙين ميرٽ جي اطلاق جي لاءِ ڪا سليڪشن ڪميٽي غيرجانبدار افراد تي مشتمل پينل جيڪا قابليت جي بنيادن تي مرتب ڪيل پاليسين تي عمل ڪرڻ لاءِ جوڙي وڃي. ڪانئس پڇيو ويو تہ:

He was asked if the NCGR was also looking at the undue discretionary power by the President and the Prime Minister indirectly inducting high profile government job bypassing the prescribed selection process and recommendations of the Federal Public Service Commission.

مسٽر عشرت حسين کان پڇيو ويو تہ ڇا سرڪاري اصلاحات واري قومي ڪميشن انهي پهلوءَ تي غور ڪيو آهي تہ صدر ۽ وزيراعظم اختيارات جن جو ڪو قانوني جواز ناهي انهي تحت حڪومت جي اعليٰ عهدن تي پنهنجي پسند جا ماڻهور مقرر ڪيا آهن. اهڙي طرح فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن طرفان سرڪاري نوڪرين جي لاءِ اهليت جي بنيادن تي سفارشات کي درڪنار رکيو ويو آهي. جنهن جو صاحب

موصوف ڪو خاطر خواهہ قانوني جواز پيش ڪري نہ سگهيو. ڪجهہ عرصو اڳي سنڌ سرڪار جي مخلوط حڪومت طرفان هڪ قرار داد پيش ڪئي وئي هئي جنهن مطابق ڪراچي ۾ فني، صنعتي ۽ تجارتي ۽ ٻيا جيڪي بہ ڪاروباري ادارا آهن انهن ۾ ڪراچيءَ جا ڊوميسائيل رکندڙ شهرين ڪانسواءِ سڄي سنڌ جي ٻين ضلعن جي شهرين کي نوڪري حاصل ڪرڻ جي حق کان محروم ڪيو ويو[1] جنهن جو مطلب صاف ظاهر آهي تہ مقامي اصلي سنڌين natives کي محنت جي ذريعي رزق حاصل ڪرڻ جا مواقع فراهم نہ ڪيا وڃن ۽ انهن کي مستقل طور تي غربت جي شڪنجي ۾ اهڙو تہ ڦاسائجي جو انهن جي خوداعتمادي ختم ڪري خودڪشيءَ ڏانهن مائل ڪيو وڃي. لڳي ائين ٿو تہ سنڌين کي پاڪستان جي حق ۾ ووٽ ڏيڻ ڏاڍو مهانگو پيو آهي جو پنهنجي وطن ۾ دربدر ۽ خاڪ بسر آهن. اليڪشن جي ذريعي سنڌ طرفان چونڊجي آيل صوبائي اسيمبلين جا ميمبر ناعاقبت انديش، بي حس، خاموشيءَ وارو رويو سنڌين کي انهي حد تائين مجبور ڪيو آهي جو هو عملن ڪجهہ ڪرڻ جي بدران پاڻ کي انهي حد تائين محدود رکن ٿا تہ ”هاڻي ڇا ڪجي“. سنڌي سمجهي ٿو تہ ڪيس تسري ۾ رکي دنيا جون آسائشون مهيا ڪيون وڃن پر هو پاڻ پتوڙڻ ۽ محنت کي عظمت سمجهن کان اجان تائين قاصر آهي. سنڌ مٿان رب العزت جون ايتريون تہ نوازشون رهيون آهن جو هت اڳي ڪا بہ بک ۽ بيروزگاري نہ رهي آهي.

موجوده حالتن ۾ سنڌ جي 70 سيڪڙو آبادي کان وڌيڪ غربت جي غلطان ۾ آهي ۽ مجبوري جو شڪار آهي. سنڌ مٿان سدائين سڪار رهيو آهي. زمين جي ذريعي ايتري ڪجهہ پيداوار ملندي هئي جو سنڌ ۾ ڀهڙاريءَ ۾ رهندڙ ماڻهون کي شهرن ڏانهن اچڻ جي ضرورت ئي ڪانہ محسوس ٿيندي هئي. انگريزن جي دؤر کان وٺي. پنجاب مختلف منصوبن سان بئراج ۽ ڪينال ٺاهي پنجاب مان گذرندڙ پاڻي جو مڪمل

---

[1] Refer Govt. of Sindh Notification.
Refer Appendix-1

فائدو حاصل ڪندو رهيو آهي. هاڻي ڪلي عام 1991 واري پاڻيءَ واري ناهه جون پيچڪڙيون ٿينديون رهن ٿيون. سنڌ کي معاهدي موجب جيڪو پاڻي ملڻو آهي اهو به ميسر نه ٿو ٿئي. هاڻي ته ارسا Indus River Authority اها ڳالهه قبول ڪئي آهي ته تيليميٽري سسٽم ناڪاره ثابت ٿي آهي. سنڌ جي حصي جو پاڻي چورايو وڃي ٿو. سنڌ اڻ پهچ ۽ بي اثر هئڻ جي ڪري ڪوبه خاطر خواهه اثرائتو اپاءُ نه وني سگهي آهي. جو عمومن سنڌ ۾ نالي ماتر ڪنهن به سنڌي کي مخصوص مفادن جي تحفظ جي لاءِ سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو وڃي ٿو. عمومن سنڌ جا وزيراعليٰ گمنام شخصيتون آهن ۽ پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ ڪو خاص اهڙين پاليسين جو اجراءُ ڪري نه سگهيا آهن جن ۾ سندن سياسي بصيرت ۽ حيثيت قائم ٿي سگهي. ڪجهه ڏينهن اڳي سنڌ حڪومت ۾ تعليم جي وزير حميده کهڙو صاحبه "جيو" چينل تي هڪ انٽرويو ۾ سنڌ جي موجوده وزيراعليٰءِ کي هڪ "ڪٺ پتلي" وزيراعليٰ جو تصور پيش ڪيو.

سو فيصدي قابليت وارو عشرتي اصلاح دراصل "ڪوٽا سسٽم" کي ختم ڪرڻ جو هڪ مفروضو آهي. جيڪا مخصوص طبقن جو منشا مطابق ڪوٽا سسٽم کي ختم ڪري قابليت جي بنياد تي سو فيصد نوڪريون ڏيڻ جو مطلب صاف ظاهر آهي ته مقامي سنڌين کي رونگ ۾ ايڪڙ بيڪڙ ڪابه نوڪري حاصل ٿئي ٿي ان کان به کيس محروم ڪيو وڃي.

سنڌ ۾ بک بيروزگاري ۽ افلاس جو عالم اهو آهي جو روزگار نه هئڻ جي ڪري ماڻهو خودڪشيون ڪري رهيا آهن. سنڌ ۾ اعليٰ پايي جا ڪاليج، ٽيڪنيڪل اسڪول ۽ مينيجمينٽ اسڪول قائم نه ڪيا ويا آهن جيڪي سنڌين کي بنيادي حقوق حاصل ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪن. تعليم جي پستي جي ڪري، موقعن جي نافراهمي ۽ اقتصادي بدحاليءَ جي ڪري سنڌين جي لاءِ ممڪن ناهي جو ڪراچيءَ ۽ لاهور جي مينيجمينٽ اسڪولن ۾ داخلا حاصل ڪري قابليتي مقابلي جي ڪري اڳتي وڌي سگهن. ان ڪري عشرت جي تجويز سنڌين کي

ڪاپاري ڏڪ هٽڻ جي ڪوشش آهي. مان عشرت ڪان اهو سوال پڇندس تہ سنڌ توهان کي ڇا مان ڇا بنائي ڇڏيو ۽ توها ان جي عيوض سنڌ ۽ سنڌين کي ڇا ڏنو؟

عشرت حسين سان منهنجي شناسائي 57_1956 کان آهي جڏهن هو گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ سائنس جو شاگرد هئو ۽ انگريزيءَ جو سنو مقرر هئو. ڪاليج جي ڊبيٽ جي ٽيم جي شرڪاءَ مان هڪ هئو. ان کان علاوه گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جو ڊبيٽنگ سيڪريٽري هئو.

راقم الحروف 1957ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج جي اسٽوڊنٽ يونين جو جوائنٽ سيڪريٽري هئو. عشرت حسين جو والد هندستان ۽ پاڪستان جي ورهاڱي کان پوءِ حيدرآباد ۾ مقيم ٿيو. هوم اسٽيڊ هال جي چاڙهيءَ تي مکي مينشن جي پويان هڪ گهر ۾ رهندو هئو. سندس والد حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو هئو. عشرت حسين سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيمسٽري مان ايم ايس سي جو امتحان پاس ڪيو. ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي هيڊ آف ڊپارٽمينٽ آف ڪيمسٽري ڊاڪٽر ممتاز قاضيءَ ليڪچرر جي نوڪري ڏني. ان بعد ڊاڪٽر ممتاز قاضيءَ جي سفارش تي عشرت حسين کي آسٽريليا ۾ ايم ايس سي ڪرڻ جي اسڪالرشپ ملي. پوءِ آسٽريليا مان واپس اچڻ تي 1963ع ۾ C.S.S جي امتحان ۾ ويٺو ۽ اهو امتحان پاس ڪيائين ۽ 1964ع ۾ سول سروس آف پاڪستان ۾ شموليت اختيار ڪئي جنهن Batch ۾ عبدالله_جي_ ميمڻ، سعيد صديقي ۽ فاروق لغاري شامل هئا. فاروق لغاري ڪجهه سال نوڪري ڪرڻ کان پوءِ نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ان جي توصل سان اڳتي هلي پاڪستان جو صدر چونڊيو ويو. ان احسان جي بدلي ۾ بينظير ڀٽو کي وزيراعظم جي عهدي تان برطرف ڪيو. اسان جي ملڪ ۾ اها روايت اڃا پيدا نہ ٿي آهي تہ "احسان جو بدلو احسان سان ڏجي" پر ان جي بجاءِ وقت جي نزاڪت سان پنهنجي مفادات جو تحفظ ڪري اڳتي وڌندو رهجي. پوءِ پلي تہ ملڪ جو ٻيڙو ٻڏي جو ملڪ جي ڪهڙي بہ صورتحال هجي مخصوص طاقتور طبقا نئين صورتحال ۾

وري بہ پنهنجي حيثيت برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا. جو اسان جي ملڪ ۾ اصولن جي سياست جي بدران جوڙ توڙ جي سياست دائم ۽ قائم آهي. جيستائين عوام خواب خرگوش ۾ ستو پيو هوندو تہ منزل مقصود تي پهچڻ ممڪن ناهي.

عشرت حسين سنڌ حڪومت ۾ پلاننگ ۽ ڊيولپمينٽ ڊپارٽمينٽ جو سيڪريٽري رهيو ۽ سنڌ حڪومت طرفان حاصل ڪيل اسڪالرشپ تي آمريڪا جي بوسٽن يونيورسٽيءَ مان پي.ايچ.ڊي ڪرڻ کان پوءِ ورلڊ بينڪ ۾ شموليت اختيار ڪئي. پوءِ اتان ئي رٽائرمينٽ جي ڪري جنرل مشرف صاحب جي دور ۾ ان جي عنايت سان اسٽيٽ بينڪ جو گورنر مقرر ٿيو.

عشرت حسين بهترين سنڌي ڳالهائي سگهي ٿو. موقعي جي مناسبت ۽ فردن جي اهميت کي نظر ۾ رکندي سنڌي فراوانيءَ سان ڳالهائيندو رهيو آهي. سنڌ جي بااثر شخصيتن سان پڻ سنڌي ڳالهائي انهن جون تعريفون ڪندو رهندو آهي. اهڙو اظهار ڪيترين ئي اعليٰ سنڌي شخصيتن. مون سان شخصي ملاقات ۾ ڪيو.

1990ع ۾ منهنجي ملاقات عشرت حسين سان واشنگٽن ۾ ٿي جتي مان آمريڪا ۾ نيشنل بئنڪ پاڪستان جي چيف ايگزيڪيوٽو جي حيثيت سان نيشنل بينڪ جي برانچ جي ڪارڪردگيءَ جو جائزو وٺڻ لاءِ ويندو رهندو هئس. هڪ دفعي عشرت حسين صاحب مون کي ورلڊ بينڪ جي لنچ روم ۾ وٺي ويو. ان کانپوءِ عشرت حسين اسٽيٽ بئنڪ جي گورنر جي حيثيت سان انسٽيٽيوشن آف بينڪرس ان پاڪستان جي ساليانی اجلاس جي اختتام تي چانهہ پارٽيءَ جي موقعي تي آمهون سامهون ڏسڻ جو موقعو مليو. پر عشرت حسين اهڙو رويو اختيار ڪيو جڻ تہ هو سڃاڻي ئي ڪونہ پيو. ڇو جو ان وقت مان نيشنل بئنڪ مان ايگزيڪيوٽو وائيس پريزيڊنٽ جي عهدي تان رٽائر ٿي چڪو هئس. هي هڪ روايتي انداز اعليٰ آفيسرن جو آهي تہ هرڪو وڏي وڃي کيس سلامي پيش ڪري. اتي اهڙو پيو قصو بہ ياد آيو تہ نيويارڪ ۾ پاڪستان

جو نامور سفير شاهنواز خان جو انتقال ٿي ويو هيو ۽ نيويارڪ ۾ سندس ڪفن جو انتظام نيويارڪ ۾ خاص ڪمپنيون اهڙو انتظام ڪنديون آهن ۽ انهن جي هڪ هال ۾ نيويارڪ ۾ موجود هئڻ جي ڪري مان بہ شامل ٿي. انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد جو رهاوسي نجم الدين شيخ جيڪو ان وقت واشنگٽن ۾ پاڪستان جو سفير هئو ان سان پروٽوڪول جي تقاضائن جي ڪري اڳتي وچي هٿ ملايم پر اهڙو رويو اختيار ڪيائين جڻ تہ سڃاڻي ئي ڪونہ پيو. حالانڪ جڏهن هو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هئو ان زماني ۾ اسان جون Cafeteria ۾ ڪافي ملاقاتون ٿينيون هيون البتا دوستي نہ هئي پر شناسائي ضرور هئي. نجم الدين شيخ C.S.S جو امتحان پاس ڪري پاڪستان جي فارين سروس جي محڪمي ۾ نوڪري اختيار ڪئي ۽ پنهنجو ڪافي نالو پيدا ڪيو پر سنڌين آفيسرن جي لاءِ بي فيض ثابت رهيو.

مون کي ياد آ تہ جڏهن مان چائنا ۾ نيشنل بينڪ طرفان بينڪ جو چيف رِيپريزينٽيٽوَ (Chief Representative) طور بيجنگ ۾ رهندو هئس. اتي ان وقت جي پاڪستان طرفان چين ۾ مقرر سفير اڪرم ذڪي بالخصوص نجم الدين شيخ جي قابل سفارتڪار طور تعريف ڪئي. نجم الدين شيخ اوائل ۾ ماسڪو تهران ۾ پڻ پاڪستان جي سفارتخاني ۾ ڪم ڪيو. بالاآخر ڪينيڊا، آمريڪا ۽ جرمنيءَ ۾ پاڪستان جو سفير ٿي رهيو. وڏن عهدن تي سنڌي آفيسرن ۽ سفارتڪارن جو سنڌين سان رويو مخلصانہ ۽ شفيقانہ نہ هوندو آهي. هي پاڻ کي اعليٰ سطح جا انسان سمجهندا آهن. بين کي انهي قابل نہ سمجهندا آهن تہ انهن سان ورتاءُ courtesy and grace وارو نہ هوندو آهي. سنڌين کي بوقت ضرورت پنهنجا سنڌي مدد ڪونہ ٿا ڪن. جنهن عهدن لاءِ هو لائق ۽ فائق آهن اهي بہ انهن کي ميسر نہ ٿا اچن جو سنڌي پاڪستان جي حڪومت جي نظام ۾ "Outsiders" آهن. ۽ ان ڪري تر جيترو بہ فائدو جنهن جا هو مستحق آهن انهن کي مهيا نٿو ٿئي. Establishment انتظاميا ۾ جيڪي بہ "Insiders" آهن سب فائدا اهي حاصل ڪن ٿا. سنڌين کي اها بہ خبر نہ

آهي تہ ڪيترين هزاين اسڪالرشپ مرڪزي حڪومت کي ٻاهرين ملڪن مان ملن ٿيون انهن مان سنڌين کي جائز موقعو فراهم نہ ٿو ڪيو وڃي تہ جيئن هو اڳتي وڌي سگهن.

بين الاقوامي ادارا جن جو پاڪستان ميمبر آهي انهن جي طرفان ميمبر ملڪن جي شهرين جي لاءِ ڪوٽا مقرر آهي جنهن ۾ يونائيٽيڊ نيشن ۽ ان جا ملحق ادارا پڻ شامل آهن پر انهن ۾ بہ سنڌين جي ڪا نمائندگي ڪانہ آهي. جو انهن ادارن ۾ نوڪريون حاصل ڪرڻ جو طريقڪار صرف مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ آهي. مرڪزي حڪومت ۾ سنڌين جي ڪابہ نمائندگي ڪانهي. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ مرڪزي حڪومت ۾ هڪ دفعو رفيق آخوند مالياتي سيڪريٽري رهيو ان کان اڳ ۾ هو ڪامرس سيڪريٽري رهيو ۽ مظهر صديقي اسٽيبلشمينٽ سيڪريٽري رهيو. رفيق آخوند ڪوبہ ٻوٽو نہ ٻاريو ۽ سنڌين کي ڪو خاص فائدو هنن جي ذريعي کان نہ پهتو. البتہ مظهر صديقي سنڌين سان تمام خوش اخلاقيءَ سان پيش ايندو هئو ۽ قانون جي دائري ۾ رهي جيڪا امداد ممڪن هئي ڪندو هئو. سنڌي آفيسر پنهنجن عهدن کي بچائڻ لاءِ سدائين خوف ۾ خطري ۾ نظر اچن ٿا ان ڪري سنڌين کي ڪو جائز ۽ نمايان فائدو نہ ملي سگهيو آهي. عشرت حسين پاڪستان جي سول سروس ۾ سنڌ جي ڪوٽا جي بنيادن تي سول سروس ۾ شموليت حاصل ڪئي.

هاڻي سو فيصدي قابليت وارو راڳ آلاپي رهيو آهي. سو فيصدي قابليت جي بنيادن تي نوڪري ڏيڻ جو مطلب صاف ظاهر آهي تہ سنڌين کي رورل ڪوٽا ۾ سول سروس آف پاڪستان جيڪي نوڪريون ملن ٿيون. سي بہ نہ ملن ۽ اهڙي طريقي سان ڪوٽا سسٽم کي ختم ڪري مخصوص ڪميٽين جي ذريعي مخصوص طبقن جي ماڻهن کي نوڪريون فراهم ڪجن جيئن تہ اسٽيبلشمينٽ ۾ انهن جي اڪثريت ۽ اهميت وڌيڪ مستحڪم ٿي سگهي. سنڌ جي نالي ماتر شرڪت کي بالڪل ختم ڪيو وڃي.

عشرت حسين پنجن سالن جي اسٽيٽ بينڪ جي گورنر جي عهدي دوران ڪنهن بہ سنڌي کي ڪنهن بہ اهم عهدي تي مقرر نہ ڪيو. سندس دور ۾ جيڪي بہ نوڪريون مليون سي سواءِ سنڌين جي ٻين سيني کي مليون. جيترين نوڪرين جو اجراءَ عشرت حسين جي دور ۾ ٿيو ايترين نوڪريون ٻئي ڪنهن بہ گورنر جي دور ۾ نہ ٿيو. سعيو ڪري مصلحتن طور قابليت جا معيار ايترا تہ وڏا رکيا ويا هئا جنهن ۾ ڪو سنڌي اچي ئي نہ سگهي. ان کان علاوه جيڪي بہ ٻاهرين ملڪ ۾ اسٽيٽ بينڪ طرفان پي.ايچ.ڊي ڪرڻ لاءِ ماڻهو منتخب ڪيا ويا هئا انهن ۾ بہ سنڌين کي نظرانداز ڪيو ويو.

1. عشرت حسين مهرباني ڪري اهو ٻڌائي تہ سندس پنهنجي پنجن سالن جي گورنري واري دور ۾ اسٽيٽ بئنڪ ۾ هن صاحب ڪيترا رورل سنڌ جا ماڻهو نوڪريءَ ۾ رکيا انهن نالا ظاهر ڪيا وڃن. اسٽيٽ بئنڪ ۾ اڄ تائين ڪو بہ سنڌي ڊپٽي گورنر نہ ٿيو آهي.
2. سندس دور ۾ جن بہ ماڻهن کي پي.ايچ.ڊي لاءِ ٻاهرين ملڪن ۾ موڪليو ويو انهن ۾ سنڌ جي رورل ايريا جي ماڻهن جو ڪيترو تناسب هئو ۽ انهن جا نالا ظاهر ڪيا وڃن.
3. اسٽيٽ بئنڪ ۾ سندس دور ۾ ڪيترا اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ ڊائريڪٽر ۽ ڊپٽي ڊائريڪٽر رورل سنڌ مان هئا. انهن جا نالا ظاهر ڪيا وڃن.
4. انهي ڳالهہ جي پڻ وضاحت ڪئي وڃي تہ سندس دور ۾ ڪيترا ڊپٽي گورنر هئا ۽ سنڌ جي رورل ايريا مان ڪهڙو ڊپٽي گورنر هئو. انهي جو نالو ظاهر ڪيو وڃي.
5. ڇا اڄ تائين سنڌ جي رورل ايريا جو ڪو ماڻهو ڪو آفيسر اسٽيٽ بئنڪ جي سيڪريٽري ڊپٽي گورنر جي عهدي تي رهيو آهي؟
6. اسٽيٽ بينڪ جي ليگل ڊپارٽمينٽ ۾ رورل سنڌ جا ڪيترا آفيسر آهن. انهن جا نالا بيان ڪيا وڃن.

7. استيٽ بينڪ جي پينل تي مجموعي طور تي ڪيترا وڪيل آهن اتي ڪيترا اربن ۽ رورل ايريا جا سنڌي وڪيل آهن.

8. مجموعي طور تي هر سال اسٽيٽ بينڪ جو ڪيسن تي ڪيترو خرچ ٿئي ٿو اهو ٻڌايو وڃي ۽ ان مان ڪيترا ڪيس ۽ ڪيتريون فيون سنڌي وڪيلن کي ڏنيون وڃن آهن.

9. اي جي اين قاضيءَ طرفان جيڪا رڪروٽمينٽ ۽ پروموشن جي پاليسي اسٽيٽ بينڪ جي گورنر جي حيثيت سان جوڙي وئي هئي ان کي ظاهر ڪيو وڃي ان کي منسوخ ڪرڻ جا اسباب ٻڌايا وڃن. عشرت حسين اسٽيٽ بئنڪ جي گورنر جي حيثيت سان جيڪي به پاليسيون رڪروٽمينٽ، اپائنٽمينٽ ۽ پروموشن جون ناهيون سي غير منصفانه ۽ پاڪستان جي ڪانسٽيٽيوشن جي آرٽيڪل نمبر 27 جي منافي هيون. هن جون پاليسيون ڊسڪريمينٽري Discriminatory نوعيت جون هيون.

10. اسٽيٽ بينڪ آفيسرن جي نوڪري لاءِ اخبار ۾ اشتهار ڇپايو هيو جنهن ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي هڪ پروفيسر جي هڪ دفتر جيڪا ميٽرڪ ۾ فرسٽ ڪلاس هئي، بي.اي ۾ فرسٽ ڪلاس هئي ۽ ڪمپيوٽر سائنس ۾ فرسٽ ڪلاس هئي. ڇاڪاڻ ته هوءَ سنڌي هئي ان ڪري انٽرويو لاءِ ڪال نه ڪيو ويو. جڏهن سندس جو والد جيڪو سنڌ يونيورسٽي جو پروفيسر هئو ۽ ذاتي طور عشرت حسين کي سڃاڻندو هئو ان جڏهن فون ڪري عشرت حسين سان ڳالهايو ته عشرت هن کي چيو ته اسان سليڪشن جا بنياد تبديل ڪري ڇڏيا آهن ۽ هاڻي فرسٽ ڪلاس ۾ اسٽيٽ بئنڪ جي لاءِ 75 سيڪڙو مارڪون رکيون ويون آهن ۽ انهي ترتيب سان سنڌي اميدوارن کي خارج ڪرڻ جو انتظام ڪيو ويو.

عشرت حسين هاڻي اسٽيٽ بينڪ ۾ 100 فيصد ميرٽ جو فارمولا پاڪستان مٿان عائد ڪرڻ گهري ٿو.

16 اپريل 2006 تي ڊان اخبار ۾ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان طرفان هڪ خصوص اشتهار شايع ڪيو ويو هئو جنهن جو عنوان هئو:

State Bank Officials Training Scheme (S.B.O.T.S)

جنهن ۾ اهو اعلان ڪيو ويو هئو تہ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان طرفان سنڌ رورل، بلوچستان، فاٽا آزاد جمون ۽ ڪشمير ۽ ناردرن ايرياز جي لاءِ مٿين علائقن جي ڊوميسائيلن کي O.G.1 ۽ O.G.2 جي لاءِ درخواستون طلب ڪيون ويون انهن نوڪرين جي لاءِ قابليت جا بنياد:

1. Master's degree with at least 85% marks.
2. Three "CGPA" where G.P.A system applies.
3. Business/Public Administration, Business Economics, Statistics, Commerce, Mathematics, Computer Science, B.E Computers. Important: the bank reserves the right to raise criteria of minimum marks/grades depending on number of applicants receives.
4. Maximum age-28 years.

ڪهڙو بہ سنڌي شهري توڙي ٻهراڙيءَ جو اهڙو هوندو جنهن جو ماسٽرس ڊگريءَ ۾ 85 سيڪڙو مارڪون هونديون جيڪو هن مخصوص پرتيءَ جي پروگرام ۾ ڪامياب ٿي سگهي.

مٿين بنيادن تي جيڪڏهن عشرت حسين انهيءَ نوڪري جي بنيادن تي درخواست ڏئي ها تہ يقيني طور تي سندس مارڪون نہ تہ ميٽرڪ ۾ نہ تہ بي.ايس.سيءَ ۾ ۽ نہ ئي.ايم.ايس.سيءَ ۾ 85 سيڪڙو هونديون جو انهي نوڪريءَ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهي. ڇا اها توقع ڪري سگهي ٿي تہ انهن مٿين بنيادن تي ڪوبہ سنڌي اسٽيٽ بينڪ جي نوڪري حاصل ڪري سگهيو هوندو.

عشرت حسين ٻڌائي ان اسڪيم تحت ڪيترا اصلي سنڌي نوڪري حاصل ڪري سگهيا، عشرت حسين جي دور ۾ اسٽيٽ بئنڪ ۾ سنڌين لاءِ نوڪرين جا دروازا سڀ بند ڪيا ويا هئا. اسٽيٽ بينڪ جي

نئين گورنر صاحب کي گذارش آهي تہ عشرت حسين جي دور وارين Recruitment, Appointment, Promotion وارين پاليسين ۾ مٿي ذڪر ڪيل سنڌين سان ناانصافين جو جائزو وٺي حق تلفين جو ازالو ڪيو وڃي سنڌجي گريجوئيٽ صوبائي ۽ قومي اسيمبلين جي ميمبرن کي گذارش آهي تہ مٿين سوالن جي تصديق لاءِ انڪوائري ڪميشن مقرر ڪن. ساڳئي طرح سنڌ جي سينيٽ ۾ چونڊيل ميمبرن کان استدعا آهي تہ هو سنڌ جي حقن جي تحفظ جي لاءِ تدارڪ ڪن.

1973 جي قانون جي آرٽيڪل نمبر 27 جي نوڪرين ۾ امتيازي سلوڪ ڪرڻ جي خلاف خصوصي طور تي ماڻهن جي حقن جي تحفظ جو بيان ڪيو ويو آهي.

آرٽيڪل نمبر 27 ۾ چيو ويو آهي تہ:

Safeguard against Discrimination in services:

(1) "No citizen otherwise qualified for appointment in the services of Pakistan shall be discriminated against in respect of any such appointment on the ground only of race, religion, caste, sex, residence or place of birth. Provided that, for a period not exceeding (forty) years from the commencing day, posts may be reserved for persons belonging to any class or area to secure their adequate representation in the service of Pakistan."

بنيادي سوال اهو آهي تہ نوڪريءَ جي حصول جي لاءِ قابليت جا بنيادي مجوزه سماجي، اقتصادي ۽ تعليمي سهولتن ۽ معيارن کي مدنظر رکندي مرتب ڪيا وڃن. پر جيئن تہ اسان جي ملڪ ۾ آفيسرن جي نادر شاهي روان دوان آهي. جيڪي بہ پاليسيون جوڙيون وڃن ٿيون انهن ۾ عام ماڻهو توڙي انهن جي چونڊيل نمائندن جي شرڪت ۽ مشورن کان سواءِ نافذ العمل ڪيون وڃن ٿيون. سنڌ کي جيترو نقصان چونڊيل نمائندن جي ذريعي پهتو آهي اهو ناقابل بيان آهي. گهڻا ميمبر حضرات پنهنجي دولت ۽ برادريءَ جي توصل سان صرف سياسي اقتدار حاصل

ڪرڻ لاءِ اليڪشن ۾ شرڪت ڪن ٿا. ڪاميابيءَ جي حالت ۾ صرف شخصي مفادات کي ترجيح ڏيندي سنڌين جي بنيادي حقن ۽ مسئلن تي ڪابہ توجهہ نہ ٿا ڏين انهيءَ ۾ انهن جي ڪابہ دلچسپي ناهي، تہ سنڌ ۽ سنڌين خلاف ڪهڙي قسم جون پاليسيون جوڙيون وڃن ٿيون انهن جا ڪهڙا خطرناڪ اثرات مرتب ٿي رهيا آهن. جيڪڏهن اسيمبليءَ جي ميمبرن کي اجا بہ هوش نہ آيو تہ سندن حالت بہ "توبري جهلائو" جهڙي رهجي ويندي.

سنڌي نوجوانن کي گهرجي تہ جهڙيءَ طرح سان (U.P) جي مسلمانن علي ڳڙهہ يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي متحرڪ ڪري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موڪليو هئو تہ اتي وڃي 1936 وارن اليڪشنن ۾ مسلم ليگين کي اليڪشن ۾ ڪامياب ڪن. جيئن پاڪستان کي ممڪن بنائي سگهجي، هينئر وقت جي اهم تقاضا اها آهي تہ سنڌ جون قومپرست تنظيمون ۽ شاگرد تحريڪون ايندڙ اليڪشن ۾ اهڙن افرادن کي ڪامياب بنائڻ جي ڪوشش ڪن جيڪي سنڌ جي خودمختياريءَ لاءِ مستقل مزاجي سان هرممڪن ڪوشش ڪري سگهن. جن ميمبرن سنڌ لاءِ ڪوبہ ٻوڙو نہ ٻاريو آهي، انهن کي خصوص طور تي اليڪشنن ۾ شڪست فاش ڏيارڻ جي ڪوشش ۾ سرگردان رهن. شاگرد تحريڪن کي سنڌ جي عوام کي متحرڪ ڪرڻ کپي، انهن کي نئون سياسي شعور سان هم ڪنار ڪيو وڃي تہ جيئن هو پنهنجي ووٽ جو صحيح استعمال ڪري سگهن. انهي جي لاءِ هڪ اليڪشن فنڊ قائم ڪيو وڃي جنهن ۾ هر هڪ سنڌي جيڪڏهن هڪ رپيو بہ چندي ۾ ڏيندو تہ ڪروڙها رپيا گڏ ٿي ويندا پر انهن جي صحيح استعمال ڪرڻ لاءِ عوام ۾ اعتماد پيدا ڪرڻو پوندو.

جيستائين سنڌين خلاف پاليسين ۾ تبديلي نہ آندي ويندي تيستائين ڪو مناسب فائدو ممڪن نہ آهي. انهي جي وضاحت مٿي بيان ڪيل اسٽيٽ بئنڪ جي پوئتي پيل علائقن جي اميدوارن جي لاءِ مرتب ڪيل پاليسي مان ظاهر آهي.

جڏهن تہ فرسٽ ڪلاس جي مارڪن جو تناسب سٺ سيڪڙو آهي تہ پوءِ اسٽيٽ بئنڪ ڪهڙي منطق هيٺ نوڪري ڏيڻ لاءِ مارڪن جو تناسب پهريان 65% سيڪڙو رکيو ۽ پوءِ ان ۾ پنهنجي مرضي مطابق تبديل ڪري 16 اپريل واري "ڊان" ۾ نوڪري واري اشتهار ۾ نوڪري حاصل ڪرڻ جو بنياد ماسٽرس ڊگري ۽ گهٽ ۾ گهٽ 85 سيڪڙو مارڪون مقرر ڪيون ويون آهن. مزيد اسٽيٽ بئنڪ اعلانيا اهو چيو اهي تہ اها ان ڳالهہ جي مجاز آهي تہ 85 سيڪڙو مارڪن کي بہ پنهنجي منشا مطابق وڌيڪ تبديل ڪري سگهي ٿي. اسٽيٽ بينڪ جي رڪروٽمينٽ پاليسي بالڪل بي بنياد ۽ صريحا ناقابل عمل آهي هڪ غريب ملڪ جنهن ۾ غربت جو تناسب 40 کان 60 سيڪڙو چيو وڃي ٿو اتي ماڻهن وٽ اهي وسائل ڪٿان ايندا، جو پنهنجي اولاد کي M.A تائين پڙهائي سگهن. ان ڪري اسٽيٽ بئنڪ کي نوڪري ڏيڻ واري پاليسي گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي ٻهراڙيءَ وارن علائقن جي اميدوارن جي لاءِ B.A پاس 50% سيڪڙو مارڪون رکيون وڃن. اها سوچ بلڪل غلط آهي تہ صرف M.A ۽ M.B.A جون ڊگريون حاصل ڪندڙ قابل آهن قابليت جو معيار M.A ۽ M.B.A تائين محدود ناهي. جو ڪيترائي B.A پاس ڪندڙ اميدوار M.A وارن سان نوڪرين لاءِ مقابلو ڪري سگهن ٿا.

جڏهن تہ مرڪزي حڪومت جي سيني نوڪرين جي لاءِ جنهن ۾ ڊسٽرڪٽ مينيجمينٽ، پوليس، انڪم ٽيڪس، ڪسٽم ۽ فارين سروس شامل آهن انهن ۾ نوڪري حاصل ڪرڻ جي لاءِ بنيادي علمي لياقت B.A سيڪنڊ ڪلاس آهي تہ پوءِ اسٽيٽ بينڪ ۽ ٻيون سرڪاري بينڪون اهڙيون پاليسيون ڇو مرتب ڪيون آهن. جيڪي مرڪزي فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن طرفان ناهيل پاليسين کان منافي آهن. تازو خوشحالي بينڪ پڻ نوڪري جي اشتهار ۾ اسٽيٽ بينڪ واري Criteria تي عمل ڪندي نوڪرين جي لاءِ ساڳيون پابنديون عائد ڪيون آهن جنهن ۾ بہ سنڌين کي نوڪري ملڻ جو ڪو امڪان ناهي.

خوشحالي بينڪ جو صدر نيشنل بينڪ جي ڪنهن وقت صدر جميل نشتر جو فرزند آهي. پنهنجن لڳن لڳاپن سان نيشنل بينڪ جي سينيئر ايگزيڪيٽو وائس پريزيڊنٽ جي عهدي تي فائز ٿي ويو انهي ڪان پوءِ ڪجهہ سالن ڪان خوشحالي بينڪ جو صدر آهي.

اسان جي ملڪ ۾ حقيقت آهي تہ سياسي اثر رسوخ رکندڙ افراد سواءِ ڪنهن قابليت جي امتحان جي وڏن عهدن تي فائز ٿي وڃن ٿا. برعڪس انهن جي ننڍي نوڪرين لاءِ قابليت جا وڏا معيار مقرر ڪن ٿا.

جيئن تہ اسٽيٽ بئنڪ جي نوڪرين واري پاليسي امتيازي Discriminatory آهي. مرڪزي حڪومت جي اعليٰ نوڪرين جي تعليمي معيار جي منافي آهي تنهن ڪري اسٽيٽ بئنڪ جي نئين گورنر شمشاد اختر ڪان اها تقاضا آهي تہ هو انهي منفي سنڌي دشمن پاليسي کي ختم ڪرڻ ئي انصاف جي تقاضا آهي. سنڌ جي چونڊيل نمائندا، بقول ڪنهن جي تہ، "اسيمبلين ۾ اٿڻ ۽ ويهڻ وقت صرف شلوار چنڊڻ جا ماهر آهن"، تن کي گذارش آهي تہ پنهنجو آواز بلند ڪن ۽ مسڪين سنڌين جي امداد ڪن جيڪو سندن اولين فريضيو آهي. انهي سلسلي ۾ مان سسئي پليجو ۽ شازيہ مري ۽ حميرا عالواڻي کي باالخصوص گذارش ڪندس تہ اهي انهي مسئلي تي سنڌ اسيمبلي ۾ Resolution پيش ڪن. انهن ٽنهي خاتون ۾ قائدانہ صلاحيتون آهن جن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هنن کي مزيد موقعا فراهم ڪيا وڃن بجاءِ "بڪر بوسات" وارو طريقو نافذ ڪرڻ سان پيپلز پارٽيءَ جي اميج (Image) کي نقصان پهچندو. ٿوري عرصي ۾ جيترو هنن خواتين ميمبرن پنهنجي فرض شناسيءَ جو ثبوت ڏنو آهي اهو هر سنڌين لاءِ قابل فخر آهي.

پيپلز پارٽيءَ جي قائدين کي گهرجي تہ انهن کي مزيد فعال بنائن ۽ انهن تي سنڌين لاءِ آواز بلند ڪرڻ تي پابنديون عائد نہ ڪن جو ڪجهہ عرصي ڪان ٻئي خواتين گوشہءِ گمنائين ۾ آهن. ڪافي سياسي عناصر انهن ڪا خائف آهن جو ٿوري عرصي ۾ پنهنجي فرض جي ادائگيءَ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ شهرت حاصل ڪئي آهي.

هڪڙي آمريڪي پروفيسر جيڪو پاڪستان ۾ تحقيق جي سلسلي ۾ ۽ سنڌ جي سياست تي ڪجھ لکي رهيو هئو تنهن سسئي پليجو ۽ شازيہ مري ۽ حميرا عالواڻي جي متعلق چيو تہ:

"Among the Sindh Assembly Members, the three seems to be the only man raising issues of Sindh's interests.

پيپلز پارٽي هڪ عوامي پارٽي آهي سنڌ جا غريب ۽ مسڪين پڻ بين سيني پارٽين کي ڇڏي صرف پيپلز پارٽيءَ جي ميمبرن کي ڪامياب ڪندا رهيا آهن. انهي اميد تي تہ حالتون تبديل ٿينديون ۽ بهتريءَ جو ڪو پهلو نڪرندو. سياسي بصيرت رکندڙ هڪ معزز دوست نوالدين سرڪي کان جڏهن پڇيو ويو تہ توهان پيپلز پارٽي ۾ شموليت ڇو نہ ڪئي؟ تہ هن وضاحتي طور ٻڌايو تہ منهنجي سوچ ۽ همدرديون پيپلز پارٽيءَ سان متفق آهن ان ڪري ڪنهن موقعي تي پيپلز پارٽيءَ جي سرڪرده ميمبر مرحوم صديق کرل جيڪو پوءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ ڪراچي جو جج مقرر ٿيو. ڪار جي حادثي ۾ ننڍي عمر ۾ انتقال ڪري ويو. تنهن کيس پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ان معزز شخص صرف هڪڙو شرط رکيو تہ کيس پيپلز پارٽي جي ميٽنگس ۾ پنهنجي خيال جو اظهار ڪرڻ کان نہ روڪيو ويندو جنهن جي خاطري صدق کرل صاحب نہ ڏئي سگهيو. ان ڪري هن شخص پيپلز پارٽي ۾ شموليت اختيار نہ ڪئي. صديق کرل منهنجو ذاتي دوست هيو. سنڌ يونيورسٽي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جي دوراد تمام قريبي دوستن مان هڪ هئو صديق کرل جو شاگردي واري زماني وارو قصو وري ڪنهن مناسب وقت تي لکبو. هڪ اڳوڻي پيپلز پارٽيءَ جي وزير پيپلز پارٽي جي اندروني فيصلن جي باري ۾ "رام جي ۽ تي نگن" وارو قصو ٻڌايو.

اسان جي معاشري ۾ جيڪي تضاد آهن انهن جا مضر اثرات عمومن بي پهچ ماڻهن جي وسائل ۽ موقعن جي ڪمي جي ڪري پوئتي رهجي وڃن ٿا. اهي رنڊڪون انهن لاءِ اڳتي وڌڻ جا رستا ڪافي حد تائين بندشن جي صورت ۾ ظاهر ٿين ٿيون. تازو 23 جولاءِ 2006ع جي

انگريزي اخبار "ڊان" ۾ عزيز شيخ جو لکيل مضمون Discrimination جي سلسلي ۾ بعنوان: "Educated but Unemployed" سماجي ۽ تعليمي تضادات جو بيان ڪندي لکيو آهي تہ:

"One who suffers the most is a graduate from rural areas. A farmer's son from "Babarlo" (Khairpur District) graduating from Khairpur University has to compete with an industrialist's son educated at "Baharia" will definitely find it difficult to cross the bridge of success, no matter how intellectually good he is, his family background, mode of education, environment and privileges, all contributes to his character. Even when he proves to be more skilled, he can not go through. As the result of this, students of rural areas become disappointed. Thus the job market for him shrinks which otherwise is expanding. It is here, he consider degree as a piece of paper only to be hanged on the wall.

"ٻهراڙيءَ جا گريجوئيٽ جي لاءِ حالتون ناسازگار آهن جنهن جي نتيجي ۾ مجبوريءَ جي حالت سان همڪنار آهن. هڪ هاريءَ جو پٽ جيڪو ٻبرلوءِ خيرپور ضلعي ۾ مقيم آهي. خيرپور يونيورسٽيءَ مان ڊگري حاصل ڪئي آهي انهي کي هڪ صنعتڪار جي پٽ جنهن پنهنجي تعليم ڪنهن 'بحريہ' جي تعليمي اداري ۾ ڪئي آهي اهو ممڪن ناهي تہ اهو ان سان مقابلو ڪري سگهي باوجود انهي جي جو هو ذهني طور تي باشعور آهي. هڪ صنعتڪار جي پٽ کي جيڪي مواقع، سهولتون ميسر آهن انهن کان هاريءَ جو پٽ محروم رهيو آهي. باوجود خصوصي صلاحيتن جي انهي جو مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي انهي ڪري ٻهراڙي جو شاگرد مايوس ٿئي ٿو جو نوڪري جا مواقع انهي لاءِ گهٽجندا رهن ٿا. باوجود انهي جي جو ملڪ ۾ نوڪري جا مواقع ۽ وسائل وڌندا رهن ٿا. اهڙين حالتن ۾ هاري جي پٽ جي ڊگري هڪ پنو آهي جنهن کي هو ديوار تي ٽنگي سگهي ٿو."

انهي ڪري معاشري ۾ نوڪرين فراهم ڪرڻ جي تضاد ۾ توازن پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. ورنہ اهڙو معاشرو خلفشار جو سبب بنجي سگهي ٿو. سنڌين کي مناسب مواقع فراهم ڪيا وڃن تہ جيئن ملڪ جي شهريت جو احساس انهن ۾ پيدا ٿي سگهي. بي پرواهي ۽ لاغرضيءَ واري پاليسي ملڪ ۾ مشرقي پاڪستان واري صورتحال پيدا ڪري رهي آهي، جن جي اقتصادي حق تلفي ۽ سياسي مفلوجي انهن کي ڇهہ نڪاتي پروگرام مرتب ڪرڻ تي مجبور ڪيو. جنهن جو بنياد صوبائي خومختياريءَ تي هئو تہ جيئن هو پنهنجي قسمت جا فيصلا پاڻ ڪري سگهن.

سنڌين سان تعصب ڪيو وڃي ٿو. انهن جي رستا روڪ ڪئي وڃي ٿي تہ جيئن مناسب ترقي حاصل نہ ڪري سگهن، جنهن جا هو لائق آهن ان جو هڪ اهم سبب اهو بہ آهي تہ بينڪاري ادارن ۾ مهاجرن جو تناسب پنجابين کان وڌيڪ آهي ۽ سنڌي نالي ماتر اڙبون ڪڙيو. ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ غير اهم عهدي تي ڪم ڪندي نظر ايندو باقي سرڪاري ادارن ۾ پنجابين ۽ مهاجرن جي اڪثريت آهي. ان ڪري هو سياهہ ۽ سفيد جا مالڪ آهن. جنهن کي چاهين تہ ان کي ڪنهن وڏي عهدي تي ترقي ڏين ۽ جنهن کي نہ چاهين انهن کي انتظامي هٿڪنڊا استعمال ڪندي ڪنهن ڪنڊ ۾ غير اهم عهدي تي ڪم ڪرائيندا رهن. اهڙي قسم جي واقعات جي شناسائي ٿي.

جڏهن مان نيشنل بينڪ جي اسٽاف ڪاليج جو ڊائريڪٽر هئس اتي هڪ پنجابي ۽ پٺاڻ آفيسر ڪم ڪندا هئا، جيڪي بئي تمام محنتي ايمانداري مقابلتن بين کان وڌيڪ قابل هئا پر گذريل ٽن سالن کان ڪاليج جي سربراهن انهن کي پوئتي رکڻ لاءِ انهن کي ساليانيون رپورٽون (ACR) مستقل خراب ڏيندا رهيا، جنهن جي نتيجي ۾ انهن جي ترقي ممڪن نہ ٿي سگهي. مون ٻنهي کي Excellent رپورٽون ڏنيون جنهن جي نتيجي ۾ انهن جي ترقي ٿي. ان کان علاوه جڏهن بہ ڪنهن اداري ۾ ڪو سنڌي پنهنجي قابليت جي بنياد تي نمايان ڪارڪردگي جو مظاهرو ڪري ٿو تہ ان جي "رستا روڪ" ڪئي وڃي ٿي ۽ ان جي ترقيءَ

۾ رنڊڪون حائل ڪيون وڃن ٿيون. جيئن هو ڪنهن به ايگزيڪيوٽو پوزيشن تي پهچي نه سگهي. نيشنل بئنڪ ۾ هڪ سنڌي جيڪو اعليٰ عهدي تي فائز هئو ۽ انهي ڪي ان وقت جي بينڪ جي صدر بهترين ساليانِي رپورٽ ڏني هئي اها انتظاميا ڪاتي جي سربراهه غائب ڪري ڇڏي. پريزيڊنٽ ڪي چيائين ته اسان وٽ فائل ۾ موجود ناهي. خوش قسمتيءَ سان جنهن صدر اها رپورٽ لکي هئي تنهن ٻي نئين رپورٽ ان سنڌيءَ لاءِ لکي. اڳتي هلي صاحب موصوف پڻ نيشنل بينڪ جو نون مهينن لاءِ صدر رهيو. وس آهر سنڌين سان ڪافي مهربانيون ڪيون. هر اداري ۾ هڪ ايڊمنسٽريٽو مافيا هوندي آهي جيڪا مستقل طور جوڙ توڙ جي ڪم ۾ مصروف رهندي آهي، اها منصوبه بندي ڪندي آهي ته ڪنهن کي پروموٽ ڪجي. ڪنهن کي ڪهڙي عهدي تي رکيو وڃي. انهي جي لاءِ ميرٽ جو فيصلو به پاڻ ڪندا آهن انهن جي سوچ ۾ Merit is demerit and demerit is merit. ۽ ان تي پابنديءَ سان عمل ڪندا رهندا آهن ان ڪري اهو چوڻ غير مناسب نه ٿيندو ته Merit is a myth which serves the purpose of those who have the administrative power قابليت هڪ ڏند ڪٿا آهي جيڪا طاقت رکندڙ حضرات پنهنجي مطلب لاءِ استعمال ڪن ٿا.

اها حقيقت ڊاڪٽر علي اڪبر ڌڪڻ جيڪو ڪنهن وقت اسٽيٽ بينڪ آف پاڪستان ۾ ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر هئو ان جي رستا روڪ ڪيسن مان ظاهر ٿئي ٿي.

علي اڪبر ڌڪڻ باوجود انهي جي ته هو سينيارٽي (Seniority) ۾ اول هئو ۽ ڪيس اسٽيٽ بئنڪ جو ڊپٽي گورنر مقرر ڪيو وڃي ها جيڪا اسٽيٽ بينڪ جي صاحب اقتدار جي لاءِ هڪ ناقابل برداشت حقيقت هئي ان ڪري اسٽيٽ بينڪ. رشيد اختر چغتائي ۽ مختيار نبي قريشي ٻنهي کي ترقي ڏئي اسٽيٽ بينڪ ڊپٽي گورنر بنايو ويو.

ڊاڪٽر علي اڪبر ڌڪڻ اسٽيٽ بينڪ جي بااختيار عملدار کي اپيل داخل ڪئي ته ڪائنس جونيئر آفيسرن کي ترقي ڏئي ڊپٽي گورنر

ڪيو ويو آهي. جنهن ڪري سندس حق تلفي ٿي آهي تنهن جو تدارڪ ڪيو وڃي پر ڪو خاطر خواهه جواب موصول نہ ٿيڻ جي صورت ۾ ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ ڊپٽي گورنر نہ بڻائڻ واري احڪامات جي خلاف فيڊرل سروس ٽربيونل اسلام آباد اپيل نمبر 2557-k/97 تاريخ 13_10_1997 تي اپيل داخل ڪئي.

اسٽيٽ بينڪ طرفان اهو موقف اختيار ڪيو ويو تہ:

On the merit it has been stated that appellant was not considered in the Central Board meeting, held in Islamabad on the 04-05-1992 while he was serving on deputation as Managing Director, Small Business Finance Corporation Islamabad.

قابليت جي بنياد تي اپيل ڪندڙ کي مرڪزي بورڊ جنهن جي ميٽنگ اسلام آباد ۾ 1992_05_04 ۾ ٿي، کي ڊپٽي گورنر جي عهدي لاءِ مناسب نہ سمجهيو جو هو ان وقت عارضي طور تي سمال بزنس ڪارپوريشن جو اسلام آباد ۾ مينيجنگ ڊائريڪٽر هئو. فيڊرل سروس ٽربيونل ۾ رشيد اختر چغتائي ۽ مختيار نبي قريشيءَ جي وڪيل اهو موقف اختيار ڪيو تہ انهي ٻنهي جون ترقيون بحيثيت Promoted on the basis of merit on which the main ground was the A.C.R. يعني ٻنهي جي ساليانی رپورٽون ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ کان بهتر هيون پر سوال اهو آهي تہ اهي رپورٽون ڪير ٿو لکي. مقصد صرف ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ جي ترقيءَ جي رستي ۾ رڪاوٽون نافذ ڪرڻ مقصود هئو. هونئن بہ اعليٰ عهدن جي لاءِ A.C.R. کان سواءِ ٻيا بہ اصول جهڙوڪ، تجربو شخصي قابليت، ڪارڪردگيءَ تي پڻ غور ڪيو ويندو آهي.

اسٽيٽ بينڪ طرفان ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ جي ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر ٿيڻ کان اڳ واري Seniority تي فيصلو نہ ڪيو ويو تہ جيئن انهي جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ وجهي سگهجي. ان سلسلي ۾ Ministry of Finance تاريخ 1997_11_19 تي وزارت خزانا طرفان اسٽيٽ بينڪ کي لکيل خط متعلق متوجهہ ڪيو جنهن ۾ لکيل هو تہ:

Appointment of Dr. Dhakan as a Deputy Governor (policy) can also be considered after settlement of his seniority case and on the recommendation Governor, State Bank of Pakistan, as was done in the cases of present two deputy governors.

ڊاڪٽر ڍڪڻ جي ڊپٽي گورنر جي عهدي تي ترقيءَ لاءِ سنڌس Seniority جو مسئلو طيءِ ڪيو وڃي اسٽيٽ بينڪ جو گورنر اهڙي قسم جي سفارش موڪلي جهڙي طرح انهن موجوده ٻن ڊپٽي گورنر جي سلسلي ۾ ڪئي آهي.

فيڊرل سروس ٽربيونل 1998_03_10 تي ڊاڪٽر ڍڪڻ جي اپيل تي فيصلو ڪندي لکيو تہ:

"We accept the appeal and direct the respondents to allow the appellant his seniority and Performa promotion w.e.f the date of promotion of his junior with all consequential benefits and place his case for promotion for the competent authority.

"فيڊرل سروس ٽربيونل پنهنجي فيصلي ۾ اپيل قبول ڪندي حڪومت جي وزارت مال کي اهي احڪامات جاري ڪيا تہ اپيل ڪندڙ کي سندس Seniority and Performa promotion ان تاريخ کان هن جي جونيئرس کي ترقي ڏني وئي هئي ۽ ان کان علاوه ان سلسلي ۾ جن مراعتن جو هو مستحق آهي اهي کيس ڏنا وڃن. سندس ڪيس بااختيار اٿارٽيءَ اڳيان ترقي لاءِ پيش ڪيو وڃي."

منهنجي خيال ۾ تہ فيڊرل پبلڪ ڪميشن جي انهن احڪامن سان ڪو ترت عمل نہ ٿيو. ڪاغذي ڪارروائي دوران ڊاڪٽر ڍڪڻ رٽائر ٿي ويو.

ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ جي هن ڪيس مان مٿي ذڪر ڪيل حقيقتن جي وضاحت ٿئي ٿي تہ انتظامي طور تي ڪهڙيءَ طرح سان سنڌين جي ترقيءَ ۾ روڙا حائل ڪيا وڃن ٿا. انهن حقيقتن جو لکڻ ۾

واضح ڪرڻ ان ڪري بہ ضروري آهي تہ سنڌين کي اندروني دفتري سياست جي واقفيت حاصل ٿئي تہ ان جو تدارڪ ٿئي.

ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ جي ڪيس مان صاف ظاهر آهي تہ جيڪڏهن هو سنڌي نہ هجي ها تہ يقيني طور تي اسٽيٽ بينڪ جي ڊپٽي گورنر جي عهدي تي ترقي حاصل ڪري ها.

پاڪستان جي 1973ع واري دستور ۾ آرٽيڪل 25 ۾ انهي امر جي وضاحت ڪئي وئي اهي تہ پاڪستان جا سڀ شهري قانون جي نظر ۾ يڪسان آهن ۽ انهي جا مجاز آهن. انهن کي قانوني يڪسانيت واري اصول تحت قانون جو تحفظ حاصل آهي. دستور جي 25 آرٽيڪل هن ريت آهي:

Article 25- Equality of Citizens-

(1) All citizens are equal before law and are entitled to equal protection of law.

ان کان علاوه آرٽيڪل 8 هيٺ جيڪي بہ قانون ۽ پاليسيون، جيڪي بنيادي حقن جي منافي آهن انهن کي ڪا قانوني حيثيت ناهي. دستور ۾ آرٽيڪل 8 جي وضاحت هينئين ريت ڪئي وئي آهي:

Article 8- Laws inconsistent with and derogation of fundamental rights to be void.

(1) Any Law, or any custom or usage, having the force of law, in so far as it is inconsistent with the rights conferred by this chapter, shall, to the extent of such inconsistency be void.

(2) State shall not make any law which takes away or abridges, the rights so conferred and any law made in contravention of this clause shall, to the extent of such contravention be void.

ان کان علاوه دستور جي آرٽيڪل نمبر 4 ۾ هر فرد کي اهو حق حاصل آهي تہ هن سان هر قسم جو ورتاءُ قانون جي مطابق ٿيندو. دستور جي آرٽيڪل نمبر 4 ۾ هن ريت وضاحت ڪيل آهي:

(1) To enjoy the protection of law and to be treated in accordance with law is inalienable right of every citizen, wherever he may be, and of every person for the time being in Pakistan.

دستور جي آرٽيڪل 33 ۾ اها وضاحت ڪئي وئي آهي تہ رياست طرفان تعصبات واري پاليسين جي ترجيهات جنهن ۾ صوبائيت، مذهبي فرقا واريت ۽ قبائلي ۽ نسلي شناخت کي نہ همٿايو ويندو.

Article 33- The state shall discourage parochial, racial, tribal, sectarian and provincial prejudices among the citizen.

مزيد، دستور جي آرٽيڪل نمبر 27 ۾ پاڪستاني شهرين جي وچ ۾ تفاوت ۽ امتيازي سلوڪ جي روبي جي خلاف تحفظ فراهم ڪيو ويو آهي.

Article 27- Safeguard against discrimination in service.

(1) No citizen other wise qualified for appointment in the services of Pakistan shall be discriminated against in respect of any such appointment on the ground only of race, religion, caste, sex residence or place of birth.

Provided that, for a period not exceeding (forty) years from the commencing day, posts may be reserved for persons belonging to any class or area to secure their adequate representation in the service of Pakistan.

مذڪوره دستوري تحفظات جي باوجود سنڌين جي نوڪرين ۾ حق تلفي ٿي رهي آهي. انهن سان تعصب جي بنياد تي امتيازي سلوڪ ڪيو وڃي ٿو جيڪي مٿي بيان ڪيل حقيقتن مان واضح آهن. جيڪي بہ Recruitment Appointment and Promotion جون پاليسيون مرتب ڪيون ويون آهن اهي صريحا مٿي بيان ڪيل دستور جي تقاضائن جي منافي آهن ان جي حيثيت غير قانوني آهي. ان سلسلي ۾ حيدرآباد ۾ قائم ڪيل Sindh Democratic Forum وارن کي گذارش آهي تہ اسٽيٽ بينڪ

جي نوڪريءَ واري پاليسيءَ خلاف سنڌ هاءِ ڪورٽ حيدرآباد بينچ ۾ متي بيان ڪيل دستوري قانونن هيٺ رٽ پٽيشن داخل ڪن.

استيٽ بينڪ جي نئين گورنر صاحب کي گذارش آهي ته عشرت حسين جي دور ۾ جيڪي به نيون پرتيون ڪيون ويون آهن، ترقيون ڏنيون ويون آهن، انهي جو اندروني طور تي جائزو وني، سنڌين سان ٿيندڙ حق تلفين جو ازالو ڪيو وڃي. سنڌ جي صوبائي ۽ قومر اسيمبلين جي ميمبرن ۽ سنڌ مان چونڊيل سينيٽ جي ميمبران کان تقاضا آهن ته هو هن مسئلي کي صوبائي اسيمبلين، قومي اسيمبلين ۽ سينيٽ ۾ اٿارين ۽ انهن حقائق جي تصديق لاءِ انڪوائري ڪميشن مقرر ڪئي وڃي. ڪانونسل آف ڪامن انٽريسٽ کي متحرڪ ڪيو وڃي.

عشرت حسين، استيٽ بينڪ جي گورنر جي حيثيت ۾ 250 افراد کي پنهنجا امتيازي اختيارات استعمال ڪندي، وڏين پگهارن سان وڏن عهدن تي فائز ڪيو. اهو سندس ڊونگي Meritocracy جي پاليسي تي مبني هو. جنهن ۾ اڪثر سفارشي افراد کي ترجيح ڏيندي نوڪريون فراهم ڪيون ويون. انهن نوڪرين جي خلاف استيٽ بينڪ جي امپلائيز يونين سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ان جي قانوني جواز جي خلاف ورزيءَ ۾ رٽ پٽيشن داخل ڪئي هئي. جنهن ۾ عشرت حسين جي وڪيل اهو مفروضو ڪڙو ڪيو هئو. ته اهي پرتيون I.M.F ۽ ورلڊ بينڪ جي اصرار تي ڪيون ويون هيون.

حالانڪ، عشرت حسين ڪراچيءَ ۾ هڪ سيمينار جنهن جو عنوان هيو "پاڪستان جون اقتصادي مشڪلاتون" ان ۾ چيو ته "انٽرنيشنل مانيٽري فنڊ (I.M.F) طرفان عائد ڪيل شرطن هيٺ اهو ممڪن ناهي ته آزاد اقتصادي پاليسي ناهي وڃي.

"I.M.F program left little room for Pakistan to pursue an independent economic plan.

انهي سيمينار جي رپورٽ ڪراچي جي انگريزي اخبار 20 جنوري 2001ع واري اشاعت ۾ ڇپي، جنهن ۾ استيٽ بئنڪ جي گورنر اهو فرمايو

تہ: "Ishrat wants end to dependence on IMF." ۽ مزيد انهيءَ سيمينار ۾ هيٺين خيال جو اظهار ڪيو:

The maze of laws, regulations, and rules and procedures under which our institutions operate confer enormous discretionary powers to those who are to interprete and apply those rules. They can make you a millionaire or a pauper by stroke off their pen. (Dawn-January 20, 2001)

ان مان عشرت حسين جي فڪري ۽ عملي تضادات جو تجزيو ڪري سگهجي ٿو. هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ ڪيتري حد تائين عشرت حسين صاحب موجوده حڪومت طرفان حڪومتي اصلاحات واري ڪميشن NCGR جي چيئرمين جي حيثيت ۾ متي بيان ڪيل سوچ مطابق تجويزون پيش ڪندو.

عشرت حسين طرفان قابليت (merit) واري تجويز جي سلسلي ۾ ڪراچي جي اخبار ڊان 10 جون 2006ع تي لکيل ايڊيٽوريل بعنوان "قابليت ۽ ڪوٽا" "Reconciling Merit with Quotas" ۾ لکيو آهي تہ:

"Dr. Ishrat Hussain who now heads the National Commission on Government Reforms has made intriguing statement. He has said that government should enforce "Hundred percent merit" and adequate regional representation for the reforms to succeed. How he plans to reconcile two contradictory factors in not clear. In the conditions prevailing in country if there in an insistence on merit as a sole criterion for jobs, it is unlikely that all regions will have an equitable share of these. Disparities and inequities continue to mark the national socio-economic scene."

"ڊاڪٽر عشرت حسين جيڪو حڪومت اصلاحات جي قومي ڪميشن جو سربراهہ آهي ان هڪ تعجب خيز ۽ مبهم بيان ۾ چيو آهي

تہ حڪومت کي گھرجي تہ نوڪرين ۾ 100 فيصد قابليت جي بنيادن تي ڏنيون وڃن. علائقائي بنيادن جي اصول تي نوڪرين ۾ نمائندگي ڏني وڃي ۽ انهي تي ئي اصلاحات جي ڪاميابي ممڪن آهي. سوال اهو آهي تہ هو بہ متضاد عنصرن کي ڪيئن يڪجا ڪري سگهندو. ملڪ جي موجوده حالتن مطابق قابليت تي اصرار ڪرڻ سان اهو ناممڪن آهي تہ علائقن کي نوڪرين ۾ مناسب حصو مهيا ٿئي."

ملڪ جي سماجي ۽ اقتصادي حالتن مان تفاوت ۽ ناانصافيون ظاهر آهن. آمريڪا جهڙي وسيع وسائل ۽ مواقع واري ملڪ ۾ 100 فيصدي قابليت وارو اصول اجا تائين ممڪن ٿي نہ سگھيو آهي تہ پوءِ پاڪستان جيڪو غربت ۾ مفلوج ملڪ آهي، اتي اهو سوچڻ ناقابل عمل "Mental Gymnastic" ذهني قلابازي چئي سگهجي ٿو. آمريڪا جي يونيورسٽي آف نارٿ ڪيرولينا جي پروفيسر Stephen J. Mc Namee and Robert K. Miller, Jr. پنهنجي ڪتاب "The Meritocracy is a Myth" (قابليت هڪ مفروضو آهي) ۾ لکيو آهي تہ:

"Widely recognized non merit barrier to achievement is discrimination. Discrimination not only suppresses merit, it is anti-thesis of merit.

"اها هڪ واضح حقيقت آهي تہ قابليت جي غير موجودگي مواقع جي حصول جي خلاف روڪڻ جو طريقو آهي، ان ڪري انهي کي امتيازي سلوڪ تصور ڪيو وڃي ٿو."

در حقيقت هر قسم جو امتيازي سلوڪ قابليت جي منافي آهي، ان کي روڪڻ جو ذريعو آهي ان ڪري امتيازي سلوڪ قابليت جي منافي آهي. ان سلسلي ۾ آمريڪن نظام کي مزيد بهتر ۽ لائق معاشرو بنائڻ لاءِ Meritocracy جي نفاذ جي لاءِ پنهنجي مذڪوره ڪتاب ۾ هينيون تجويزون جيڪي پاڪستان سان پڻ عين مطابق آهن، بيان ڪيون آهن:

(1) Current forms for discrimination would be reduced or eliminated.

(2) Wealthy could be encouraged to redistribute greater amounts of their accumulated wealth, through philanthropy in ways that would provide greater opportunity for less privileged.

(3) The tax system could be re designed to be genuinely progressive in ways that would close the distance between those at the Top and the. Bottom of the System.

(4) More government resources could be allocated to provide more equal access. to critical services such as education and health care.

(1) موجوده امتيازي پاليسيون کي گهٽ يا بالڪل ختم ڪيو وڃي.

(2) مالي طورتي خوشحالي افراد کي آماده ڪيو وڃي تہ هو پنهنجي گڏ ڪيل املاڪ کي عوامي فلاحي منصوبن ۾ ترجيح ڏين تہ جيئن انهن لاءِ وسيع مواقع پيدا ٿي سگهن جيڪي معاشري ۾ اقتصادي طور تي غربت جو شڪار آهن.

(3) ٽيڪس جي نظام کي نئين سر ترتيب ڏني وڃي. اهڙي ترجيحاتي بنيادن تي جوڙيون وڃن جو مٿين ۽ هيٺين طبقن ۾ خليج گهٽ ٿي وڃي.

(4) حڪومتي وسائل وڌ ۾ وڌ تعليم ۽ صحت تي خرچ ڪيا وڃن جيئن شهرين کي هڪ جهڙائي وارا موقعا ميسر ٿي سگهن.

مٿين پروفيسر صاحبان Meritocracy تي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪندي واضح طور تي اهو لکيو آهي تہ:

While meritocracy maybe neither possible nor even desirable, we argue that myth of meritocracy is itself harmful because by discounting most important causes of inequality, it leads to unwarranted, exaltation of the rich and unwarranted condemnation of the poor.

"قابليتي نظام نہ ئي ممڪن آهي ۽ نہ ئي مناسب آهي، اسان جي خيال ۾ قابليتي نظام هڪ مفروضو آهي، ان جا مضر اثرات آهن جيڪي غير برابريءَ ۾ ظاهر ٿين ٿا. ان کان علاوه غير ضروري طور تي شاهوڪارن کي تمام مٿاهون ڏيکاريو وڃي ٿو، غير ضروري طور تي غريبن کي حقير ڏيکاريو وڃي ٿو."

مٿين بيان ڪيل سببن جي غور ڪرڻ سان اهو ظاهر آهي تہ ڪنهن بہ قسم جو Meritocracy جو نظام امتيازي نوعيت جي هئڻ جي ڪري پاڪستان جي دستور جي منطق جي منافي آهي ۽ ان لحاظ کان غير قانوني هئڻ ڪري ان کي ڪالعدم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

نوڪرين جا موقعا يڪسانيت يعني Equality برابري جي نظام هيٺ نہ ڏيڻ، ان کي امتيازي سلوڪ چئي سگهجي ٿو. ان لحاظ کان Discrimination جا بہ پهلو آهن:

(1) مختلف رويو (Disparate Treatment)

(2) مختلف اثرات Disparate Impact)

امتيازي سلوڪ مختلف نوعيت جي ورتاءَ کي چئي سگهجي ٿو. جڏهن مخصوص فردن کي غير مناسب ۽ غير قانوني طور تي قابليتي مقابلي ۾ هيٺ ڪري، ٻين کي انهن فردن مٿان فوقيت جي ترجيح ڏني وڃي. انهي قسم جو سلوڪ دستور جي مٿي بيان ڪيل فقرن جي منافي آهي. ان کان علاوه ٻيو امتيازي سلوڪ جو طريقيڪار سمجهڻ جي لاءِ مضر اثرات جو تجزيو لازم آهي. مختلف نوعيت جي روين ۾ Overt and Covert طريقا شامل آهن. هي طريقا هڪ تہ ظاهر ظهور طورتي اختيار ڪيا وڃن ٿا. ۽ ٻيا ڍڪيل ۽ لڪيل انداز ۾ ڪيا وڃن ٿا. سنڌي عمومن انهن قسم جي امتيازي سلوڪ جو شڪار آهن. جيڪڏهن سنڌين لاءِ ڪا. ڪوٽا سسٽم مقرر آهي تہ ان جي اطلاق کان هو بيخبر آهن جو ڪوٽا سسٽم کي نافذ ڪرڻ وارا اهلڪار عمومن غير سنڌي هئڻ جي ڪري بعض اوقات سرڪاري ادارا نوڪري جا اشتهار اخبارن ۾ ڏين ٿا ۽ ان لاءِ قابليت جو تعين بہ پاڻ ڪن ٿا تہ جيئن مخصوص طبقي ۽ علائقي

جا ماڻهو ان مان فائدو حاصل ڪري سگهن. سنڌي عمومن انگريزي اخبار نہ ٿا خريد ڪن ۽ نہ ئي پڙهي سگهن ان ڪري انهن کي ڪيترن ئي سرڪاري ادارن ۾ نوڪري حاصل ڪرڻ جي ناشناسيءَ جي ڪري نہ تہ درخواستون ڏئي سگهن ٿا. نہ ئي نوڪرين حاصل ڪرڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪن ٿا. جو عام سنڌي محتاجيءَ (Dependence) جي مرض ۾ مبتلا آهي تہ ڪيس نوڪري وٺي ڏيڻ جي لاءِ ٻيو ڪو سرگرم عمل رهي.

ان کان علاوه بعض اوقات سرڪاري ادارن ۾ بااختيار افراد يعني Competent Authority نوڪريون اڳ ئي پنهنجن رشتيدارن ۽ سياسي توصل وارن افرادن کي ڏئي چڪا هوندا آهن. پوءِ صرف انتظامي تقاضائون پوريون ڪرڻ لاءِ اخبار ۾ اشتهار ڏنا ويندا آهن. ان کان علاوه ٻيو اهو بہ طريقو آهي تہ درخواستون ڪندڙن کي امتحانن ۾ ٿي گهٽ مارڪون ڏئي فارغ ڪري ڇڏجي، پر جيڪڏهن امتحاني مرحلي مان ڪامياب ٿي نڪتو تہ ان کي ذاتي ملاقات واري سوال جواب واري مرحلي ۾ گهٽ مارڪون ڏئي خارج الامڪان بنايو ويندو آهي. اهڙا ڪيترائي مثال آهن، پر ان جو ڪو تدارڪ نہ ٿو ٿي سگهي. جو اسان جي ملڪ ۾ حقيقتن "سرڪاري ملازمن جي حڪومت آهي." اڻ پڙهيل سياسي قيادت ۾ علمي فهم ۽ فراست ۽ نہ ئي قلم جي طاقت آهي. جو آفيسرن طرفان پيش ڪيل Summaries ۽ Notes کي رد ڪري سگهن. ان ڪري "مرزا مجبور" وانگر انهن آفيسرن جي مشوري سان ڦڏي، صحيح ڪري ان جي منظوري جي اجازت ڏئي ڇڏيندا آهن. تازو منهنجي ڪنهن عزيز جنهن کي انگلينڊ مان M.A جي ڊگري هئي، NAB جي ڊپٽي ڊائريڪٽر جي نوڪري، جنهن جو اشتهار هن سال ۾ اخبارن ۾ ڇپيو هئو ان ۾ درخواست ڏياري موڪلي ۽ Written Test پاس ڪئي ۽ ٻين مرحلن مان گذرندي ڪيس فائنل انٽرويو لاءِ طلب ڪيو ويو. جيڪو N.I.P.A ۾ منعقد ٿيڻو هيو. جڏهن اميدوار اتي پهتو ۽ ان هيٺ وينل ڪلارڪ کي انٽرويو ليٽر ڏيکاريو. تہ ڪلارڪ صاحب حڪم صادر ڪيو تہ توهان کي انٽرويو ۾ متي نہ ٿو ڇڏي سگهجي، جڏهن ڪلارڪ صاحب کان

سندس احڪامات جو اسباب پڇيو تہ ان ڪان هن انڪار ڪري ڇڏيو. ان مان صرف اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪنهن ٻئي اميدوار کي اڳ ئي نوڪري فراهم ٿي چڪي هوندي، ان ڪري ان جو جواز پيدا ڪرڻ ضروري هئو تہ مذڪوره اميدوار انٽرويو ۾ حاضر ئي نہ ٿيو.

سنڌين کي گهرجي تہ انهن سان ٿيندڙ زيادتيون، اخبارن ۾ مضمونن جي صورت ۾ اخبارن ۾ ڇپائين جيئن نوڪرين ۾ تعصب جي اثرات عام ڪري ان جي خلاف تدارڪ ڪيو وڃي. غير مناسب سلوڪ خلاف آواز بلند ڪرڻ ضروري آهي. سنڌين کي پنهنجن حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان رهڻ گهرجي. نوڪري حاصل ڪندڙن کي گهرجي تہ هو "Association of Unemployed" جي تحريڪ شروع ڪن.

# نوڪرين ۾ ڪوٽا سسٽم جو نظام

پاڪستان ۾ نوڪرين جو ڪوٽا سسٽم واري نظام جو آغاز پهرين وزيراعظم لياقت علي خان جي دور ۾ شروع ٿيو. هندستان مان لڏي آيل مهاجرن کي نوڪرين ڏيڻ لاءِ مقامي ماڻهن کي نوڪريون ڏيڻ تي پابندي وڌي وئي. مهاجرن جي آبادڪاريءَ لاءِ اهي نوڪريون صرف مهاجرن کي فراهم ڪيون ويون. اهي سڀ نوڪريون جيڪي سنڌي هندن جي لڏي وڃڻ جي ڪري خالي ٿيون هيون اهي سڀئي مهاجرن جي حوالي ڪيون ويون سواءِ ڪنهن Written Certificate ۽ Test يا قابليت جي ٽيسٽ جي جنهن جو هاڻي عشرت حسين واجو وجائي رهيو آهي.

حقيقت حال اها آهي هندستان ۾ CP, U.P بهار اردو ڳالهائيندڙ مسلمانن جي اقليت هئي. اڪثريت هندي ڳالهائيندڙ هندن جي هئي، باوجود ان جي انهن علائقن ۾ مسلمانن کي نوڪرين ۾ ڪافي فوقيت حاصل هئي ان سلسلي ۾ Anil Seal پنهنجي انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب:

The Emergence of Indian Nationalism-Competition and Collaboration in the Later Nineteenth Century.

جي ص 304 ۽ 305 ۾ هن ريت لکيو آهي:

"The Overhaul administration in upper India had been much less drastic than in Bengal. There was less insistence on educational attainment. Urdu, medium of Muslim education, remained the language of administration. Consequently, the Muslim retained their important place in the public service. In 1850 they still filled three-

quarters of the judicial post held by Indians. In the north-western provinces, despite growing Hindu competition, Muslims in the 1880 continued to hold more than 45% of all the uncovenanted executive and judicial posts in the provinces.

"بنگالين جي مقابلي ۾ هندستان جي مٿين علائقن جي ڍانچي ۾ ڪي نمايان تبديليون نہ ٿيون. نوڪرين جي لاءِ تعليمي قابليت تي اسرار نہ ڪيو ويو. اردو جيڪا مسلمانن جي تعليمي زبان هئي ان کي هي انتظامي ۽ سرڪاري زبان طور رکيو ويو جنهن جي ڪري مسلمانن نوڪرين ۽ پنهنجي عهدن تي برقرار رهي سگهيا. 1850 تائين هندستان جي اتر-اولهہ وارن صوبن ۾ مجموعي نوڪرين جو ٽي پاڱي چار عهدا هندستاني مسلمانن وٽ هيا. باوجود هندن طرفان نوڪرين جي حصول جي لاءِ مقابلي جي 1880ع تائين 45 سيڪڙو ايگزيڪيوٽو ۽ جوڊيشنل عهده مسلمانن وٽ هئا."

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ CP. U.P ۽ بهار ۾ ڪوٽا سسٽم رائج هئي جنهن تحت خصوصي طور تي مسلمانن کي covonated and uncovonated نوڪريون ڪوٽا جي اصول تي ڏنيون وينديون هيون. انهن صوبن ۾ مسلمانن جي اقليت جي باوجود مسلمانن کي 26 سيڪڙو ڪوٽا جي بنيادن تي نوڪريون حاصل هيون.

انڊين سول سروس I.C.S ۾ پڻ مسلمانن جي لاءِ مخصوص ڪوٽا مقرر ڪيل هئي. جيڪي مسلمان I.C.S جي امتحان ۾ پاس ٿيندا هئا، انهن کي مجموعي قابليتي معيار جنهن ۾ هندن کي I.C.S ۾ پرتي ڪيو ويندو هئو. ان کي رائج نہ ڪيو ويو پر ترجيحي بنيادن تي مسلمان I.C.S اميدوار کي ان مخصوص ڪوٽا تحت نوڪريون ڏنيون وينديون هيون ان مان ان ڳالهہ جو ثبوت ملي ٿو تہ مسلمانن جي لاءِ I.C.S جي ڪوٽا پڻ 100 فيصد Meritocracy جي بنياد تي نہ رکي وئي هئي. جيڪڏهن ان اصول کي مروج ڪيو وڃي ها تہ يقينن هندستان جي مسلمانن جي I.C.S ۾ شموليت جو تعداد اهڙو هجي ها جهڙو پاڪستان ۾ سنڌين سان C.S.P

وارين نوڪرين ۾ ٿيو آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اهي هندستان مان آيل مسلمان C.S.P آفيسر حڪومت تي ڇانئجي ويا. پنهنجن کي ورسائڻ جي پاليسيون ٺاهي انهن کي رائج ڪيو ويو ان کي قومي فريضو ۽ قومي مفاد تصور ڪيو ويو. حيران ڪن ڳالھ اها آهي تہ سنڌ جا سياستدان يا تہ دور انديش نہ هئا يا بي حس ۽ بي خبر انهن معاملن کان لاتعلق هئا. صرف سياسي طور تي پنهنجي بقا جي جنگ ۾ مشغول هئا. پاڪستان ٺهڻ بعد ڪن باضمير سياستدانن سنڌ جي مفاد ۾ جڏهن آواز بلند ڪيو تہ انهن تي ڪوڙا بهتان هڻي، ڪوڙا ڪيس ڪيا ويا. انهن جون وزارتون ختم ڪيون ويون ڪراچي جيڪو سنڌ جو سرهيو ان کي ڏڙ کان ڌار ڪري مرڪزي سرڪار جي هڪ ڪمشنر جي حيثيت ڏني وئي. ڪراچي کي اهڙي طرح سان هاشم رضا اي تي نقوي ۽ ڪاظم رضا جي تحويل ۾ ڏنو ويو. جن ڪراچيءَ جي سڀني سرڪاري ادارن ۾ غير مقامي ماڻهن کي نوڪريون ڏنيون جو انهن جو اهو خام خيال هيو تہ اسان پاڪستان ٺاهيو آهي. ڪير بہ انهن کان اهو پڇڻ جي حجت نہ ڪر سگهيو آهي تہ پيارا مسلمان پائرو تہ توهان پنهنجي آباڻي وطن CP, U.P ۽ بهار ۾ "پاڪستان" چو قائم نہ ڪري سگهيو جو اسان جي خطي ۾ توهان پاڪستان اچي ٺاهيو ان جو بنياد سبب اهو هئو تہ: "Political Arithmetic" يعني مسلمانن جو تعداد انهن علائقن ۾ اقليت ۾ هئو. ان ڪري مسلمانن جي اڪثريت جي ڪوٽا سسٽم جي بنيادن تي سنڌ، بلوچستان ۽ N.W.F.P ۾ مسلمانن جي اڪثريت جي ڪري پاڪستان ممڪن ٿيو.

هندستان جي ورهاڱي جي سلسلي ۾ انگريزن طرفان جيڪا تجويز پيش ڪئي وئي هئي ان ۾ حق خوداختياري ۽ آزادي صرف اڪثريت وارن مسلمان علائقن کي ڏني وئي هئي ۽ نہ اقليتي مسلمان علائقن کي. پوءِ اهو ڪيئن چيو وڃي ٿو تہ "اسان پاڪستان ٺاهيو!"

جي.ايم. سيد صاحب سنڌ جو پهريون سپوت هيو جنهن پهريان ئي پاڪستان جي "بانگ درا" پيش ڪئي، يعني پهريان ئي سنڌي مسلمانن

طرفان سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان کي قبول ڪرڻ واري قرارداد منظور ڪرائي. جيڪو جڻ تہ سنڌين جي ڳچيءَ ۾ ڳٽ پئجي ويو. هاڻي صرف لوٽا هٽندا وتن ٿا. انهيءَ ڪري تہ شاهہ صاحب فرمائي ويو تہ:

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نہ ملي.

غير سنڌين جي ڪوشش اها آهي تہ:

Let Sindhi sleep if they rise they shall assert their claims.

جهڙي طرح چيني قوم لاءِ چيو ويندو هيو تہ چينين کي سمهڻ ڏيو، پلي ننڊ ۾ رهڻ ڏيو جي جاڳيا تہ ياڳيا ٿي پوندا. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن کي ان تي افسوس ٿئي ان ڪري سوچيل سمجهيل پاليسيءَ تحت پنهنجن ۽ ڌارين جي پاليسين ۾ "Commonality" وارو عنصر مخصوص ٿئي ٿو. تہ سنڌين کي سمهڻ ڏيو. انهن کي غربت، افلاس، جهالت، بيماريءَ، بيروزگاريءَ جي شڪنجي ۾ ايترو جڪڙيو وڃي جو پنهنجي پاڻ مان ئي تنگ اچي وڃن. پر وقت جي تقاضائن جو ڌارو مختلف انداز ۾ اثرانداز ٿي رهيو آهي. سنڌين آهستي آهستي اکيون کولڻ شروع ڪيون آهن. اونداهين ۾ شمع ٻارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.

بحث هلي رهيو هئو هندستان ۾ ڪن علائقن ۾ مسلمانن جي اقليت جو ان سلسلي ۾ مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ Anil Seal مسلمانن جي اڪثريت ۽ اقليت جي باري ۾ لکيو آهي تہ:

"In British India as a whole, one person out of five was a Muslim and almost half of this community of more than forty millions lived in Bengal, a quarter in the Punjab. They were the majority community in the Bengal proper (excluding Bihar), in the Punjab, and in the Sindh, the Muslim majorities were not large. In Bombay, Assam and the North-Western provinces and Oudh the

Hindus had clear preponderance of numbers, their majorities in Madras and the Central Provinces were overwhelming" (P-27)

ان مان ان حقيقت جو ثبوت ملي ٿو تہ پاڪستان صرف هن خطي ۾ رهندڙ مسلمانن جي حق خودارادیت جي نتيجي ۾ قائم ٿيو. انگريزن Partition Plan تحت سنڌ بلوچستان پنجاب ۽ N.W.F.P جتي مسلمانن جون حڪومتون قائم هيون انهن کي انهي فيصلي ڪرڻ جو حق ڏنو تہ آيا اهي مسلمان پاڪستان ناهڻ گهرن ٿا يا هندستان سان الحاق جا خواهشمند آهن. انهن صوبن پاڪستان جي حق ۾ فيصلو ٻڌايو. تڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو.

موجوده ڪوٽا سسٽم وارو نظام 31 آگسٽ 1973 ۾ اسٽيبلشمينٽ ڊويزن طرفان جاري ڪيل ياداشت نامي ۾ بيان ڪيو ويو آهي ۽ ان ۾ نوڪريون فراهم ڪرڻ جي سلسلي ۾ هينين ڪوٽا تجويز ڪيل آهي. جيڪا هن وقت بہ نافذ العمل آهي:

| | | |
|---|---|---|
| (1) | Merit quota | 10% |
| (2) | Punjab (including federal area of Pakistan) | 50% |
| (3) | Sindh (including Karachi) | 19% |
| (4) | N.W.F.P | 11.5% |
| (5) | Balochistan | 3.5% |
| (6) | Northern areas and FATA | 4% |
| (7) | Azad Kashmir | 2% |

سنڌ جي ڪوٽا کي مزيد هينين تناسب سان ورهاست ڪئي وئي آهي. شهري سنڌ جنهن ۾ ڪراچي حيدرآباد سکر اچي وڃن ٿا، انهن لاءِ 19 سيڪڙو ڪوٽا مان 40 سيڪڙو ۽ باقي ٻين سنڌ جي علائقن جي لاءِ 60 سيڪڙو رکي وئي آهي.

هن ڪوٽا نظام جي باوجود سنڌين جو تناسب مرڪزي سرڪاري جي نوڪري بيحد قليل آهي جو ڪوٽا سسٽم جو نفاذ صحيح نہ ٿيو آهي. سنڌ جي نمائندگي ڊسٽرڪٽ مينجمينٽ گروپ، فارين سروس،

پوليس، ڪسٽم، انڪم ٽيڪس، سيڪريٽريٽ سروس ۾ اتي ۾ لوڻ وانگر آهي. نوڪرين ۾ جن جي اڪثريت آهي، اها ويتر وڌندڙ آهي. جيڪي اقليت ۾ آهن انهن کي مزيد اقليت ۾ رکيو ويو آهي. جنهن ڪري ملڪ جي انتظامي جوڙجڪ، اقتصادي پاليسين ۽ خارجہ پاليسين ۾ سنڌي آفيسرن جي ڪا نمايان حيثيت نہ آهي.

مٿين مرڪزي سروسز ۾ مجموعي طور تي مهاجر ۽ پنجابين جي 90 سيڪڙو اڪثريت آهي. ۽ پنجاب جي آدمشماري جي بنيادن تي ڪوٽا سسٽم ۾ 50 سيڪڙو ڪوٽا 10% ميرٽ مزيد پنجابين جي مزيد تسلط جو باعث رهي آهي. هن وقت پاڪستان ۾ ٻہ حڪومتون يعني "پنجاب صوبي جي حڪومت" ۽ "مرڪزي حڪومت" ٻئي پنجاب جي تحويل ۾ آهن. ان ڪري هر نوعيت کان اهڙي قسم جي پاليسين جو اجرا ۽ اطلاق ڪيو وڃي ٿو. جيڪي صرف ۽ صرف پنجاب صوبي جي مفاد ۾ آهن، جڏهن تہ سنڌ جي ڪنهن بہ سنڌيءَ کي پاڪستان جي ڪنهن بہ ٻئي صوبي ۾ نوڪري ملڻ ناممڪن آهي پر سنڌ مال غنيمت هئڻ ڪري هر صوبي جا ماڻهو ڪوڙن ڊوميسائيل جي بنياد تي سنڌ ۾ نوڪريون حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب رهيا آهن. سنڌ ۾ جن ادارن ۾ اعليٰ آفيسر پنجاب مان آهن، انهن ادارن ۾ اڪثريت پنجاب صوبي جي ماڻهن جي آهي. جيڪي بہ نوان ادارا ٺهن ٿا. انهن جي سربراهن جو براهہ راست واسطو پنجاب سان هئڻ جي ڪري پنهنجي علائقي جي ماڻهن جي همت افزائي ڪندي انهن کي نوڪريون فراهم ڪن ٿا. Emma Duncan پاڪستان متعلق هڪ خصوصي رپورٽ جيڪا لنڊن جي هفتيوار رسالي Economist جي 17 جنوري 1987 واري شماري ۾ بعنوان Pakistan شايع ٿي.

Punjab and Others يعني "پنجاب ۽ ٻيا" جي متعلق لکيو آهي تہ:
"These days, it is the Punjabis who are seen as the occupying power" "اڄڪلهہ پنجابين کي قبضو ڪندڙ قوت تصور ڪيو وڃي." ۽

مزيد انگريزن طرفان مرتب ڪيل منصوبي تحت پاڪستان جي موجوده علائقن جي لاءِ جوڙيو ويو هيو ان ۾ چيو ويو آهي تہ:

"Lead the Punjabis, crush the Sindhis, befriend the Baloch's and bribe the Pathans" (Economist January 17, 1987)

"ان فارمولي تحت حڪمرانن کي اهو مشورو ڏنو ويو آهي تہ پنجابين جي اڳواٽيءَ ۾ سنڌين کي نابود ڪيو بلوچن کي دوست بنايو ۽ پٺاڻن کي رشوت ڏيو." اهو انگريزن حڪمرانن جو مشورو هيو پر هاڻي پاڪستاني حڪمران پڻ ڪافي حد تائين ان فارمولي تي عملي طور حڪومت ڪري رهيا آهن.

ڪجھ ڏينهن اڳ انجم نياز 9 اپريل 2006 جي ڊان جي شماري ۾ پنهنجي ڪالم "The Rise and the Fall of the C.S.P" ۾ لکيو جنهن جي جوابن مسٽر رشيد اختر اڳوٽي C.S.P آفيسر C.S.P جي سلسلي ۾ لکيو تہ:

"Throughout history of Pakistan, C.S.P (civil service of Pakistan), officers have held sway over almost all the affairs of country at different levels and positions"

"مجموعي طور تي پاڪستان جي تاريخ ۾ C.S.P آفيسر طرفان ملڪ جي سيني معاملات تي دسترس رهي آهي، مختلف عهدن ۽ انتظامي طبقن تي."

ان مضمون تي بحث جي دوران مسٽر ظفر اقبال جيڪو پڻ هڪ C.S.P آفيسر ٿي رهيو آهي ان جو مضمون بعنوان: "The Decline of the Civil service" يعنيٰ "سول سروس جو زوال" جيڪو 26 مئي 2006ع تي ڪراچي جي اخبار ڊان ۾ ڇپيو. ان ۾ I.C.S ۽ C.S.P متعلق تفصيلي معلوماتي مضمون لکيو. هن پنهنجي مضمون جيڪو تاريخي اعتبار کان اهم آهي. موجوده هلندڙ بحث سان تعلق رکي ٿو ان ۾ لکيو آهي تہ:

"The I.C.S came in three categories: in the first category there were the white men representing the Whitehall, they ruled India. In

the second category were the Indians who qualified on merit in the examination held in Delhi, in the third category were the quota positions reserved for Muslims who had passed the examination but were not on the merit list these were nominated to the I.C.S."

ظفر اقبال وضاحتي طور اهو ٻڌايو آهي ته هندستان ۾ I.C.S ۾ شموليت جا ٽي طريقيڪار هئا. اهي ٽن قسمن جا I.C.S هئا. پهرين گروهه ۾ انگريزي شامل هئا جيڪي انگلينڊ جي حڪومت جا نمائنده هئا. جيڪي هندستان مٿان حڪومت ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيا ويا هئا. I.C.S جي ٻئي گروهه ۾ اهي هندستاني هئا جن دهليءَ ۾ I.C.S جي امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. ۽ انهن کي ميرٽ لسٽ ۾ شمار ڪيو ويو. ٽين گروهه ۾ اهي I.C.S هئا, جن I.C.S جو امتحان ته پاس ڪيو هئو پر سندن شمار ميرٽ لسٽ ۾ نه هئو. ان ۾ صرف ۽ صرف مخصوص ڪوٽا جيڪا مسلمانن جي لاءِ متعين ڪئي وئي هئي, انهي مطابق مسلمان I.C.S جو امتحان پاس ڪندڙ مسلمانن کي I.C.S ۾ نامزد ڪيو ويندو هئو.

I.C.S ۾ نامزدگيءَ جو اطلاق ميرٽ لسٽ کان الڳ هئو مثال طور جيڪڏهن I.C.S ۾ مسلمانن جي لاءِ 20 نوڪريون مخصوص ڪيون ويون آهن ۽ 22 مسلمان اميدوارن I.C.S جو امتحان پاس ڪيو آهي ته ان صورت ۾ مارڪن جي تناسب سان مخصوص ڪيل I.C.S جون نوڪريون انهن 22 اميدوارن مان 20 کي ڏنيون وينديون. انهي جي باعث I.C.S ۾ هر سال مسلمانن جي نمائندگي وڌندي رهي جنهن ڪري انگريز جي حڪومت جي مختلف محڪمن ۾ اعليٰ عهدن تي پهچي ويا. پاڪستان نهڻ بعد تيز رفتار ترقيءَ جا موقعا حاصل ڪندي اهل و عيال ۽ اقارب سان پاڪستان جي حڪومت تي قابض ٿي ويا, جڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو ته انهي ٽين ڪيٽيگري واري I.C.S وارا آفيسر پاڪستان ۾ نوڪري ڪرڻ کي ترجيح ڏني. ظفر اقبال ان سلسلي ۾ مٿي ذڪر ڪيل مضمون ۾ مزيد لکي ٿو ته:

“Pakistan inherited about 85 I.C.S officers at the time of independence they largely came from third category.

يعني پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ 85 آئي.سي.ايس آفيسر پاڪستان ۾ آيا جن مان بيشتر جو تعلق ٽين نمبر ڪيٽيگريءَ سان هئو. ظفر اقبال جي چوڻ مطابق:

“Before 1947, the I.C.S comprised the ruling class under British domination. Things changed a bit with implementation of the Government of India Act of 1935 and not far very long.

پاڪستان جي نهڻ کان اڳ I.C.S هڪ حڪمران طبقو هيو جيڪو برطانيا جي اثر هيٺ ڪم ڪندو هئو ۽ Act of 1935 کان پوءِ حالتن ۾ مختصر تبديلي آهي. 1947ع کان پوءِ حالتون مزيد تبديل ٿي ويون، مٿي ذڪر ڪيل پراڻي C.S.P جي آفيسر رشيد اختر جي چوڻ موجب ”C.S.P آفيسر هر دور ۾ ۽ هر پوزيشن ۾ حڪومتن تي حاوي رهيا آهن.“

I.C.S جي امتحانن جو آغاز پهريان ئي 1858ع ۾ ٿيو جنهن تحت Home Civil Service Act 1871 هيٺ برطانيا جي سول سروس ۽ I.C.S جا گڏيل امتحان شروع ٿيا. 1919ع ۾ جن اميدوارن نمايان ڪاميابي حاصل ڪئي انهن I.C.S ۾ شموليت حاصل ڪئي بجاءِ هوم سول سروس جي.

پاڪستان وجود ۾ اچڻ کان پوءِ آفيسرن جي ڪمي محسوس ڪندي بيا 22 آفيسر فوج ۽ صوبائي سول سروس Lateral Entry جي ذريعي C.S.P ۾ شامل ڪيا ويا. C.S.P جو پهريون امتحان 1947ع ۾ دهليءَ ۾ ٿيو. جن ۾ ڪامياب اميدوارن کي 1949_50ع ۾ ٽريننگ کانپوءِ نوڪرين ۾ رکيو ويو. ظفر اقبال جي چوڻ مطابق تمام مشهور آفيسر جن ۾ غلام محمد، چوڌري، محمد علي، خان قربان علي خان، جي احمد، زاهد

حسين، ايم شعيب. I.C.S جي ذريعي نوڪرين ۾ داخل نہ ٿيا هئا. ظفر اقبال آفيسرن جي ذهنيت ۽ ڪارڪردگيءَ جي نوعيت متعلق لکي ٿو تہ:

"In Pakistan there in tendency to regard these as government servants and not public servants.

"پاڪستان ۾ آفيسر پنهنجو پاڻ کي سرڪاري آفيسر تصور ڪن ٿا بجاءِ عوام جا آفيسر." انهي قسم جي ذهنيت اڃا تائين مروج ۽ ڪارفرما آهي. پبلڪ سرونٽ جي بدران هاڻي پاڻ کي پبلڪ فنڪشنري چورائڻ پسند ڪن ٿا.

پاڪستان ۾ جمهوريت جي زوال متعلق ظفر اقبال لکي ٿو تہ:

"Destruction of Democracy in Pakistan was a result of a conspiracy between "The Governor-General, the Chief Justice of the Supreme Court and the Commander-in-Chief of the Pakistan army. The army was inducted by Ghulam Mohammad to ensure the success of his political coup"

پاڪستان ۾ جمهوريت جو زوال ۾ گورنر جنرل، ان وقت جو سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس ۽ پاڪستان جي افواج جو ڪمانڊر ان چيف شامل هئا. غلام محمد سياسي تبديلي کي يقيني بنائڻ لاءِ پاڪستان جي فوج کي پاڻ سان شامل ڪيو. Henry Frank Goodnow پنهنجي ڪتاب The Civil Service of Pakistan ۾ جيڪو پنهنجي نوعيت جي منفرد ڪتابن مان هڪ آهي، ان ۾ لکي ٿو تہ 1954ع ۾ C.S.P آفيسرن جون مجموعي پوسٽون 519 هيون جنهن مان 80 مرڪزي حڪومت جون پوسٽون هيون ۽ 439 صوبائي عهدن جي لاءِ هيون. جن ۾ ڊپٽي ڪمشنر، ڪمشنر ۽ صوبن جا سيڪريٽري هئا. ان مان صاف ظاهر آهي تہ مرڪزي سرڪار 439 آفيسرن جي ذريعي صوبائي حڪومتن کي پنهنجن اختيارن مطابق ڪنٽرول ڪري سگهن.

C.S.P يا ڪنهن بہ مرڪزي نظام جي نوڪريءَ وارا آفيسر جيڪڏهن صوبائي حڪومت ۾ اڪثريت سان مقرر ڪيا ويندا تہ ان حالت ۾ صوبائي خودمختياري هڪ خام خيال رهندو. صوبائي خودمختياري لاءِ ضروري آهي تہ صوبائي سطح تي. هر اداري ۾ ۽ هر عهدي تي صوبي جي سول سروس جي آفيسرن کي مقرر ڪيو وڃي. مرڪزي سول سروس جي افراد کي مرڪزي حڪومت تائين محدود ڪيو وڃي نہ تہ پائيدار جمهوريت مستقل ٿي نہ سگهندي، ۽ نہ ئي خودمتياري ممڪن ٿي سگهندي ڇاڪاڻ تہ مرڪزي سروسز جا آفيسر، مرڪزي حڪومت جي ”ايجنٽن“ جي صورت ۾ صوبن ۾ ڪم ڪن ٿا. صوبي جو چيف سيڪريٽري باالخصوص مرڪزي سول سروس جو نمائندو ٿي ڪم ڪري ٿو. حقيقت چيف سيڪريٽري بہ صوبائي سول سروس جو آفيسر هئڻ گهرجي. ساڳي طرح سان سنڌ جو انسپيڪٽر جنرل بہ سنڌ پوليس جو آفسير هئڻ گهرجي ان کي ممڪن بنائڻ لاءِ سنڌ پوليس سروس قائم ڪرڻ گهرجي. جهڙي طريقي سان پاڪستان ٺهڻ کان اڳ مروج هئي. سنڌ پوليس سروس ۾ سڌي طرح D.S.P جي عهدي کان پوليس آفيسرن جي نئين پوليس سروس قائم ڪئي وڃي ۽ اهڙي طرح سان D.S.P ترقي ڪري D.I.G, S.P ۽ I.G ٿي سگهي ۽ هينين ليول تي اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر جي ڀرتي ڪئي وڃي جيڪي ترقي ڪري مٿين درجن جي عهدي تي پهچي سگهن.

# سنڌين جي C.S.S ۾ نامزدگي

ڪوٽا سسٽم واري نظام هيٺ سنڌين کي ڪو نمايان فائدو حاصل نہ ٿيو آهي. ان جو اندازو 2005ع واري مقابلي جي امتحان مان لڳائي سگهجي ٿو. وفاقي پبلڪ سروس ڪميشن 2005ع واري مقابلي جي امتحان جي نتائج جو اعلان ڪندي اهو واضح ڪيو تہ مجموعي طور تي وفاق حڪومت جي مختلف سروسز جي لاءِ 169 نشستون مهيا ڪيون ويون جن ۾ سال 2004ع جون 16 نشستون شامل ڪرڻ سان ڪل 185 نوڪرين جي لاءِ جايون خالي هيون.

ڪل 277 اميدوارن لکت وارو امتحان پاس ڪيو. جنهن مان هڪ خارج ڪيو ويو باقي 276 اميدوارن جو viva جو امتحان ورتو ويو. جنهن ۾ 51 اميدوارن کي ناڪامياب قرار ڏنو ويو ۽ هڪ ڳالهہ ٻولهہ واري انٽرويوءَ ۾ شامل نہ ٿيو. انهن ۾ 26 اهڙا اميدوار هئا جن اڳ ۾ C.S.S جو امتحان پاس ڪيو هئو ۽ مزيد پنهنجي برتري لاءِ سال 2005ع واري امتحان ۾ شموليت ڪئي جيئن پنهنجي مرضيءَ جي محڪمن ۾ ترجيح ڪري شامل ٿين.

185 نوڪريءَ جي نشستن جي ڪوٽا جي بنياد تي ورهاست هيٺين انداز ۾ ڪئي وئي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| (1) | ميرٽ | نشستون | 18 |
| (2) | پنجاب صوبائي ڪوٽا | نشستون | 87 |
| (3) | سنڌ (رورل) صوبائي ڪوٽا | نشستون | 25 |
| (4) | سنڌ (اربن) صوبائي ڪوٽا | نشستون | 17 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (5) | N.W.F.P صوبائي ڪوٽا | نشستون | 21 |
| (6) | بلوچستان- صوبائي ڪوٽا | نشستون | 6 |
| (7) | ناردرن ايرياز ۽ فاٽا | نشستون | 6 |
| (8) | آزاد ڪشمير -صوبائي ڪوٽا | نشستون | 5 |

انگريزي اخبار "Dawn" (Dawn July 5, 2006) واري ڏنل اعلان ۾ اهو چيو ويو آهي تہ مجموعي طور تي سال 2005 جي 185 نوڪرين جي آسامين مان صرف 25 آساميون نہ ڀريون ويون جو فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن مطابق انهن آسامين جي لاءِ مناسب قابليت رکندڙ جي ڪمي هئي.

اهڙيءَ طرح سنڌ (رورل) جون 7 نشستون ۽ سنڌ (اربن) جون 13 نشستون يعني 20 نشستون خالي رهيون ساڳيءَ طرح آزاد ڪشمير جون 5 نشستون پڻ خالي رهيون. جيڪو اعداد و شمار 5 جولاءِ 2006 واري Dawn اخبار ۾ ڏنل آهن ان ۾ پنجاب جي صوبائي ڪوٽا بلوچستان جي صوبائي ڪوٽا، فاٽا جي نشستن ڪي پرڻ جي سلسلي ڪي مبهم رکيو ويو آهي. تنهن ڪري ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ميرٽ جون 18 نشستون ۽ پنجاب جون 87 نشستون ۽ N.W.F.P جون 21 نشستون ۽ N.A/Fata جون 6 نشستون مڪمل طور ڀريون ويون. صرف سنڌ (رورل) جون 25 نشستن مان 7 نشستون خالي رهجي ويون ۽ سنڌ (اربن) جون 13 نشستون خالي رهجي ويون. آزاد ڪشمير جون 5 نشستون مڪمل طور خالي هيون.

اها ڳالهہ قابل توجهہ آهي تہ لياقت جي لحاظ کان فاٽا، بلوچستان، N.W.F.P تمام اڳتي نڪري ويا آهن جو انهن جي ڪابہ نشست خالي نہ رهي ساڳي طريقي سان پنجاب جي صوبائي ڪوٽا جو 87 نشستون مڪمل طور تي ڀريون ويون جو پاس ٿيندڙ اميدوارن کي انهن نشستن لاءِ لائق سمجهيو ويو. باقي نزلو وڃي ڪريو آزاد ڪشمير ۽ سنڌ اربن ۽ رورل جي اميدوارن تي.

مجموعي طور تي سنڌ اربن ۽ رورل جون 20 نشستون ان ڪري پرجي نہ سگهيون جو وفاقي پبلڪ سروس ڪميشن جي چارٽ مطابق انهن جاين جي لاءِ مناسب لياقت رکندڙ اميدوار نہ هئا.

صوبائي ڪوٽا مقرر ڪرڻ جو بنيادي مقصد پوئتي پيل علائقن کي ترجيح ڏيڻ آهي جتي تعليم جون اهي سهولتون، اقتصادي حالتون اهڙيون بهتر ناهن جو سنڌي قابليت جي بنياد تي وفاقي حڪومت مختلف سروسز ۾ شموليت حاصل ڪري سگهن.

مخصوص قسم جا، لياقت جا معيار مقرر ڪرڻ سان ڪوٽا سسٽم جو بنيادي مقصد ختم ٿي وڃي ٿو. ترجيح ناقابل عمل رهجي وڃي ٿي. ان پهلوءَ تي سنڌ جي ارباب اختيار ڪڏهن بہ توجهہ نہ ڏني آهي تہ سنڌ جي صوبائي ڪوٽا تي پاس ڪندڙ اميدوارن کي شامل ڪيو وڃي جنهن ۾ سال 2005ع ۾ 20 رهجي ويل نشستن تي سنڌ مان جن اميدوارن امتحان پاس ڪيو آهي انهن سيني کي انهن نشستن تي Nominate ڪيو وڃي. اهو ڪو نئون طريقو يا تجويز ناهي پر پراڻي C.S.P ظفر اقبال اڳي ذڪر ڪيل مضمون ۾ برصغير هندستان ۾ I.C.S ۾ پاس ڪندڙ اميدوارن جي ٽن طريقن جو بيان ڪيو آهي. جنهن ۾ ٽيون طريقو ”نامزدگيءَ“ جي اصول تي آهي. جنهن تحت هندستان جي مسلمانن جي لاءِ I.C.S ۾ جيڪا مخصوص ڪوٽا مقرر ڪئي ويندي هئي ان ۾ I.C.S جي امتحان ۾ شرڪت ڪري پاس ٿيندڙ مسلمان اميدوارن کي مخصوص ڪيل نشستن کي نامزد ڪيو ويندو هئو. انهي طرح سان ڪنهن بہ سال ۾ مسلمانن جي ڪوٽا، ڪابہ نشست خالي نہ رهجي ويندي هئي.

جيڪڏهن سنڌ جي اميدوارن ڪوٽا سسٽم تحت ترجيحي بنيادن تي نوڪريون ڏيڻ مقصود آهي تہ پوءِ اشد ضروري آهي تہ جيڪي بہ سنڌ جون اربن ۽ رورل ڪوٽا جون نشستون رکيل آهن انهن تي C.S.S جي امتحان پاس ڪندڙ اميدوارن کي نامزد ڪيو وڃي ۽ ڪابہ نشست (پوزيشن) خالي نہ ڇڏي وڃي.

اهو طريقيڪار ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي دور حڪومت ۾ رائج ڪيو هئو. جنهن جي ڪري انهن سالن ۾ سنڌ جي ڪوٽا جي ڪابہ نشست خالي نہ رهي ۽ وڏيڪ Lateral جي ذريعي وفاقي حڪومت جي نوڪرين جي شرڪت جي لاءِ امتحان رکيو هئو. جنهن جي ڪري بہ ڪافي سنڌين کي مرڪزي سرڪاري جي مختلف عهدن تي ڪم ڪرڻ جا مواقع فراهم ٿيا.

حيران ڪن حقيقت اها آهي تہ ذوالفقار ڀٽي جي دختر نيڪ اختر محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ پاڪستان جي وزيراعظم جي حيثيت ۾ انهي پهلوءَ تي ڪا توجهہ نہ ڏني. مونکي يقين آهي تہ جيڪڏهن بينظير صاحب کي سندس وزير ۽ مشير انهي قسم جي تجويز پيش ڪن ها تہ يقيني طور تي بينظير صاحبہ انهي نامزدگيءَ واري اصول کي رائج ڪري ها.

حق انصاف جي تقاضا اها آهي تہ نہ صدر مشرف جنهن Enlightened Moderation روشن خيالي جي شهرت حاصل ڪئي آهي انهي کي گوشہءِ گذار آهي تہ مهرباني فرمائي سنڌ مان C.S.S جي 2005 ۾ ڪامياب اميدوارن کي باقي رهيل 20 نشستن تي نامزد ڪيو وڃين.

—

# حڪومتي انتظامي اصلاحات

پاڪستان ۾ هر دور ۾ مختلف حڪومت طرفان انتظامي اصلاحات جي سلسلي ۾ ڪميشنون مقرر ڪيون پر انهن سيني ڪميشن رپورٽن ۾ مجوزه تجاويز ۽ سفارشن کي ڪڏهن به شايع نه ڪيو ويو. موجوده حڪومت. لفٽيننٽ جنرل نقويءَ جي تحويل هيٺ (N.R.B) - National Reconstruction Bureau ناهيو. جنهن جو وڏو ڪارنامو ملڪ ۾ رائج ضلعي نظام کي تبديل ڪري ان جي مٿان ناظم مقرر ڪيا. اهو نظام ڪا بهتر ڪارڪردگي پيش ڪرڻ ۾ بيڪار ۽ بيسود ثابت ٿيو آهي. جڻ ته ڪنهن مغلي نظام جا ناظم آهن. ان نظام جي ناڪاميابيءَ جو ثبوت اسلام آباد. آزاد ڪشمير ۾ گذريل سال جي زلزلي جي متاثرين کان ئي مزيد معلوم ڪري سگهجي ٿو.

اسان کي ضرورت آهي ته ادارا مضبوط ڪيا وڃن جيڪي عوام مٿان حاڪميت بجاءِ انهن جي خدمت ۾ مشغول رهن هر لحاظ کان ۽ هر پهلوءَ کان عوام جي فلاح جي لاءِ تجويزون پيش ڪن انهن تي عمل ڪن ته جيئن سماجي زندگي بهتر ٿي سگهي.

ملڪ کي في الوقت هڪ قانوني ۽ جمهوري نظام جي ضرورت آهي جيڪو بغير ڏاهه ڏوهه جي مستقل طور تي ڪم ڪندو رهي. جتي قانون جي بالادستي قائم هجي. جنهن ۾ عام شهري حڪومت جو غلام نه پر ان جي آقا جي حيثيت ۽ بااختيار شهري تصور ڪيو وڃي."

"Hugo Young" هڪ انگريز نامه نگار "Citizens have to be Sovereign"

30 مئي 1982ع واري Sunday Times جي اخبار ۾ "Lord Denning" تي

تبصرو ڪندي لکيو هئو تہ: "Law should liberate, not enslave" قانون جو مقصد آزادي آهي نہ غلامي." حڪومتي اصلاحات جي قومي ڪميشن جو اولين فريضو اهو چيو ويجي ٿو تہ:

"Review and make clear, precise and implementable set of recommendation, in respect of divisions of functions, responsibilities and accountabilities among the federal, provincial and local governments, to avoid duplication, overlap and functional redundancy."

"ڪميشن طرفان تجويزون اهڙي نوعيت جون هئڻ گهرجن جيڪي نافذ العمل هجن، جن جو واسطو اختيارات جي ورڇ ۽ ذميوارين ان جي نظرثاني جي طريقي تي غور ڪرڻ جن جو واسطو مرڪزي حڪومت صوبائي حڪومت ۽ مقامي حڪومت سان آهي تہ جيئن انهن اختيارات ۾ ڪو تضاد نہ پيدا ٿئي. ساڳي نوعيت جون ذميواريون، نہ هئڻ گهرجي. ان کان علاوه بااختيار ادارا نيم اختيار ادارا جيڪي حڪومت جي تحويل ۾ ڪم ڪري رهيا آهن انهن جي ڪارڪردگي تي پڻ نظرثاني ڪري بهتر بنائي سگهجي."

بنيادي طور تي ضرورت آهي اختيارات تي پابندين جي. اختيارات کي ڪهڙن مثبت انداز ۾ متعين ڪيل اصولن ماتحت عوام جي ڀلائيءَ لاءِ استعمال ڪيو وڃي، ان جي غير ضروري استعمال کي روڪيو وڃي.

عشرت حسين جي خيال ۾ "قانون ايترا تہ گهڻا ناهيا ويا آهن جو بااختيار آفيسر جن کي حڪومت جون پاليسيون ۽ قانون جي نفاذ جي ذميداري عائد ڪئي وئي آهي، اهي پنهنجي منشا مطابق انهن قانونن ۽ پاليسين جو نفاذ ڪري جيڪڏهن چاهين تہ پنهنجي قلم جي نوڪ سان ڪنهن کي ڪروڙپتي بنائي ڇڏين ۽ ڪنهن کي ڪنگال ڪري ڇڏين."

حڪومتي اصلاحات واري ڪميشن جي ڪارڪردگيءَ تي نظرثاني ڪرڻ کان اڳ اهو ضروري آهي تہ ان جي چيئرمين مسٽر عشرت حسين جا ذاتي خيالات پاڪستان ۾ حڪومتي نظام متعلق ڪهڙا

آهن. ان سلسلي ۾ سندس انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب "Pakistan- The Economy of An Elitist State" جو جائزو وٺڻ ضروري آهي.

عشرت حسين پنهنجي ڪتاب جي مهاڳ ۾ نيشنل بينڪ جي اڳوڻي صدر M.B Abassi ۽ موجوده صدر محمد ميان سومري ۽ بينڪ جي سينيئر مينيجمينٽ جي ساراهه ڪندي لکيو آهي ته: انهن طرفان مونکي "Providing Financial Support for Research Assistance." جيئن ته ڊاڪٽر عشرت حسين شايد ان وقت ورلڊ بينڪ جو هڪ آفيسر هئو ان ڪري نيشنل بينڪ وارن کيس خصوصي طرح سان تحقيق ڪرڻ لاءِ مالي امداد ڪئي. اها ڪيتري هئي ۽ ڪهڙي انداز ۾ هئي. اها اسان لاءِ عالم غيب ۾ آهي سواءِ انهن جي جن اها عنايت عشرت حسين لاءِ ڪئي هئي. اصولي طور تي اهو هڪ سنو رويو آهي ته ليکڪن کي ريسرچ ڪرڻ لاءِ مالي امداد ڏني وڃي پر انهي جو اطلاق صرف ۽ صرف مخصوص افراد تي محدود نه هجي. مون به انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب لکيو آهي "The Handbook of Banking Terms" لکيو. باوجود ان جي مان به هڪ نيشنل بينڪ جو ايگزيڪيوٽو هئس پر مونکي تحقيق جي لاءِ نيشنل بينڪ طرفان ڪابه مالي امداد فراهم نه ڪئي وئي، نه ڪو مون کان اهي ڪتاب خريد ڪيا ويا. اهڙو اعزاز صرف عشرت حسين صاحب لاءِ ئي آهي. عشرت حسين "اعليٰ اقتدار واري نظام" "Elitist Model" جي تشريح ڪندي هيٺين طرح پيش ڪيو آهي:

(a) A Strong leader or succession of leaders who enjoy almost regal power and implement their own agenda with few or almost no checks and balances,

(b) Of powerful bureaucratic class that implements the wishes of the leader without questioning their legality or relating them to the larger public interest and in the process arrogates to itself to task of the defining the goals of the State, which are made to coincide with its own' and

(c) A dormant and subservient population that is passive and indifferent to the actions of the leaders and bureaucracy (P-375). For almost fifty years Pakistan was governed by strong military leaders, and for the other half by strong civilian leaders who, unwittingly adopted the same military leaders as their role model (p.376).

عشرت صاحب جي متي ذڪر ڪيل "اعليٰ اقتدار جي نظام" جي تشريح سندس حقيقت پسنديءَ ۽ روشن خياليءَ جو مظهر آهي جنهن ۾ هن واضح طور تي چيو آهي تہ:

(اي) اهو نظام جنهن ۾ هڪ طاقتور ليڊر يا ان ڪان پوءِ ايندڙ ليڊر ايترا تہ بااختيار هجن جو انهن جي اختيارات تي پابنديءَ جا ڪي بہ محدود نہ هجن. پنهنجي منشا مطابق پنهنجي مقرر ڪيل تقاضائن کي مڪمل ڪرڻ جي صلاحيت رکندا هجن

(بي) طاقتور سرڪاري طبقو جيڪو ان ليڊر جي خواهشات مطابق ان جي احڪامات سواءِ ڪنهن قانوني جواز جي سوال پڇڻ جي عمل ڪندا رهن جنهن جو واسطو عوام جي مجموعي مفاد سان ناهي. ان نظام تحت مملڪت جا مول متا ۽ مقصد اهڙا مرتب ڪيا وڃن ٿا جيڪي هنن (حڪمرانن) جي مفاد سان مطابت رکن.

(سي) مفلوج ۽ بي حس عوام جيڪو خاموش ۽ بي توجهي جو شڪار آهي تن مٿان احڪامات نافذ ٿيندا رهن ٿا.

عشرت حسين صاحب جي لاءِ اهو سوال پيدا ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن پاڪستان اهڙي نظام اعليٰ جو تصور پيش ڪري ٿو تہ پوءِ ڪيس حڪومتي اصلاحات واري چيئرمين جو عهدو قبول ڪرڻ نہ گهرجي ها. جو اهو منصب سندس فڪري اقتدار جي منافي آهي. پاڻ مزيد لکي ٿو تہ:

"پنجاهہ سالن جي اقتدار جي تاريخ ۾ اڌ کان وڌيڪ عرصو حڪومت مٿان طاقتور فوجي ليڊر قابض رهيا آهن ۽ باقي اڌ عرصو

سولين ليڊرن جي قيادت رهي آهي. 1988ع ۽ 1996ع جي وچ ۾ چار دفعا منتخب ٿيل حڪومتن کي بي ايمانيءَ جو الزام لڳائي ختم ڪيو ويو."

وڏيڪ سرڪاري آفيسرن جي طبقي جي متعلق "Bureaucratic class was powerful ally of the strong leaders." سرڪاري آفيسرن جو طاقتور طبقو 1973ع تائين صاحب اقتدار لاءِ مضبوط دست راهه رهيو. اقتصادي صورتحال جي متعلق لکندي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته:

"This combination of strong autocratic leaders, a pliant bureaucracy, and subservient population made it possible for the benefits of the growth to be unequally distributed and concentrated." (P-376)

"اقتصادي ترقيءَ جا ڪي به نمايان فائده منصفانه طور تي عوام کي حاصل ٿي نه سگهيا اهي بي حد محدود رهيا جنهن جو بنيادي سبب متعلق العنان ليڊر، تابع سرڪاري طبقو، خاموش عوام جي ڪري ممڪن ٿيو."

عشرت حسين صاحب مٿين ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ پاڪستان جي حالتن جو تجزيو ڪندي پنهنجي خيالات جو اظهار هينئين ريت ڪيو آهي:

"There has been a complete break-down of trust and confidence in the major institutions governing the country.

Law and order has broken down and inability to protect personal life and property has become a recurring nightmare, both among the poor rural areas of the country and highly advanced metropolitan centers.

The judicial system is not only slow, complex, time consuming and cumbersome, but it has lost the aura of neutrality and impartiality on which it thrived during the early period of the country's history. The common perception that police and judiciary

can be manipulated by those who enjoy power of material wealth at the expense of the ordinary citizen is getting stronger every day. Drug money Kalashnikovs and private armies have contributed significantly to this state of near anarchy." (P-394-395)

"پاڪستان ۾ حڪومتي ادارن تان عوام جو ويساهه ختم ٿي چڪو آهي جنهن جو واسطو حڪومتي اختيارات سان آهي. قانون ۽ تحفظ جو نظام ناڪاره ٿي چڪو آهي. شخصي زندگيءَ ۽ ملڪيت جو تحفظ مستقل خوف ۽ حراس جي ڪيفيت ۾ آهي. چاهي ٻهراڙيءَ جو غريب هجي يا شهرن جو رهواسي هجي. عدالتي نظام سست، ديرينو الجهيل ۽ مشڪل ٿي پيو آهي. عدالتي نظام مان اصولي غير جانبداري ۽ توازن جو خارج الامڪان ٿي ويو آهي. عام تاثر اهو آهي تہ پوليس ۽ عدالتي نظام تي "طاقت" ۽ "وسائل" جي ذريعي ٻين جي مٿا فوقيت حاصل ڪري سگهجي ٿي، نشيدار شين ۽ ڪلاشنڪوف ۽ شخصي هٿياربند جٿن ملڪ ۾ تشدد جو نظام برپا ڪيو آهي."

مزيد غير محدود اختيارات جي نتائج جي باري ۾ موصوف لکي ٿو تہ:

"Discretionary powers in the hands of regulators and controllers create sources of power and patronage, and an enormous scope for corruption, alienating the general public who derived little or no benefits." (P-395)

"انتظامي طور تي غير محدود اختيارات جي نظام ڪي هلائيندڙ ۽ لاڳو ڪندڙ فرد فائدي ڏيڻ جي بي انتها قوت رکندڙ هئڻ جي ڪري بي ايماني، رشوت خوريءَ جو اجراءُ ٿئي ٿو. ان جي ڪري عام ماڻهون نظام کان نالان آهن جو انهن کي ڪنهن بہ قسم جو ڪو فائدو حاصل نہ ٿو ٿئي." ان کان علاوه لکي ٿو:

"The last decade or so has witnessed a dehumanizing intensification of centrifugal and divisive forces in the country every

conceivable cleavage or difference. Sindhi vs. Punjabi, Muhajir vs. Pathans, Islam vs. Secularism, Shias vs. Sunnis, Deobandis, vs. Barelvis, Literates vs. Illiterates, and Women vs. Men, Urban vs. Rural has been exploited to magnify dissensions, giving rise to heinous blood baths, accentuated hatred and intolerance. A religion that prides itself on its message of peace and harmony and tolerance finds itself, exploited by a few individuals or groups a country that was created in the name of unity, faith and discipline is the epitome of a highly divided, despondent and undisciplined nation. Ethnic and linguistic jingoism is fast permeating the fabric of the society and corroding the foundations upon which the country was built. The solid pillars of a harmonious multi-cultural society are in danger of developing cracks." (P-396)

"گذريل ڏهن سالن ۾ غير انساني فڪر ۽ عملن جي ترغيب ٿي آهي. تضاد ۽ ويڇي وارين حالتون نمودار ٿيون آهن. هر سوچ جي اختلاف جنهن ۾ سنڌي خلاف پنجابي، مهاجر خلاف پناڻ اسلام خلاف غير مذهبي، شيعہ خلاف سني، ديوبندي خلاف بريلوي، پڙهيل خلاف اڻپڙهيل، عورتون خلاف مرد، شهري خلاف ٻهراڙي اهڙي قسم جي تضادات کي فروغ حاصل ٿيو آهي ۽ تفريق جو باعث بڻيو آهي. نفرت ۽ قوت برداشت جي فقدان جي ڪري تشدد ۽ خونريزي واقع ٿي آهي، اهو ملڪ جيڪو اتحاد، يقين محڪم ۽ تنظيم جو سرچشمو تصور ڪيو ويو هئو هاڻي هڪ مايوس، بي اعتماد، ۽ طبقاتي تضادات وارو ملڪ بنجي ويو آهي. نسلي ۽ زباني پڻ معاشري جي حالتن تي مضر اثرات ڇڏيا آهن. اتحاد ۽ بهتر تعلقات ۽ مختلف ثقافتي، معاشرتي، معاشري ۾ انهن تضادات جي ڪري خطرناڪ ڏار نمودار ٿيا آهن."

عشرت صاحب پنهنجي ڪتاب جي باب نمبر 8 جنهن جو عنوان آهي: "An Economic and Social Agenda for the 21st Century" ۾ مٿيون حقيقتون درج ڪيون آهن جن سان نہ رڳو مان پر ڪيترائي باشعور

حضرات انهن خيالن سان متفق آهن پر موجوده نظام مان ان جو تدارڪ ممڪن ناهي. جنهن ڪان عشرت صاحب پڻ بخوبي واقف آهي.

بحر صورت منصب حاصل ڪرڻ جي لاءِ جيڪڏهن عشرت صاحب جو ضمير زنده آهي تہ پوءِ سندس اهو "Compromise Conscience" تي سگهي ٿو. ورنہ هي حقيقتون لکڻ ڪان پوءِ ان ۾ ڪابہ گنجائش ناهي تہ هو حڪومت جي سڏارن واري ڪميشن جو چيئرمين وارو عهدو قبول ڪري ها.

ان سلسلي ۾ "Maurice Henrie" پنهنجي ڪتاب "The Mandarin Syndrome- The Secret life of Senior Bureaucrats" اعليٰ آفيسرن جي لڪيل ۽ ڳجهي زندگيءَ تي انهي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ:

"The Mandarin, the only Chameleon that has ability to change color." (P-299)

"اعليٰ آفيسر کي اها اهليت حاصل آهي تہ هو وقت مطابق پنهنجو رنگ بدلائي سگهي ٿو. "

اصول جو اطلاق عشرت صاحب تي ٿئي ٿو يا نہ ٿو ٿئي. پر مٿي بيان ڪيل خيالن مان اهو تضاد صاف ظاهر آهي.

مزيد ملڪ ۾ امتيازي صورتحال ۽ تفاوتي نظام ۾ غير منصفاه غير برابريءَ وارين پاليسين جي حقيقت جي پروڙ سندس هيٺين فڪر انگيز تحرير مان ٿئي ٿي جيڪا سندس مذڪوره ڪتاب جي صفحي 398 تي درج آهي.

"Ethnic and cultural cleavages arise primarily because the younger generation graduating from colleges and universities see no hope of employment or a stable career ahead, this is interpreted as a denial of opportunities, discrimination against, their particular ethnic group and usurpation of their rights by other groups. The collapse and paralysis of institutions also implies that only those with connections or riches can have access to public services. Or the basic amenities of life the protection and near monopoly provided by the

government to a few industrialists and the absence of technological base in the country means inefficiency, high-cost production, and lack of opportunity for further expansion or job creation. An attack on each of those problems simultaneously is therefore a prerequisite for the achievement of these goals." (P-398)

"قوميتي ۽ ثقافتي تفاوت ۽ اختلاف بنيادي طورتي انهي ڪري وڌن ٿا. جو نئين نسل جو نوجوان طبقو جيڪو ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان فارغ التحصيل ٿي مستقل طور تي اڳتي وڌڻ جا موقعا ميسر نہ ٿا ٿين. ان ڪري اهڙيءَ صورتحال کي امتيازي نوعيت جو تصور ڪن ٿا تہ هڪ مخصوص گروهہ انهن حقن تي قابض ٿي ويجي ٿو. ٻين کي اهي حق ميسر نہ ٿا ٿين. ادارن جي مفلوجيت جي ڪيفيت انهن جي برباديءَ جو پڻ هڪ پهلو آهي. ان ڪري تہ اهي افراد جن کي طاقتور طبقن جي دسترس حاصل آهي. انهن سان واسطا آهن يا جيڪي خود ڪنيل ۽ مالدار افراد آهن انهن کي عوامي نوڪرين جون سهولتون بنيادي زندگيءَ جو ضروريات آساني سان حاصل ٿين ٿيون."

حڪومت طرفان صنعتڪارن کي جيڪو تحفظ ڏنو ويو آهي ۽ ٽيڪنيڪل ترقيءَ جي فقدان جي ڪري شين جي پيداوار جي قيمت ۾ غير ضروري اضافو نمودار ٿئي ٿو تنهن ڪري نوڪريءَ کي فراهم ڪرڻ واري قوت اثرانداز ٿئي ٿي.

پنهنجي ڪتاب ۾ مروج نظام ۾ تضاد، امتيازي سلوڪ وارين پاليسين جو عشرت ذڪر ڪري ٿو. وري حڪومت اصلاحاتي ڪميشن جي چيئرمين، متين حقيقتن جي برعڪس 100 سيڪڙو قابليت جي بنياد تي نوڪريون ڏيڻ جي تجويز پيش ڪري ٿو.

سوال اهو پيدا ٿئي ٿو تہ عشرت صاحب ڪان ڪهڙي قسم جي اصلاحات جي توقع ڪري سگهجي ٿي سندس متي بيان ڪيل ڪتاب جي ڪجهہ اقتباسات جنهن ۾ هن ايڪويهين صديءَ جي اقتصادي ۽

سماجي فڪر جو پرچار ڪيو آهي ان مان اهو اندازو ڪرڻ مشڪل نہ آهي تہ سندس ڪتابي فڪر جي عڪاسي ڪندا.

حڪومت جي پاليسين ناهڻ ان جي نفاذ جي سلسلي ۾ عشرت حسين پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

"With the passage of time, the tendencies towards over-centralization, excesses control, increased government interferences, and arbitrary instructions from the top made most of them ineffective and impotent, render them unable to perform the task for which they were set up. The basic configurations which underpin most of these institutions have become fragile. The top-down nature of the administrative fabric, the controlled mind set of the decision makers, and the centrally-commanded ways of doing things are major factors in accentuation of this fragility." (P-400-401)

"وقت جي گذرڻ سان حڪومتي نظام ۾ وڌيڪ مرڪزيت جون پاليسيون اختيار ڪيون ويون آهن جنهن جي ڪري حڪومت جي وسعت ۾ واڌ آئي آهي. جنهن ڪري حڪومت هر قسم جي مداخلت ڪرڻ جي قوت رکي ٿي. جنهن جي ڪري مٿان ايندڙ احڪامات جي مدنظر ڪم ڪندڙن جي حيثيت غير مؤثر ٿي وڃي ٿي. اهي پنهنجا منصبي فرائض پورا ڪرڻ ۾ قاصر رهن ٿا."

مزيد پاليسين جوڙڻ جي ترڪيب استعمال پاڪستان ۾ هر مسئلي جي حل جي لاءِ يا تہ ڪا ڪميٽي تشڪيل ڏني وڃي ٿي يا ڪميشن ويهاري وڃي ٿي جنهن جو اولين مقصد صرف هڪ Public Relations Exercise ڪانسواءِ ٻيو ڪوب ناهي. ڇو تہ انهن ڪميشن ۾ ڪميشن ناهڻ جو ماڻهن جو توجهہ حڪومت جي طريقن کان هٽائڻ آهي ۾ انهي جو نفاذ ڪڏهن بہ عمل ۾ نہ آيو آهي. ڪميشن ۾ ڪميٽين جون رپورٽون هڪ خفيہ صيغ راز هوندو آهي. انهي کي نہ ظاهر ڪيو ويندو آهي نہ ئي ڏنل سفارشن تي عمل ڪيو ويندو آهي. ان پهلوءَ جي تصديق

عشرت صاحب جي مصدقا هيئين خيالن مان محسوس ۽ متعين ڪري سگهجي ٿي. جنهن ۾ هن لکيو آهي ته:

"Policies and plans abound in Pakistan. Enormous resources of time and effort have been spent at regular intervals in formulating the industrial policy, agricultural policy, education policy, health policy, science policy etc these polices have sounded very convincing on paper but scant regard has been given to the trade-off involved among various competing goals, or their resource implications or implementations, constraints. In many cases, before the policy could even be put to serious test, the government of the day changes." (P-399)

"پاڪستان ۾ پاليسيون ۽ پلان لاتعداد آهن جنهن تي ڪافي وقت محنت صرف ٿي آهي. وقتن فوقتن عمومن پاليسيون ناهڻ جو ڪم جاري رهيو آهي. ان ۾ صنعتي پاليسي، زرعي پاليسي، تعليمي پاليسي، صحت جي پاليسي، سائنس جي پاليسي وغيره شامل رهيو آهن اهي پاليسيون لکيل صورت ۾ ڏاڍيون جازب هونديون آهن پر انهن پاليسين ۾ متفرقه بين مقصدن جي ضرورت تي غور نه ڪيو ويندو آهي. نه ئي وسائل جي ضرورتن، پاليسيءَ جي افاديت کي سمجهڻ جو موقعو ملڻ کان اڳ ئي خارج الامڪان ٿي وينديون آهن، ان وقت تائين وقت جي حڪومت ئي بدلجي ويندي آهي."

انديشو اهو آهي ته عشرت حسين جي حڪومتي اصلاحات واري ڪميشن جي سفارشات جي رپورٽ جو حشر سندس مٿي بيان ڪيل صورت جهڙو نه ٿئي!

بنيادي سوال اهو آهي ته عشرت حسين جي ڪتاب ۾ جيڪي حقيقتون اسان مٿي بيان ڪري آيا آهيون. انهي لحاظ کان اهو بالڪل غير مناسب هئو ته عشرت حسين کي انهي ڪميشن جو چيئرمين مقرر ڪيو وڃي ها. جو اهي خيالات موجوده حڪومت جي نظام جي بالڪل برعڪس آهن. ائين چوڻ غير مناسب نه ٿيندو ته اهي فڪري تضاد موجوده حڪومت جي مٿان هڪ قسم جي Indictment آهي.

اعتراضات جو مجموعو آهي ان سلسلي ۾ پروفيسر انور سيد، ڪراچيءَ جي "ڊان" اخبار 23 جولاءِ 2006ع واري پرچي ۾ سندس مضمون بعنوان "Reforming Governance" ۾ تمام مناسب سوال اٿاريو آهي تہ:

"Mr. Ishrat Hussain wants to reform governance to maintain a high G.D.P growth rate, where, and whose, growth would it be, if Pakistan were reduced to chaos?

Those who appointed Mr. Hussain to his present office may have it in their power, if they also have had requisite wisdom to pull the country away from the brink, but it is not given to him or his commission to save Pakistan from political decay, July 23-2006)

"عشرت حسين حڪومت نظام ۾ اصلاح ڪري G.D.P ۾ واڌ ڏيکارڻ جو خواهشمند آهي. ڪٿي ۽ ڪنهن جي واڌ؟ جيڪڏهن پاڪستان خلفشار ۾ مبتلا ٿي ويو جن عشرت حسين کي موجوده آفيس تي مقرر ڪيو آهي. انهن کي انتظامي اختيار آهن پر ڇا جنهن قسم جي شعور جي ضرورت آهي. اها انهن کي حاصل آهي تہ جيئن ملڪ کي اهڙي نوعيت کان بچائي سگهجي پر عشرت حسين کي ان جي ڪميشن کي اهڙو ڪوبہ اختيار نہ آهي جنهن سان هو سياسي فقدان ۽ برتري کي روڪي سگهي."

جن خيالات جو اظهار عشرت پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي ان جي باوجود عشرت حسين کي حڪومت اصلاحات جي ڪميشن جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو آهي. پر جيڪڏهن ڪو (Native) سنڌي اهڙن خيالن جو اظهار پنهنجي ڪتاب ۾ ڪري ها تہ ان کي نوڪري مان ڪڍي ڇڏين ها. ان جو اندازو ان مان بخوبي لڳائي سگهجي ٿو تہ راقم الحروف انگريزيءَ ۾ ڪتاب: "Law and Politics in Pakistan" جيڪو 1975ع ۾ شايع ٿيو جڏهن جنرل ضياءَ الحق جي حڪومت ملڪ ۾ مارشل لاءِ جي ذريعي حڪومت تي قبضو ڪيو تہ ان کان پوءِ سرڪاري ادارن ۾ سنڌين کي نوڪريءَ مان فارغ ڪرڻ جي پاليسي شروع ٿي وئي. ڇاڪاڻ تہ هي ڪتاب پٽي جي نالي منسوب هئو ان ڪري پاڪستان جي قوميائي

بينڪنگ سيڪٽر ۾ نيشنل بينڪ مان واحد سينيئر وائيس پريزيڊنٽ هئس جنهن کي بنا ڪنهن سبب هڪ درجو هيٺ ڪري وائس پريزيڊنٽ ڪيو ويو. جنهن جو صرف اهو سبب هيو تہ مون ذوالفقار علي ڀٽي جي نالي اهو ڪتاب منسوب ڪيو هئو. ان مان سنڌين جي خلاف تعصب جي حد جو اندازو ڪري گهجي ٿو. پر ڇاڪاڻ تہ عشرت حسين مهاجر آهي تنهنڪري سندس مختلف سياسي فڪرن جي باوجود صدر پرويز مشرف پنهنجي فيض ۽ فراخدليءَ واري پاليسيءَ جو مظاهرو ڪندي عشرت حسين کي اسٽيٽ بينڪ جي گورنريءَ کان پوءِ حڪومت جي اصلاحات جي ڪميشن جو چيئرمين مقرر ڪيو ۽ ذرداري جي صدارت ۾ اڄاڻ تائين پنهنجي عهدي تي فائز آهي.

سنڌين کان سواءِ بين سيني سان مراعات ۽ فراخدليءَ جو مظاهرو ڪيو وڃي ٿو. قرض جي معافي جي متعلق عشرت حسين اسٽيٽ بينڪ جي گورنر جي حيثيت سان 26 جولاءِ 2003ع تي اهو ظاهر ڪيو هئو تہ بينڪن مجموعي طور تي 23.5 بلين رپيا جا قرض 1999ع ۽ 2003ع جي وچ ۾ Write-off ڪيا ۽ سال 2005ع دوران اسٽيٽ بئنڪ طرفان 22.24 بلين جا قرض معاف ڪري ڇڏيا. اهي حقيقتون سينيٽر انور بيگ طرفان ظاهر ڪيون جيڪي 17 آگسٽ 2006ع واري ڊان اخبار ۾ شايع ٿي چڪيون آهن. جيڪي قرض سال 2005ع ۾ معاف ڪيا ويا ان ۾ بينڪن جو تناسب هيٺين ريت آهي:

(1) نيشنل بينڪ 4.7 بلين رپين جا قرض معاف ڪيا.
(2) يونائيٽيڊ بينڪ 4.76 بلين رپين جا قرض معاف ڪيا.
(3) مسلم ڪمرشل بينڪ 1.03 ملين رپين جا قرض معاف ڪيا.
(4) الائيڊ بينڪ 5.13 بلين رپين جا قرض معاف ڪيا.

مزيد هن رپورٽ ۾ اهو چيو ويو آهي تہ انڊسٽريل ڊولپمينٽ بينڪ پبلڪ اڪائونٽ ڪميٽيءَ کي ٻڌايو تہ گوهر ايوب ۽ ان جي خاندان جي افراد 1982ع کان وٺي 44 ملين جا قرض "ريحانہ وولن ملز" تي عائد آهن سينيٽر انور بيگ ٻڌايو آهي تہ جن جا قرض معاف ڪيا ويا آهن انهن ۾ وڏا وڏا صنعتڪار ۽ سياستدان شامل آهن. جن جا نالا هيٺين ريت آهن:

(1) فاليا شگر ملز جيڪا گجرات جي چوڌرين جي آهي.
(2) پنجاب روڊ ڪارپوريشن،
(3) فتح ٽيڪسٽائل ملزم،
(4) بلوچستان چيف منسٽر جام محمد يوسف جا قرض معاف ڪيا ويا.
(5) ڪريسينٽ گروپ (E.R.R.A) جو چيئرمين الطاف سليم،
(6) سهگل گروپ،
(7) روز ٽيڪسٽائيل،
(8) آدم جي گروپ

انهن ادارن ۽ ٻين افراد کي قرضن جي ادائگي جيڪا مجموعي طور تي 1999ع کان 2005ع تائين 45.47 بلين جا قرض هئا، سي معاف ڪيا ويا. جيڪي سڀ صاحب املاڪ آهن. معاف ڪيل قرض درحقيقت پاڪستان جي عام شهرن طرفان بينڪن ۾ ڊپازٽ ڪيل فنڊن جي هڪ قسم جي گهوٻي آهي. جنهن جو اثر ڊپازٽر تي پوي ٿو جن کي معقول معاوضو پرافٽ جي انداز ۾ نہ ٿو حاصل ٿئي ۽ ان کان علاوه بينڪن جي (Capital) ڪيپيٽل پڻ گهٽجي ٿو. منافعي جي شرح پڻ ڪيتري گهٽ ٿيندي هوندي انهي جو اندازو 45.47 بلين جي معاف ڪيل قرضن مان لڳائي سگهجي ٿو. اهڙي نظام حڪومت ۾ انهي قسم جي صورتحال ڪنهن ترقي يافتا يا ترقي ڪندڙ سواءِ آفريڪي ملڪن جي ناممڪن آهي. اهوئي سبب آهي جو پاڪستان ۾ ننڙڪو ۽ بي بنياد ماڻهون سياست ۾ صاحب وقت جي حڪمران جي اڳيان جي حضور جي حالت ۾ پيش ٿي.

Such people rise from rags to riches

اهڙي نوعيت جا فراد ئي ڪسمپرسي جي حالت مان مالدار ٿيو وڃن ٿا. ڪنهن ٻڌايو تہ چوڌري شجاعت جو والد محترم چوڌري ظهور الاهي پنجاب ۾ ڪنهن وقت ٽريفڪ پوليس ۾ ڪانسٽيبل هئو ۽ گجرات جا چوڌري ڪٿان کان ڪٿي پهچي ويا آهن. ان جي مزيد تصديق تاريخدان ئي ڪري سگهن ٿا.

ڪنهن ٻڌايو تہ جڏهن چوڌري شجاعت عارضي طورتي وزيراعظم بنايو ويو هئو ان دوران مرڪزي سليڪشن ڪميٽي مرڪزي حڪومت ۾ ڪم ڪندڙ آفيسرن جي هڪ لسٽ ٺاهي جيڪا انهن جي سينيارٽي-ڪم-ميرٽ (Seniority-cum-merit) جي بنيادن تي ٺاهي وئي هئي انهي مان هڪ سنڌي آفيسر جيڪو شايد 19 مان 20 يا 20 مان 21 گريڊ ۾ پروموٽ ٿيڻو هئو. ان جو نالو ڪٽي باقي سموري لسٽ جي منظوري ڏئي ڇڏي

اهڙي حالتن ۾ هن ملڪ ۾ ڪهڙا حڪومتي اصلاحات ٿيندا ۽ ڪهڙي ماڻهن جي حق رسائي ٿيندي. اهو صرف حوصلي، همت، قوت، خودداريت ڪي اجاگر ڪرڻ سان ئي ممڪن آهي.

# تهذيب جو ارتقا

قومن جي نشونما جي تبديليءَ ۾ مقامي تصانيف هڪ اهم ڪردار رکن ٿيون. جو انهن مصنفن جو سڌي طرح پنهنجي سرزمين سان تعلق آهي ان زمين جي رهواسي هئڻ جي ڪري مشاهدن جو موقعو فراهم ٿئي ٿو. جيڪي ئي عمومن تصنيف جو بنيادي عنصر آهن ان ئي سلسلي ۾ T.S Eliot پنهنجي ڪتاب "Notes Towards the Definition of Culture" ۾ لکيو آهي تہ:

"Culture will have to grow from the soil." (P-19)

ان مان اها حقيقت واضح آهي تہ ڪنهن بہ تهذيب جو ارتقا ۽ واڌارو تيستائين ناممڪن آهن، جيستائين براهہ راست ان جو واسطو مقامي سرزمين سان ناهي. ان لحاظ کان اهي تصانيف جن جو رشتو سرزمين سان ناهي انهن کي بي بنياد، هوائي ۽ توائي چئي سگهجي ٿو. هڪ قلمڪار ۽ فنڪار جي تخيل جو محور ان زمين جي جنبش ۾ سمايل آهي. جنهن زمين جو هو رهواسي آهي ۽ انهن اثرات کي قبول ڪندي ئي هو هڪ بهتر ادب پيش ڪري سگهي ٿو ان ڪري اهو لازم آهي تہ قلمڪار پنهنجي سرزمين تي ٿيندڙ حقائق کي سمجهڻ ۽ تجزئي ڪرڻ جي توفيق جي توسيع ڪري.

درحقيقت مجموعي طور تي ثقافت جو دائرو تمام وسيع آهي ۽ ان کي محدود ڪرڻ غير مناسب ٿيندو. ان سلسلي ۾ T.S Elliot جو اهو چوڻ بجا آهي تہ:

"The culture is not merely the sum of several activities but the way of life." (P-41)

"يعني ثقافت هر قسم جي سرگرمين جو مجموعو هوندي بہ زندگيءَ جو هڪ طريقيڪار آهي."

ڪنهن بہ ملڪ جي ثقافت کي سمجهڻ جي لاءِ مقامي ماڻهن کي سمجهڻ ضروري آهي ۽ ان سلسلي ۾ T.S. Eliot بجا طور تي لکي ٿو تہ:

"To understand the culture is to understand the people, and this means an imaginative understanding." (P-41)

ڪافي حد تائين اسان جا تصنيفڪار ان اصول جا پابند لڳن ٿا. جو عمومن انهن جي ڪتابن ۾ سنڌ جي ماڻهن جي مختلف ڪيفيتن، سياسي ۽ اقتصادي حالتن جو تصور نظر اچي ٿو. هر تخليق ان لحاظ کان هڪ تعميري عمل آهي جيڪو حالتن جي تقاضائن تي نظرثاني ڪندي نئين راهہ عمل اختيار ڪرڻ جا اشارا ڪنارا ملن ٿا. سنڌي في الوقت تمام مشڪل دور مان گذري رهيا آهن انهن جي ثقافت جي هر پهلوءَ تي منظم طور تي سازشي عناصر پنهنجي ترجيحات تي تيزيءَ سان سوا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي، مستقل مزاجيءَ سان ڪم ڪري رهيا آهن.

تاريخ جي حقيقتن جي پروڙ مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ جڏهن بہ ماڻهن جا گروهہ پنهنجي اصلي آبائي سرزمين کي خير باد ڪري ٻين ملڪن ڏانهن منتقل ٿيا آهن. اتي پنهنجي ثقافت کي ترجيح ڏيندي تبليغ ۽ تحرير جي ذريعي هڪ فاتح گروهہ جي طور تي عمومن طبع آزمائي ڪئي آهي. جهڙوڪ انگريز مهاجرن جو آمريڪا ۾ وارد ٿيڻ ۽ يهودين جو سازشن تحت فلسطين ۾ آباد ٿيڻ، پناهگير جي فطرت هڪ بي بنياد افراد جي آهي جنهن کي منتقل ٿيندڙ ملڪ ۾ Roots ناهن ۽ ان ڪري اتي پنهنجا Roots قائم ڪرڻ جي لاءِ فاتحانہ انداز ۾ مقامي ثقافت کي هر لحاظ کان ختم ڪرڻ جي سلسلي ۾ مشغول رهن ٿا. نئين ملڪ ۾ وارد ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي زبان کي فروغ ڏين ٿا. ان کي اوليت جي حيثيت ڏيڻ سان بي انتها اقتصادي فائده حاصل ڪن ٿا.

بتدريج مقامي زبانن جي حيثيت کي ختم ڪرڻ جي لاءِ انهن جي ذريعي تعليم هئڻ تي پابنديون عائد ڪيون وڃن ٿيون. شهرن ۾ مقامي مشاهير جي نالن تي جيڪي عمارتون ۽ رستا انهن جي نالن سان منسوب ڪيل هوندا آهن، انهن جا نالا تبديل ڪيا ويندا آهن. جهڙي طرح سنڌ ۾ ٿيو آهي، انهن افراد جي نالي روڊ ۽ عمارتن جا نالا رکيا ويندا آهن جنهن جو مقامي سرزمين ۽ انهن جي تاريخ سان ڪوبہ تعلق ناهي.

ان کان علاوه سياسي طور تي مقامي ماڻهن کي مفلوج ڪرڻ لاءِ بااختيار عهدن تي باهران آيل "Settlers" کي فائز ڪرڻ جو پروگرام هوندو آهي. اهي ملڪ جي سياهہ سفيد جا مالڪ بنجي ويندا آهن.

اسان کي نئين "شعور" ۽ نئين قيادت جي اشد ضرورت آهي، ان انقلابي ذهن کي پيدا ڪرڻ جي لاءِ نئين طرز جي تصنيفن جي درڪار آهن. سنڌ جون سماجي حالتون سنڌين جي لاءِ مشڪلاتن جو پڻ هڪ سبب آهي. سنڌ ۾ نئين سماج جي تعمير جي ضرورت آهي. جيڪي باهمت، باوقار ۽ هر قسم جي محنت ۽ مشقت جي ذريعي سان مقام حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان هجن.

سنڌين جو موجوده ثقافتي ورثي ۾ اهو ڏنو ويو آهي تہ سنڌي هر شئي آسانيءَ سان حاصل ڪرڻ جو خواهان آهي پر ان جي لاءِ ضروري محنت ۽ مشقت لاءِ تيار ناهي.

اِئين چوڻ مناسب ٿيندو "Sindhi has many ambitions but lacks efforts to achieve them." ان کان علاوه زندگيءَ جي مشاهدن ۽ تجربن مان اهو بہ ظاهر ٿيو آهي تہ: Sindhi has little aims and larger fears يعني سنڌي جون سوچون تمام محدود آهن ۽ خوف ۽ خطره وڏا آهن.

سنڌ جي ثقافتي ورثي کي وڌيڪ اثرانداز ڪرڻ جي لاءِ انقلابي تدبيرن ۽ تجويزن جي ضرورت آهي. ان ۾ قلمڪارن کي انقلابي ڪردار ادا ڪرڻو پوندو ۽ روايتي انداز کي ترڪ ڪري نين تقاضائن جي حصول لاءِ جستجو ڪرڻي پوندي. پنهنجي فن ڪمال کي وڌيڪ اثرانداز ۽ نئين تخيل جي تعمير کي حرڪت ۾ آڻڻو پوندو. قلمڪار ئي

اعليٰ قسم جي تخليقن جي ذريعي بلند پائي جي سوچن ۽ احساسات جي تبليغ ڪري سگهن ٿا.

ان سلسلي ۾ Leo Tolestoy پنهنجي ڪتاب What is Art? ۾ لکيو آهي تہ:

"Art is Human Activity the aim of which is to convey to others the loftiest and best feelings people have attained in life.

(P-53)

فن اهو انساني عمل آهي جنهن جي ذريعي منفرد بلند خيالن ۽ اعليٰ احساسات کي بين تائين پهچائجي.

—

# تاجل بيوس جي شاعري

تاجل بيوس صاحب سان منهنجي شناسائي بيحد مختصر رهي جيڪا نورالدين سرڪي، دانشور وڪيل صاحب جي توسط سان، لکمي ڪِلاٽي، اديب، نقاد ۽ ايڊيٽر جيڪو انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ سان منسلڪ آهي، ان جي آجيان ۾ ڏنل هڪ مانجهاندي جي ماني جيڪا آرٽ ڪائونسل جي هڪ ريسٽورنٽ ۾ ٿي هئي، اتي ٿي.

تاجل بيوس صاحب پنهنجي ڪتابن جو ذڪر ڪندي پڻ اهو ٻڌايو تہ سندس رسالي جو اجراءَ جلدي ٿيڻ وارو آهي. اشرف علي کهاوڙ صاحب ”تاجل بيوس جو رسالو“ جي هڪ ڪاپي عنايت ڪئي تہ ان تي اظهار خيال ڪيو وڃي. مان معذرت سان اها گذارش ڪندس تہ مان نہ تہ اديب آهيان ۽ نہ ئي نقاد آهيان پر هڪ عام فهم انسان جي حيثيت ۾ تاجل بيوس صاحب جي رسالي تي ڪجهہ خيالن جو اظهار ڪرڻ جي جسارت ڪري رهيو آهيان.

سنڌ عالم، فاضل انسانن جي زرخيز زمين آهي. سنڌين عربي فارسي، سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ ڪيترا شاهڪار ڪتاب تصنيف ڪيا آهن. جن سنڌ جي علم، ادب ۾ نمايان اضافو ڪيو آهي. عربي ۽ فارسي جي تعليمي سلسلي جي منقطع ٿيڻ جي ڪري سنڌي انهن زبانن ۾ لکيل تصنيفن کان بي خبر رهجي ويا. ڪنهن بہ قوم جي وجود جو ظهور ۽ بقا انهن جي تخليقن سان ٿئي ٿو. جنهن کي هو ايندڙ نسلن جي علمي اضافي ۽ شعور جي ترقيءَ جي لاءِ هڪ بي بها اثاثو ڇڏي وڃن ٿا. اهي تخليقي ڪوششون قومن جي بلنديءَ جو باعث بڻجن ٿيون.

”تاجل بيوس“ صاحب جو رسالو سندس تخليقي قوتن جو هڪ شاهڪار آهي. هن شاهه عبداللطيف جي رسالي کي مشعل راهه بڻائيندي هي رسالو مرتب ڪيو آهي.

مان ان ڳالهه کي سمجهڻ کان قاصر آهيان تہ هيڏي وصف واري انسان قصر نفسيءَ کان ڪم وٺندي پنهنجو تخلص ”بيوس“ رکيو آهي. حقيقت ۾ ”تاجل بيوس“ انسان نہ آهي وڏي وٽ ۾ شعور سان سرشار آهي. سندس تخليق ڪيل رسالوان جو نادر مثال آهي.

سندس اعليٰ ظرف جو ثبوت ان ڳالهه مان ملي ٿو تہ تاجل سوچ ۽ فڪر جي مستقل جستجو ۾ رهيو آهي. ان جي ترجماني سندس قلم جي ذريعي ڪتابن ۾ ظاهر ٿيئي ٿي. منهنجي خيال ۾ تاجل بيوس صاحب زندگيءَ کي سمجهڻ ۽ انهن پروڙن کي قلمبند ڪرڻ ۾ مشغول رهيو آهي. هن ڪائنات ۾ زنده رهڻ جي مقصد کي ان جي اعليٰ اوصاف کي بيان ڪيو آهي. انگريزيءَ ۾ اهو چوڻ مناسب ٿيندو. ”He eats to live, and not lives to eat.“ يعني کائڻ جي لاءِ زنده ناهي پر زنده رهڻ جي لاءِ کائي ٿو.

جيئن فارسي جي ڪنهن شاعر چيو آهي:

خوردن براءِ زيستن
او ذڪر ڪرد نست

زنده رهڻ جي لاءِ خورد کائڻ هڪ لازمي امر آهي ان جو اصل واسطو ذڪر سان آهي. ۽ انهي ذڪر ۾ انسان جو فڪر سمايل آهي. انهي فڪر جي ئي ڪري انسان افضل آهي.

تاجل بيوس جو رسالو سندس اندر جي اڇل ۽ اڌمن جي عڪاسي ڪري ٿو. تاجل بيوس صاحب پنهنجي رسالي جي مهاڳ ۾ لکيو آهي تہ هن سنڌ لفظ کي پنهنجي رسالي ۾ 238 جاين تي ڪتب آندو آهي جڏهن تہ شاهه لطيف پنهنجي رسالي ۾ سنڌ جو لفظ چار دفعا ڪتب آندو آهي. سر ڪيڏاري ۾ سنڌ، دودو سومرو، شاهه عنايت، مخدوم بلاول، سيد صبغت الله، هيمون ڪالاڻي، ڀڳت ڪنور رام، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو،

سميع الله ڪلهوڙو معصوم سڪندر اعظم مگسي جي متعلق پنهنجي اشعار ۾ ان جي بهادري ۽ شجاعت کي قلمبند ڪري زنده جاويد ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي خيال ۾: A poet is a painter of images in words. شاعر هڪ مصور آهي جيڪو پنهنجي لفظن جي ذريعي رنگا رنگ تصويرون ناهي ٿو. جيڪو تجسس ۽ ڪشش جو باعث بنجن ٿيون.

هتي بحيثيت وڪيل جي اهو چوڻ مناسب ٿيندو ته جيئن پاڪستان جي ڪنهن وقت چيف جسٽس محمد منير پنهنجي يادگيرين جي ڪتاب Highways and Bye-ways of Life ۾ لکيو آهي ته:

"Advocacy like poetry is partly a natural gift and partly acquired skill. As a poet has not only ideas and emotions to which he gives expression in his verses. And in order to do so needs a command of the language in which he expresses himself, an advocate too require a perfect knowledge of the language in which he pleads .(P-115)

"وڪالت ۽ شاعريءَ ۾ يڪسانيت آهي جو ان ۾ ڪجھ ته قدريتي ذات شامل آهي ۽ ڪجھ فن تجربي مان حاصل ٿئي ٿو. هڪ شاعر کي پنهنجي تصورات ۽ جذبات کي شعر ۾ عڪاسي ڪرڻ لاءِ الفاظ جي مٿان دسترس ضروري آهي ساڳيءَ طرح هڪ وڪيل لاءِ اهو لازم آهي ته جنهن ٻولي ۾ هو وڪالت ڪري ٿو ان ۾ شناسائي ضروري آهي."

جيئن تاجل بيوس جي باب ٻهرين جي ٻهرين شعر مان ظاهر آهي:

اول نانءُ الله جو جوڙيو جنهن جهان
سج، چنڊ تارا، ڪتيون، ڌرتي، آسمان

اڇي ملڪ عدم ۾ اوڏو ٿيو امڪان
جڙي ڪايا "ڪين" مان. مٽيءَ لڌو مان

خلقيائين مخلوق، اعليٰ چئي انسان
ڪُن فيڪوني ڪرت سان. ماٿهو ٿيو مهان

سڀ جو مذهب ماڻهپو اهو ٿيو اعلان
ٻڌجي سگهه سرير جي، ٻاجهري جو نان

مليو سچ ۽ سونهن جو آدم کي عنوان
بيت جڙيا پٽ شاهه تي، لاٿو ويو لقمان

سخي جادم، جکرو، ڄام سپڙ سلطان
خالق جي تخليق تي هرڪو آ حيران

ڪٿي "بيوس" برهمان، ڪٿي رب رحمان
ناهي شڪ گمان آهيون الک آسري،
(ص_22)

تاجل بيوس جي چونڊ مطابق سندس رسالي ۾ مجموعي طور تي 2874 بيت آهن شاهه لطيف جو رسالو 30 سرن تي مشتمل آهي. ۽ بيوس صاحب جي رسالي ۾ 26 سرن بابت بيت ۽ وايون آهن.

هن رسالي ۾ نمايان اضافو سُر ڪيڏاري آهي. بقول شاعر:
"سنڌ سان ڪيل حق تلفين خاص ڪري ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ ڪيل ڏاڍ ۽ ڏمر بابت ڪيڏارو سُر چيو آهي، جنهن ۾ ماضي بعيد ۽ ماضي قريب جا واقعا ڏاڍايون ۽ شهيدن جو ذڪر بہ اچي وڃي ٿو." (مهاڳ، ص_9)

ان سلسلي ۾ F.O Mathiessen پنهنجي انگريزيءَ جي ڪتاب The Achievement of T.S Eliot- An Essay On the Nature of Poetry ۾ لکيو آهي تہ:

"The Dramatic element in poetry lies in its power to communicate, a sense of real life, a sense of immediate present that is of the full quality of a moment as it is actually felt to consist".

(P-67)

شاعريءَ جو زندگيءَ متعلق ڊرامائي عنصر قوت اظهار ۾ آهي، جنهن جو واسطو دور جديد ۽ وقت جي نوعيت تي منحصر آهي.
متين فڪر جي عڪاسي سنڌ جو ڪيڏاري واري باب ۾ شهيد دودري سومري واري هن شعر مان واضح ٿئي ٿو:

دودو مڙس دلير، سر ڏئي سرهو ٿيو
سير چوائي سپ ڪو، هو سورهيہ سوا سير

جتيءَ ۾ جنهن جوان جي، پاتو ڪنهن نہ پير
سچو "پنڙو" سنڌ جو، جنهن ۾ فرق نہ ڦير،

چنيسر جي چال تي وڏو خلجيءَ وير
رهيو چٽ چڳير، سون سريڪيءَ سنڌ جو.
(ص_375)

شاهہ عنايت شهيد متعلق حقيقت کي هيٺين ريت شعرن ۾ منظم ڪيو آهي:

آيو اعظم خان، جابر ڪاهي جهوڪ تي
ڪري پَهُہ پرچاءَ جو وچ ۾ ڏئي قرآن

مارائين مهندار ۽، ساڃهہ جو سلطان،
خاڪي ٿيو خانان، سر ڏئي ساٽيهہ کي.
(ص_376)

شعر جي نوعيت ۽ مقصد بنيادي طور تي انهن حقيقت کي نمايان طور تي ظاهر ڪرڻ آهي جيڪي عام فهم کان بعيد آهن.
سنڌ جي درويش، طمع جي دنيا کان بي نياز ۽ فياضيءَ جو انبار مخدوم بلاول ملن جي سازشي سورش تي شهادت جو رتبو حاصل ڪيو. سنڌي ۾ سچ چوڻ جي روايت آهي سر جو سودو مهانگو نہ سمجهيو ويندو آهي ۽ سچ جي سربلنديءَ لاءِ، جابر ۽ ظالم ملڪ دشمن حڪمرانن جي

اڳيان ڪڏهن بہ پيش نہ پيا. اعليٰ روايتي انداز ۾ حق جو نعرو بي باڪ انداز ۾ بلند ڪندا رهيا. ان سلسلي ۾ تاجل بيوس لکيو آهي تہ:

ارغوني آزار، ناهي سچاڻپ سنڌ جي
بلاول جي پونءِ تي، جهيڙين ٿا، جهونجهار
سمان، جوکيا، سومرا، ڏيهہ ڏٺي ڏاتار
سورهيہ ماڻهو سنڌ جا ارڏا اکين نار
ويهہ ڪريون ويچار، جيئن ملي سک ساٿيهہ کي.
(ص_378)

ڀڳت ڪنور رام سنڌ جي سرزمين جو هڪ عظيم آدرش انسان هئو، جنهن وٽ ڌرم ذات پات، ڪو فرق نہ هئو، هي فقير صفت، فياض هئو. حقيقت ۾ هندو هوندي بہ هن جو اصل مذهب انسانيت هئو. ۽ بي نيازيءَ سان خدمت خلق ڪندو هئو. تنڊي سوچ رکندڙ تعصبي شيطانن جي غلبي ۾ ڀڳت ڪنور رام کي شهيد ڪيو ويو. ڪنور ڀڳت رام متعلق سنڌين جي قدر شناسيءَ انسان دوست جو ثبوت هيٺين شعر مان ملي ٿو:

ڪير ڪنور رام، سڏائي هن سنڌ ۾!
تون ئي آئت ابد جو ازل جو انعام،
ڏنو تو هند، "سنڌ" کي پريوءَ جي پيغام
امرتا، احياءُ جو اپديشي الهام
تو پياريو پريم سان جيئڻ وارو جام
تنهنجو شائق شاد ۽ نارائڻ شام
بيوس کي رب، رام، حاصل ٿيا هڪ ۾.
(ص_388)

تاجل بيوس جي مٿين شعرن مان سنڌي لغت جي حروف جي وسعت وزن بحر جو اندازو بخوبي ڪري سگهجي ٿو تہ بيوس جو لفظن مٿان وس ۽ دائره اختيار کي خوبيءَ سان منفرد انداز ۾ اشاعر ۾ اظهار جو ذريعو بڻايو آهي.

Rene Wellek and Austin Warren پنهنجي ڪتاب: "Theory of Literature" ۾ لسانيت متعلق لکيو آهي تہ:

"Language is the material of the literature as stone or bronze is of sculpture, paints of pictures, or sounds of music. Language is not mere inert matter like stone but is itself creation of men. And is thus charged with cultural heritage of a linguistic group" (P-22)

ادب جو بنيادي عنصر لغت آهي جهڙي طريقي سان هڪ سنگتراش ۽ نقاش جو واسطو پٿر ۽ تامي سان آهي ۽ مصور لاءِ رنگن جو مجموعو تصويرن ۾ آهي. موسيقيءَ جو واسطو آوازن سان آهي پر ان ڳالهہ کي ذهن نشين ڪرڻ ضروري آهي لغت هڪ جامع ۽ وسيع انداز حقيقت آهي برعڪس هڪ پٿر جي جيڪو بي جان آهي. لغت جو خالق انسان آهي. ان ڪري بولي مخصوص زبان ڳالهائيندڙن جو ثقافتي ورثو آهي.

تاجل بيوس صاحب سنڌي لغت جي حروفن کي احسن طريقي سان استعمال ڪيو آهي. سندس رسالو سندس فن ۽ فڪر، علم ۽ ادب سندس تخليقي قوتن جو هڪ منفرد مثال آهي جنهن جو صحيح تعين وقت ئي ڪندو.

محب وطن سنڌ جي انقلاب جي سردار، سورهيہ بادشاهہ صغبت الله شاهہ جو متعلق "بيوس" شعر ۾ هينئين انداز ۾ لکيو آهي:

وطن يا ڪفن، سورهيہ نعرو سنڌ ۾
مٿي سنڌ ساٺيهہ جي جنهن جي دولت ڏن
آءُ ڪهاڙيءَ ڳن، وڄهون پاڻ بہ ويڙهہ ۾.
(ص_392)

ذوالفقار علي ڀٽي جهڙا اورچ اعليٰ ظرف، ذهين انسان ڪي ورلي پيدا ٿيندا آهن. لڳي نہ ٿو تہ ايندڙ سئو سالن ۾ ڀٽو جهڙو بيو ڪو انسان شايد ئي پيدا ٿئي، پر ڪائنات جو خالق اهڙو انسان وري رونما ڪري ورنہ سنڌي "ياجوج ۽ ماجوج" جي گرفت ۾ رهندا.

پنهنجي متعلق بيوس صاحب لکي ٿو تہ:

ڪيئن ڪيو قتلام، عدل ۽ انصاف کي
هڪ سالڪ طالب سچ جو، ٿئي لاءِ حق حرام
آمري انصاف تي، ڪليو هيو خيام،
سو واهر سو وَريام، جو ثابت هيو سچ تي.
(ص 396)

سنڌ جي ورهاڱي جي ڪري جيڪي فراق ۽ وصال جو حالتون رونما ٿيون ان تي طبع آزمائي ڪندي بيوس صاحب لکيو آهي تہ:

ڪيرت جي ڪايا سرجي هئي سنڌ ۾،
ڪنهن ڏڪاري ڏار ڪيا، ڌرتي جا جايا.
(ص_412)

جرتي لهر جيئن ٿئي گم گرداب ۾
توکي پرين تيئن سانڍيو اٿم ساهہ ۾.
(ص_610)

آيل سڀ ساٺيهہ مان، هلي هنج ويا،
ڪانيرن ڪيا اچي آتڻ اوبرا.
(ص 631)

اهڙي انداز ۾ بيوس سنڌين جي جذبن، احساسات جي رونما ٿيندڙ حقيقتن جي چٽسالي ڪئي آهي.
سنڌين جي ضمير عزت نفس جي تشريح ڪندي "بيوس" لکي ٿو:

پني پرين جي پيٽ، سي نہ اسان جي آڏ مان،
ڪتوريا جن ڪيٽ، پار تي جا پڌرا.
(ص_642)

Sir Maurice Bowra پنهنجي انگريزيءَ ۾ تصنيف ڪيل ڪتاب "The Romantic Imagination" ۾ شاعريءَ متعلق لکيو آهي تہ:

"Power of poetry is strongest, when the creative impulse works. untrammeled, and they knew that in their own case this happened when they shaped fleeting visions into concrete forms and pursued wild thoughts and mastered them" (P-2)

شاعريءَ جي قوت مڪمل آزاد ماحول ۾ ئي وسعت اختيار ڪري ٿي. تخليقي عمل سوچون، تيز رفتار تصورات، منتشر فڪرن کي مخصوص انداز ۾ هڪ نئين جامع صورت ناهڻ جو فن آهي. "بيوس" صاحب جو رسالو سندس شاعري جي قوت جو سرچشمو آهي.

بيوس سنڌين جي سستي، ڪاهلي، لاغرضي، بي پرواهي ڏانهن اشارو ڪندي سنڌين کي مخاطب آهي تہ:

چڏ پنڻ جي پٽ کي هاري ٿي، هَرُ ڪاهہ
اهڙو سئودو سقرو ڪاهل! بيو ڪو ناهہ
ڳاهہ اهو ائي ڳاهہ جو ڪري سوايو سون ڪان.
(ص_650)

تاجل بيوس اشارن ڪنارن ۾ نون راهن ۽ رستن ڏانهن متوجهہ ڪري رهيو آهي تہ جستجو سان نون ماڳن ۾ وارد ٿيو. محنت ۽ مشقت سان پنهنجو مقصد حاصل ڪيو جيڪو نندون ڪندي ميسر نہ ٿيڻو آهي. متان ويل وهامي وڃي. پر اهي راز ۽ رمزون ڪي سمجهو سنڌي سمجهن تہ هاڻي ڪراچيءَ کي نئون ماڳ بنايو.

شاعر فرمائي ٿو:

ناطق! نندون ڇڏ، آهي ويل وهاڳ جي،
اتي پکو اڏ، جتي، آٿت، آسرو.
(ص_653)

وري وري ورجائي شاعر صاحب سنڌين لاءِ فرمائي ٿو تہ مخلوقن ۾ تو افضل آهين پر اجان تائين پنهنجي پاڻ کي سمجهڻ کان قاصر رهيو آهين ۽ پنهنجي پاڻ کي نڳيءَ جي ٿاهن ۾ غلطان ڪيو وينو آهين.

افضل تون آهين، ميان سڀجي مخلوق ۾
ڇو پيو ناهه نڳيءَ جا نانارا ناهين
ڇو آهين، ڇا آهين؟ سوچ تہ لهين سچ کي!
(ص_552)

شاعر اتحاد ۽ اتفاق جو سڏ ڏئي ٿو جو انهي ۾ ئي سڀني مشڪلن جي خاتمي جو راز سمايل آهي.

ٿيا سڏ ساٿيھ جا هلو هوتاڻي!
سُورُ سياڻي، مٿي ويندو ماڳ کي.
(ص_535)

مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب The Romantic Imagination ۾ Sir Maurice Bowra لکي ٿو تہ:

Imagination uncovers the reality, masked by visible things. (P-13)

تخيل ۽ ويچار نظر ايندڙ شين ۾ ڍڪيل حقيقتن کي ظاهر ڪري ٿو.

جيئن مٿين شعرن ۾ ڍڪيل حقيقتن جو مفهوم پروڙڻ سان حاصل ڪري سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾ انگريزيءَ جي شاعر وليم بليڪ William Black جي هينين شعرن مان مثالي طور سمجهي سگهجي ٿو:

To see a world in grain of sand and heaven in a wild flower hold infinity in the palm of your hand: and eternity in an hour. (P13)

۽ وليم بليڪ ٻئي شعر ۾ لکيو آهي تہ:

A Robin Red breast in a cage,
Put all heaven in rage.

اهو انسان جي تخيل جي معيار تي منحصر آهي تہ اهو شاعريءَ مان ان جي اصلي معنيٰ ۽ مفهوم دريافت ڪري سگهي جيڪو گهري ابياس سان ئي ممڪن آهي. جيئن Black چوي ٿو تہ وري جي هڪ

ذري ۾ ڪائنات سمايل آهي ۽ جهنگ ۾ نمودار ٿيندڙ گلن ۾ جنت جو تصور آهي.

هڪ ننڍڙو پکي قيد جي نحوست کان نجاد حاصل ڪرڻ جي لاءِ ايڏو جوش ۽ جنبش ۾ اچي ٿو جو ڪائنات کي ٿرٿلي ۾ ٿو وجهي ڇڏي. ان مان آزاديءَ جي امنگ جو لڪيل اظهار ٿئي ٿو.

تاجل بيوس جي شاعري ۾ مٿي ذڪر ڪيل مثال مان ان جي فڪر جي پختگيءَ ۽ دانش جو ثبوت ملي ٿو. سندس اصطلاح ۽ اشارن کي سمجهڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن حقيقت تائين پهچي سگهجي.

شاعر بهتر ڏينهن جي آمد جي باري ۾ لکي ٿو تہ حالتون بدلبيون ڏکيا ڏينهن گذري ويندا ۽ اميد افزا ماحول پيدا ٿيندو.

نيٺ تہ وسندا مينهن ورندا ڏينهن وصال جا
ڏکن وارا ڏينهن، ٿيندا گم گرداب ۾.
(ص448)

## بچل تنيي جو فڪر

سنڌ جو بيشتر فڪر جو اظهار حيڪو عموماً، ناول Short Story ۽ شاعري تي محدود آهن. انهيءَ پهلوءَ کان جيڪڏهن جائزو ورتو وڃي ته اهڙا اهڃاڻ ملن ٿا ته سنڌين مٿي ذڪر ڪيل ادب جي صنفن کان سواءِ، سياست اقتصاديات، عمرانيات، نفسيات، بين الاقوامي تعلقات، تاريخ جي عنوانن تي سواءِ چند ڪتابن جي انهي دائري ۾ توسيع نہ ٿي آهي.

انگريزيءَ ۾ بالخصوص سنڌين طرفان تمام محدود ڪتاب لکيا ويا آهن، جن ۾ پروفيسر امينا خميساڻي، پروفيسر اڪرم انصاري، علامہ آءِ آءِ قاضي، محترمہ ايلسا قاضي، خادم حسين سومرو، ايم ايس ڪوريجو، اقبال آخوند، پروفيسر مهتاب علي شاهہ، مهر افروز حبيب، شيرين نانا، محمد ناصر گزدر، پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهہ، ابرار قاضي، علي احمد بروهي، اي ڪي بروهي، ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ، عبدالرسول ميمڻ، ڊاڪٽر ڪريم خواجہ، جسٽس سجاد علي شاهہ، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، پروفيسر جلباڻي، ادريس راجپوت، محمد لائق زرداري، ڊاڪٽر هاليپوٽو، محمد علي شيخ، ممتاز راشدي، محترمہ حميده کهڙو، پروفيسر غلام حسين خاصخيلي، فضل سليمان قاضي، محمد ابراهيم جويو، ذوالفقار علي ڀٽو، عبدالغفار سومرو، پروفيسر غلام علي الانا، جي ايم سيد، پير علي محمد راشدي، مسٽر ايم ايڇ پنهور، حيدر بخش جتوئي، برڪزئي رٽائرڊ جج، قاضي خادم، تازو امداد حسين سهتو جنهن ڪتاب "Decade of the Dacoits" انگريزيءَ ۾ لکيو آهي، جيڪو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڪراچي ۾ ڇپيو آهي. سهتو صاحب شاهہ

عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ پروفيسر آهي. تازو محمد بچل تنيو صاحب جو انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب "Vision and Views" "نظر و فڪر" جي عنوان سان گل حيات انسٽيٽيوٽ آريجا لاڙڪاڻہ ڇپايو آهي.

محمد بچل تنيو صاحب هڪ باصلاحيت، ديانتدار، مخير قسم جو انسان آهي. پنهنجي محنت جي عظمت سان مخصوص مقام حاصل ڪيو آهي. هن وقت محمد بچل تنيو صاحب سنڌ هاءِ ڪورٽ جي لاڙڪاڻي بينچ جي امدا لاءِ سنڌ حڪومت طرفان ايڊيشنل ايڊووڪيٽ جنرل جي عهدي تي فائز آهي.

منهنجي ذاتي خيال ۾ تنيي صاحب جهڙا لائق فائق انسان وڏيڪ عظمت واري حيثيت جا لائق آهن. پر اسان وٽ قدر شناسيءَ جي فقدان جي ڪري ننڍي سوچ رکندڙ ارباب اختيار جي ڪوتاهہ نظر جي ڪري بيا ڪيترائي سنڌي انهي مقام تي نہ پڄي سگهيا آهن جنهن جا هو مستحق آهن جو هن معذوري نظام ۾ سفارش ۽ نااهليت ئي عهدن جو معيار آهي. بچل تنيو تہ صرف هاءِ ڪورٽ جو جج پر سپريم ڪورٽ جو جج هئڻ جي صلاحيت رکي ٿو. جيڪڏهن کيس اهڙو موقعو فراهم ٿئي ها تہ اها ڳالهہ سنڌ لاءِ باعث فخر ٿئي ها.

اسان سنڌي جي ڪوتاهي اها آهي تہ بغض، حسد جي ڪري سنڌ جي مستحق ۽ معياري افراد جي شهرت جي تشريح ڪري نہ سگهيا-آهيون جنهن ڪري ڌارين کي سنڌين جي علمي لياقت ۽ فضيلت جو اندازو نہ ٿو ٿي سگهي.

بچل تنيو صاحب سان منهنجي ذاتي شناسائي انهي زماني کان آهي، جڏهن مان لاڙڪاڻي ۾ سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي صدر جي حيثيت سان هن شاگرد تنظيم کي منظم ۽ مستحڪم ڪرڻ لاءِ ڪو شان هئس. عمومن ممتاز کوکر جي گهر تي ترسيل هوندو هئس ممتاز کوکر تمام گهڻين صلاحيتن جو مالڪ هئو.

اسٽيٽ بينڪ جي آفيسر ٽريننگ اسڪيم ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ بعد نيشنل بينڪ ۾ آفيسر جي حيثيت سان شموليت حاصل

ڪيائين. انهي ٽريننگ اسڪيم جا آفيسر بعد ۾ نيشنل بينڪ جي وڏن عهدن تي پهتا ۽ ڪجهه بينڪ جا (President) پريزيڊنٽ به ٿيا.

نيشنل بينڪ جو ساهه سڪائيندڙ ماحول ڪيس ميسر نه آيو. ان ڪري بينڪ جي نوڪري تان استعفيٰ ڏنائين. بعد ۾ سنڌ جي پراونشل سول سروس جو امتحان ڏئي (P.C.S) سول سروس ۾ شامل ٿيو سندس پهرين پوسٽنگ سانگهڙ ۾ هئي جتي اسان ڪجهه وقت گڏ گذاريو ان کان پوءِ ممتاز کوکر سکر ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ٿيو. 1965 واري جنگ ۾ مجاهدانه انداز ۾ پنهنجا فرائض انجام ڪندي سندس سرڪاري موٽر مٿان هندستان جي اچلايل بم کيس شهادت جو رتبو عطا ڪيو.

در حقيقت مون وٽ سنڌيءَ جا اهي الفاظ ناهن جنهن سان مان ممتاز کوکر جي شخصيت بيان ڪري سگهان. ممتاز کوکر جي ئي توصل سان منهنجي بچل تنيي سان واقفيت ٿي. انهي زماني واري اها رغبت وقت گذرڻ جي باوجود برقرار آهي. گذريل چند سالن دوران شخصي طور تي ملاقاتون نه ٿيون. بحر صورت 19 جولاءِ 2006 تي پاڻ ڪراچيءَ ۾ سپريم ڪورٽ ۾ سنڌ حڪومت جي ڪيسن ۾ آيل هئو. مان سائنس ملڻ لاءِ سپريم ڪورٽ ويس. عجب اتفاق اهو هئو ته سپريم ڪورٽ جي ڪورٽ ۾ خالي جاءِ هئڻ جي ڪري اڳيئن بينچ تي وڃي ويٺس. هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳس ته بچل تنيو صاحب ڪاٿي آهي پر مون کي نظر نه آيو ان ڪري سپريم ڪورٽ جي اهلڪار کان سندس متعلق پڇيو جنهن محمد بچل تنيو جي شناخت ڪرائي. اتفاق اهو هئو ته جتي مان ويٺو هئس ان جي ساڄي پاسي ئي محمد بچل صاحب ويٺل هئو. وقت گذرڻ جي ڪري سونهاري جي ڪري سندس شخصيت اثرانداز پُرڪشش نظر آئي.

"The beard had added charm to his attractive personality."

سندس ڪتاب متفرقه مضامين تي 126 صفحن تي مشتمل آهي. ائين چوڻ مناسب ٿيندو ته انهي نوعيت جو انگريزي ۾ اهڙو ڪتاب ڪنهن سنڌيءَ نه لکيو آهي. جيڪو پڙهندڙن جي علم ۽ دانش ۾ اضافو

ڪري سگهي ٿو. جن عنوان تي تنيي صاحب طبع آزمائي ڪئي آهي انهن عنوانن ۾: "پاڪستان ڇو؟" "آزادي ۽ تعليم"، "قانون ۽ معاشرو"، "الفرابي" "ڪورٽن جو ڪردار"، "لاڙڪاڻي جي سماجي زندگي" "انساني حقوق، "قومي يڪجهتي ۽ سنڌي قوميت"، "جان محمد جوڻيجو"، "قرآن ۽ انسان".

زندگي جي فلسفي جي مقصد کي بيان ڪندي تنيو صاحب لکي ٿو تہ:

"The life of soul consists in practice of truth."

زندگيءَ جو زرين پهلو علم ۾ ساميل ۽ نہ ڏيکاءَ ۽ تصنع ۾.

ان سلسلي ۾ شاهہ صاحب فرمايو آهي:

روزا ۽ نماوزن اي پڻ چڱو ڪم،
پر اهو ڪو بيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

انهيءَ لاءِ شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ:

"پڙهيو تا پڙهن پر ڪڙهن ڪين قلوب ۾"

انصاف جا او صاف منصف لاءِ تمام ضروري آهن. اهڙين حقيقتن متعلق تنيي صاحب ڪافي وضاحت سان لکيو آهي. سنڌ ۽ سنڌين سان ٿيندڙ زيادتين جو پڻ مفصل انداز ۾ سندن ڪتاب ۾ تذڪرو ٿيل آهي. سندن خيال جي پختگي، حقيقت پسندي ضمير جي بلندي سندس ڪتاب ۾ بيان ڪيل افڪار مان ظاهر آهي.

پنهنجي ڪتاب ۾ انهي سلسلي ۾ لکي ٿو تہ:

"The vested interests class wants to exploit the natural resources of Sindh, particularly of oil and gas recently discovered in the lower parts of Sindh, so far no royalty is paid to Sindh for oil and gas resources. The time has come that the exploiters have to account for the lands and other resources of Sindh, usurped by them. Sindhis have not exploited resources of any other province, why should theirs be?" (P-99)

مخصوص مفادات واري طبقي طرفان سنڌ جي معدني ذرائع جنهن ۾ تيل ۽ گيس شامل آهن. جيڪي ڪثير تعداد ۾ سنڌ جي هينين علائقن ۾ ڳوليا ويا آهن انهن تي فائدو وٺندڙ عناصر غاصبن جي حيثيت سان قابض آهن. سنڌ کي تيل ۽ گيس تي ڪنهن به قسم جي رائلٽي نه ٿي ڏني وڃي.

سنڌ جي هر قسم جي وسائل تي اهي عناصر قابض آهن. پنهنجي مفادن لاءِ انهن کي حاصل ڪندا رهن ٿا جڏهن ته سنڌ ڪڏهن به ڪنهن بئي صوبي وسيلن جي حصول ۽ استعمال جي ڪا ڪوشش نه ڪئي آهي.

سنڌ زبان جي متعلق لکيو آهي ته:

"Sindhi language is the only regional language which is used in Sindh since prior to partition throughout the history of sub-continent. it is read, written, spoken and understood by not less than twenty millions in Sindh and outside." (P-22)

"سنڌي پاڪستان جي واحد اها زبان آهي جيڪا پاڪستان جي ورهاڱي کان اڳ پاڪستان ۾ پڙهي لکي، ڳالهائي ۽ سمجهي ويندي هئي ۽ هن ٻوليءَ جي سمجهندڙن جو تعداد سنڌ ۽ سنڌ جي ٻاهر 20 ملين آهي."

ٻچل تنيي صاحب طرفان استعمال ڪيل انگريزي زبان جي سلسلي ۾ اهو چوڻ مناسب ٿيندو ته:

The beauty of his English language lies in simplicity and clarity.

"صاحب ڪتاب سليس ۽ مفصل انگريزي زبان استعمال ڪئي آهي." جيڪو مشڪل ڪم آهي ۽ انهي جو سڻاءُ اهڙو ته بهتر اهي جو عام فهم ماڻهو به انهي کي آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو. سندس ڪتاب ۾ لکيل خيالن جي اظهار جا ڪجهه اقتصابات ڏيڻ ان لاءِ ضروري آهن ته مصنف جي فڪر و نظر جو انداوز ٿي سگهي.

مون کي سندس مضمونن سان گڏوگڏ سندس مهاڳ بي حد پسند آيو. جنهن ۾ هڪڙي هنڌ لکي ٿو ته:

"It is the courage of conviction which compels him to expostulate with what he thinks is wrong and support that he deems right as per dictates of conscience." (P-10)

۽ وڏيڪ پنهنجي سوچ جي تشريح ڪندي لکي ٿو تہ:

"Search for truth is fraught with unforeseen dangers, they only live who dare." (P-10)

خودارادیت سوچ جي افاديت کي همت عطا ڪري ٿي. مزيد موازنو ڪرڻ جي موقعو فراهم ڪري ٿي جنهن ۾ غلط ۽ صحيح جو ضمير جي آواز مطابق فيصلو ڪرڻو پوي ٿو.

سچ جو رستو ڏاڍو دشوار آهي جنهن ۾ تمام گهڻا خطرات آهن پر اهي زنده رهي سگهن ٿا جن ۾ اها قوت خودارادیت آهي. حروف کي غلط مقصدن جي لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ مصنف ٻڌائي ٿو تہ:

"Words are great victims having been abused and misused. Dictators have denied people's right in the name of justice. Senseless wars fought in the name of peace. Sanctity of words has been molested and mutilated by every tyrant" (P-11)

لفظن کي ڊڪٽيٽرن طرفان غلط استعمال ڪيو ويو آهي انصاف، حفاظت ۽ صلح جي نالي ۾ فروغي لڙايون لڙيون ويون آهن هر مطلق العنان حڪمران طرفان حروف جي حرمت کي پائمال ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب "Educates and enlightens the readers." هن ڪتاب جي خصوصيت اها آهي پڙهندڙ جي علم ۾ اضافو ٿئي ٿو. ان جي سوچ وڏيڪ مثبت ٿي سگهي ٿي. ان ڪتاب ۾ سنڌ سان، سياستي، انتظامي زيادتين جو پڻ مفصل طور تي جائزو ڏنل آهي.

صاحب الڪتاب لکي ٿو تہ ون يونٽ جي ٺهڻ کانپوءِ، باوجود لامحدود وسيلن جي ون يونٽ ٺهڻ وقت پنجاب 90 ڪروڙن جو مقروض هئو ۽ خساري جي بجٽ جو اعلان ڪيو هئو. برعڪس ان جي سنڌ

صوبي جي 30 ڪروڙ فاضل بجيٽ هئي. 30 ڪروڙ جي واڌ ويسٽ پاڪستان جي حڪومت کي حاصل ٿي. برعڪس ان جي:

Not a single pie has been utilized for development in Sindh.

يعني سنڌ حڪومت in proportion to its largest contribution (P-44) طرفان حاصل ڪيل 30 ڪروڙن مان هڪ ٽڪو بہ سنڌ جي ترقي لاءِ استعمال نہ ڪيو ويو.

Usurpation of Sindhs land in spite of assurance extended to the Sindhis before formation of one unit was a naked dacoity and plunder of their soil which become common factor of dictatorial government.

ون يونٽ جي نهڻ وقت سنڌين کي اميد افزا آسرا ڏنا ويا هئا تہ انهن جي حق تلفي نہ ٿيندي. پر سنڌ جي زمينن تي قبضو ڪرڻ وارو انداز ڌاڙيلن وارو هئو. اهو سلسلو غير جمهوري حڪومتن ۾ جاري رهيو. سنڌين سان جيڪي ظلم زيادتيون ٿيون آهن انهن کي وائکو ڪندي اهو لکيو ويو آهي تہ:

"Sindhis have never voted for any ethnic. Sectarian, religious of regional group, but always supported the cause of Pakistan. If they are not paid in the same measure, they are likely to be disillusioned by their national outlook. Sindh has contributed more than its due share in Pakistan, and for the people who have settled here." (P-102)

"سنڌين ڪڏهن بہ فرقہ واريت مذهبي جنون ۽ لساني بنيادن تي ووٽ نہ ڏنا آهن پر سدائين پاڪستان جي مقصد کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مشغول رهيا آهن. جيڪڏهن انهن سان مساوي انصاف جو سلوڪ نہ ڪيو ويو تہ اهو لازمي طور مايوسي جي فڪر کي جنم ڏيندو.

سنڌ پاڪستان ۾ پنهنجي حصي کان وڏيڪ ڪجهه ڏنو آهي ۽ پڻ انهن
جي لاءِ جيڪي هن ملڪ ۾ سڪونت پذير ٿيا آهن."

انهي قسم جي فرعونيت اتحاد، اتفاق، اخلاص، اخوت جي اوصاف
کي بتدريج ختم ڪيو آهي. ملڪ ۾ عام مايوسيءَ جو ماحول برپا آهي.
سنڌ تي رب العزت جي سدائين رحمت جا دروازا ڪليل رهيا آهن.
جيڪي به ظالم حڪمران آيا آهن انهن جو خاتمو ڏاڍو عبرتناڪ ٿيو
آهي. سنڌ فيض ۽ علم جو وهندڙ درياءُ رهيو آهي "قرآن جو پهريون
ترجمو هڪ عراقي عالم طرفان سنڌيءَ ۾ ڪيو ويو هيو جنهن کي سنڌي
زبان تي عبور حاصل هو. پر اهو مسودو هينئر دستياب نه آهي. جنهن کان
پوءِ بيو قرآن جو سنڌي ۾ ترجمو آخوند عزيز الله ميمڻ مٽياريءَ واري 1160
۾ مڪمل ڪيو ان کان بعد عبدالرحيم گرهوڙي صاحب قرآن جو ترجمو
"Poetic form" شعر جي انداز ۾ ڪيو. "(ص-122).

—

## سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بنجي

متين عنوان سان سنڌ متعلق لکيل هڪ تفصيلي نظم جيڪو 30 مارچ 1963ع تي اجمل بيگ، قليچ بيگ، مرزا بقلم خود لکيو هئو. مونکي تحفي طور عنايت ڪيو. جنهن ۾ ان دور جي سنڌ جي حالاتن تي شاعرانا انداز ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي جو حقائق جو هڪ تصور آهي. هي شعر: منهنجن پراڻن ڪاغذن جي انبار ۾ لکيل هئو جنهن کي ڳوليندي ڪافي عرصو گذري ويو. اوچتو ڪاغذن جي هڪ مجموعي ۾ انهي جي دسترس ٿي سگهي.

مرزا اجمل قليچ بيگ، مرزا قليچ بيگ جو فرزند آهي. مرزا اجمل بيگ هڪ بلند پايي جو شاعر آهي. ادب سان سندس خاص رغبت هئي نثر ۾ ڪيترائي مضمون ۽ ڪتاب لکيا اٿن جن جو تفصيل جستجو جي باوجود مهيا نہ ٿي سگهيو آهي. اجمل بيگ صاحب جي ڀائيٽي مرزا اسد بيگ جي فرزند اعجاز مرزا سان رابطي جي باوجود مرزا اجمل بيگ جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن، جي ڄاڻ حاصل نہ ٿي سگهي ان ڪري مجبورن 43 سالن کان پوءِ هي شعر جيڪو ڇهن صفحن تي مشتمل آهي ۽ مرزا اجمل جي بقلم خود لکيل آهي. ان جو ڇپجڻ اشد ضروري آهي ان ڪري جو ٽنڊي آغا جا مرزا اعليٰ پائي جا انسان آهن.

مرزا صاحبان گهڻن صفات جا مالڪ آهن، خوش خلق، خوش پوش، خوش شڪل، علم دوست، سنڌ جا سڄڻ، صاحب فضيلت آهن. اهو منهنجو ذاتي تاثر آهي جيڪو چند مرزا حضرات سان ملاقاتن جي سلسلي ۾ محسوس ٿيو آهي.

مرزا صاحبان جا وڏا اصل ڪوه ڪاف جي پرسان جارجيا جا رهاڪو هئا. ۽ پوءِ ڪجهه تاريخ جي حادثن جي ڪري ڪتان جو ڪتان ٿيندي سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سنڌ جي ميرن سان منسلڪ رهيا. ٽنڊو مير محمود، ڦليلي جي ڪپ تي واقع آهي. مير علي احمد خان ٽالپر ۽ مير رسول بخش ٽالپر جيڪي پاڪستان جو وزير دفاع ۽ سنڌ جو گورنر ٿي رهيا، هي ٽنڊي مير محمود جا مير هئا. ٻئي مير مردم شناس ۽ دوست شناس انسان هئا. جن جا متبادل مير في الوقت ملڻ مشڪل آهن. منهنجي ذاتي طوري ٻنهي مير صاحبان سان نيازمنديءَ جو سلسلو سندن آخري گهڙي تائين جاري رهيو. مير علي احمد خان سان سندس ڪيٿولڪ ڪالونيءَ واري رهائشگاهه تي شام جو ملاقاتون ٿينديون هيون. ۽ ڪڏهن ته نور احمد شاهه مان به گڏجي مير صاحب جي حاضري ڏيندا هئاسين. پاڻ پنهنجي فياضيءَ سان مخصوص انداز ۾ چانهه پيش ڪندا هئا ۽ ڪڏهن ته مير علي محمد خان صاحب سان Palace هوٽل، جتي هاڻي شيرٽن هوٽل آهي، اتي ڏينهن جو 11:00 بجي ڪافي پيئڻ جي سعادت حاصل ٿيندي هئي. اتي ڪيترا دفعا ٻيا دانشور ۽ سياستدان موجود هوندا هئا.

مير رسول بخش خان سان ڦليلي تي سندس بينڪ تي شام جو ڪافي ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون جن ۾ لطيف انصاري جيڪو پيپلز پارٽيءَ جي سينيٽر رهيو، رشيد انصاري، سنڌ يونيورسٽيءَ جو بين الاقوامي شعبي جو پروفيسر ۽ غلام حسين خاصخيلي جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اقتصاديات جو پروفيسر، اهو به شام جي محفل ۾ شامل ٿيو. مير رسول بخش خان جي ڪراچي ۾ بينڪ حاڪم علي زرداري جي Bambino بمبينو سينيما جي چيمبرز ۾ هوندي هئي، جتي ملاقاتون ٿينديون هيون. پاڻ جڏهن سنڌ جو گورنر هئو ته خاص دعوت ڏئي گهرائيندو هئو ته ان وقت عبدالله ميمڻ C.S.P جيڪو سندس سيڪريٽري هئو اهو موجود هوندو هئو.

منهنجو ذاتي طرح سان مرزا اجمل بيگ صاحب سان بہ شناسائي هئي. انهن مهرباني فرمائي مون کي مٿيون شعر جو ناياب تحفو پيش ڪيو هئو. جنهن کي مون سالن جا سال سانديڪي رکيو هئو ۽ هاڻي سنڌين جي لاءِ پيش ڪري رهيو آهيان. منهنجو ذاتي طرح سان نياز مندي جو واسطو ظفر حسين مرزا صاحب جيڪو هن وقت سپريم ڪورٽ جو رٽائرڊ جج آهي. تنهن سان پڻ آهي. هي بي حد نفيس انسان آهي. سندس طبيعت ۾ فياضي پريل آهي. فيض ڏيڻ جي ڪيفيت پڻ الله تعاليٰ ڪن مخصوص انسانن کي عطا ڪري ٿو. جيڪو فرد جي شخصيت جو ڪو معمولي پهلو نہ آهي. هڪڙي دفعي مان پنهنجي Law آفيس ۾ وينو هئس تہ وومين بينڪ جي پريزيڊنٽ جي آفيس مان هڪ ٽيليفون موصول ٿيو تہ وومين بينڪ جي پريزيڊنٽ صاحبہ اوهان سان ملاقات ڪرڻ گهري ٿي. مان وومين بينڪ جي صدر سان مليس تہ ان خاتون مون کي ٻڌايو تہ اسان اهڙن قانوندانن جي لسٽ مرتب ڪري رهيا آهيون جن کي بينڪاري جو بہ تجربو هجي، توهان جو نالو اسان کي ظفر مرزا صاحب مهيا ڪيو آهي. هي سندس فياضيءَ جو هڪ نادر مثال آهي تہ پاڻ مرادو منهنجو نالو وومين بينڪ جي صدر کي تجويز ڪيو.

جهڙي قسم جا سنڌي هي مرزا صاحبان آهن اهڙا ڪي ورلي ملندا سنڌ ۾ سنڌين سان هنن جو انس آهي. مرزا خسرو انگريزن دٻاءِ جي باوجود آخري وقت تائين مشڪل حالات ۾ سنڌ جي ميرن جو ساٿ نہ ڇڏيو ڪيس ميرن جي ڪٽنب جو هڪ فرد جي حيثيت حاصل هئي. انگريزن طرفان سندس وفادارين کي بدلائڻ جي هر ڪوشش ناڪامياب وئي. باوجود ان جي جو مرزا خسرو کي ميرن طرفان ڏنل جاگيرون انگريزن ضبط ڪري ڇڏيون.

تنډي آغا جا مرزا صاحبان جي حسب نسب، سنڌ ۾ سڪونت، ميرن سان وابستگي انگريزن جو سنڌ تي قبضو ۽ ميرن سان ٿيندڙ عقوبتن جو ڪجهہ ذڪر محترمہ مهر افروز. مرزا حبيب پنهنجي

انگريزيءَ ۾ گذريل سال بعنوان: "A Georgian Saga from the Caucasus to the Indus" ڪتاب ۾ درج ڪيو آهي.

مرزا اجمل بيگ سنڌين جي لاءِ هڪ قابل فخر انسان آهي، جنهن پنهنجي شعر ۾ سنڌين سان ٿيندڙ زيادتين جي عڪاسي ڪئي آهي جيئن لکي ٿو تہ:

جيڪا ٽانڊي ڪاڻ آئي هئي، سا وينئي بورچاڻي ٿي،
رڌي ناني ٿي ۽ ڪائن ڏوهٽا ٿا، سُچر ٻڻجي.

عجب مهمان هي، جي ميزبانن کي اچن اوڏا،
رکڻ اگر ڏيو جن کي تہ گهيڙيو ٿا ڏين گوڏا.

اچي نازل ٿي ماڪڙ ڏيهہ ساري تي ڏڪر بنجي،
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر ٻڻجي.

هٿان پيئي جڏهن، پوءِ ڇو ڏجي ڪو ڏوهہ ڌيرن کي،
وجهي سنڌين کي سورن ۾ ڇا هٿ آيو وڏيرن کي.

تفصيلن نظم هينئين ترتيب ۾ شايع ڪرڻ بيحد مناسب آهي تہ 1963ع کان وٺي حالتن جو رخ ڪهڙو هيو جنهن کي سمجهڻ ۾ اسان ڪوتاهي هئي.

ٿي وينا ڪي گورنر ۽ ويا ڪي ڪمشنر ٻڻجي
ڪي اغرب ويا، ڪي مغرب ويا سفير معتبر ٻڻجي
وزارت تي وڃي پهتا ڪي منظور نظر ٻڻجي

سُڃا سڪٽا ويا دنيا مان، جي ملڪن جا والي هئا
هٿان جڏهين ويو اسڪندر ٻئي هٿ اُن جا خالي هئا
ولايت جي وڏيءَ هوٽل تي وينو مئنيجر ٻڻجي
مگر وئي سنڌ ويچاري تہ صدقي جو ٻڪر ٻڻجي

وَٽي جا راءِ ڪي سا بي گُمان راڻين جي راڻي ٿي
جا ٽانڊي ڪاڻ آئي هئي، سا وبني بورچاڻي ٿي
رڏي ناني ٿي ۽ ڪائين ڏهنا ٿا سُچر بڻجي
مگر وئي سنڌ ويچاري تہ صدقي جو ٻڪر بڻجي

عجب مهمان هي - جي ميزبانن کي اچن اوڏا
رکڻ آگر ڏيو جن کي تہ گهيڙيو ٿا ڏين گوڏا
اچي نازل ٿي ماڪڙ ڏيهہ ساري تي ڏکر بڻجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بڻجي

هتان پيئي جڏهن، پوءِ ڇو ڏجي ڪو ڏوهہ ڏيرن کي؟
وجهي سنڌين کي سُورن ۾ ڇا هٿ آيو وڏيرن کي؟
ويا جي راهہ ۾ رولي اسان کي راهبر بڻجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بڻجي

ڏنو رب پاڪ سنڌين کي سَڀ ڪُجهہ آهہ ڇا ناهي؟
ٻَري آهُون، تَڪڻ جي لاءِ هيڏو آسمان آهي،
ڪريون شڪوو شڪايت ڇو اسان ڪوتهہ نظر بڻجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بڻجي

پڙهي ڪلمو مسلمانن ڀڳو ئي ڪوٽ ڪثرت جو
لڳي نعرو ٿو پاڪستان ۾ هر هنڌ وحدت جو
ٻيائيءَ کي هٽي ٻُن ۽ رهو شروشڪر بنجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بڻجي

اسان جو آ، اسان مان آ، اسان کي افتخار آهي
ڏکئي هن وقت ۾ بينو اسان جي سو سپر بنجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بنجي

اُها ٻولي جا دنيا جي وڏين ٻولين جو جوڙ آهي
عرب توڙي عجم جي ڪل زبانن جو نچوڙ آهي
وئي افسوس خود پنهنجي وطن ۾ دربدر بنجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر بنجي

اُها ٻولي جنهن جو ارفع و اعليٰ قبيلو آهي
جو هر هڪ علم جي اظهار جو عمدو وسيلو آهي
سا نا اهلن جي هٿ ۾ اڄ وئي بلڪل ابتر بنجي؟
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر ٻڻجي

حقيقت ۾ جڏهن ڪنهن قوم جي تقدير بگڙي ٿي
زبان سان گڏ زبان دانن جي پڻ توقير بگڙي ٿي
وڃي ٿو قوم جو آواز بلڪل بي اثر بنجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر ٻڻجي

جڏهن ڪنهن قوم ۾ خود رونما اد بار ٿيندو آهي
معزز لفظ ٻوليءَ جو ذليل و خوار ٿيندو آ،
ٿي قاروره شناس اڄ ويو حڪيم نامور بنجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر ٻڻجي

رڳو شاعر سيئي سڏبا هئا شاگرد رحماني
مگر اڄ سنڌ ۾ بي فخر سان سڏجن ٿا خفتائي
لقب ڪهڙ نه شاعر کي ڏنوسين بي خبر بنجي
اسان جي سنڌ ويچاري وئي صدقي جو ٻڪر ٻڻجي

—

# وقت جي پابندي

تازو ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي مجموعي اشتراڪ سان "سنڌ۔ ماضي حال ۽ مستقبل" تي هڪ انٽرنيشنل ڪانفرنس منعقد ڪئي وئي هئي، جنهن جو اجراءُ 29 مارچ کان 2 مئي 2006ع تائين هئو. ڪانفرنس جي منتظمين پنهنجي دانش ۾ ڪانفرنس جي مختلف پهلوئن تي مذاڪري جو پروگرام مرتب ڪيو هئو. ان جو پهريون ۽ افتتاحي تقريب سخت حفاظتي انتظامات هيٺ ڪراچيءَ ۾ رياستي مهمان خاني ۾ منعقد ٿي. تقريب سوا ڪلاڪ دير سان شروع ٿي. اهو پاڪستان جو حسب معمول آهي ته ڪڏهن به ڪابه تقريب پوري وقت تي نه ٿي، تنهن ڪري اهو چوڻ مناسب ٿيندو ته "Abnormality is the Normality."

غير متوقع علامتون ئي اسان وٽ مروج متوقع حقيقتون آهن. هڪڙي دفعي هڪڙو پاڪستاني بينڪ جو سربراهه نيوبارڪ ۾ ڪنهن وڏي آمريڪن بينڪ جي مينيجنگ ڊائريڪٽر سان پاڪستاني بينڪ جي قرضي سهولتن لاءِ ملاقاتون جو وقت ورتو. پر صاحب موصول حسب معمول ڏنل وقت تي ملاقات لاءِ نه پهتو. جڏهن اڌ ڪلاڪ جي دير کان پوءِ آمريڪن بينڪ جي پريزيڊنٽ جي سيڪريٽري جي آفيس پهتو ته سيڪريٽري پريزيڊنٽ طرفان معذرت ڪندي، آمريڪن بينڪ جي پريزيڊنٽ جو پيغام ڏيندي چيو ته:

"Sir, President regrets that if chief of a Pakistani bank can not keep up his commitment, to turn up in time for a meeting, he can

not be expected to honor the conditions for allowing the credit lines."

"پريزيڊنٽ صاحب کي سخت افسوس آهي تہ هو توهان سان ملاقات نہ ٿو ڪري سگهي. سندس چوڻ آهي تہ جيئن تہ توهان پابنديءَ سان ملاقات جي وقت تي پهچي نہ سگهيا آهيو. ان حالت ۾ اها توقع ڪري سگهجي ٿي تہ جيڪڏهن اوهان جي بينڪ کي قرض جي سهولت مهيا ڪئي وئي تہ ان جا شرائط بہ توهان وقت تي پورا ڪري نہ سگهندؤ." بين الاقوامي سنڌي ڪانفرنس ۾ شوڪت عزيز وزيراعظم پاڪستان جي آمهون سامهون تقرير ٻڌڻ جو هي ڀيريون موقعو فراهم ٿيو. شوڪت عزيز جي تقرير ڪافي متاثر ڪندڙ هئي. انگريزيءَ ۾ مان ائين چوندس تہ:

"The content, diction consistent flow of delivery was excellent unlike the rag-tag mumbling of politicos.

"وزيراعظم جي تقرير ۾ بيان جي خوبي، مقصديت انگريزي لفظ ۽ اکرن جو اچار بهترين هئا جو عام سياستدان جي يان يون کان مختلف هئي. سنڌ متعلق بين الاقوامي ڪانفرنس هڪ مقامي قومي ڪانفرنس جي صورت اختيار ڪئي، ان ڪري جو هندستان مان ٽيهہ سنڌي اسڪالرس جن کي مدعو ڪيو ويو هئو اهي ان ۾ شرڪت نہ ڪري سگهيا جو پاڪستان جي هندستان ۾ هاءِ ڪميشن شايد انهن داناءَ ۽ عاقل، معتدل ليکڪ، نقاد ۽ پروفيسرن کي شايد پاڪستان جي لاءِ Security Risk قرار ڏيندي ويزا نہ ڏنو ڪانفرنس جي منتظمين کي بي قرار ڪري ڇڏيو جڏهن تہ واگها بارڊر کان سک ياترين جون ڀريل بسون نانڪانا صاحب ۽ لاهور جا چڪر لڳائيندڙيون رهنديون آهن ساڳئي طرح هندستان جي فلمي دنيا جا فنڪار ڪلاڪار ڳائڻا طبلي نواز، سارنگي نواز ۽ ناچو جي آمدرفت عام آهي ۽ انهن کي پاڪستان اچڻ جا ويزا فراخدليءَ سان ڏنا وڃن ٿا. تاريخي طور تي اها ڳالهہ بہ اتي لکڻ مناسب ٿيندي تہ پنجاب ۾ مارا ماري ۽ خونريزي جو آغاز ڪندڙ ماسٽر

تارا سنگهه ۽ انهن جي ساٿين، لاهور پنجاب اسيمبليءَ جي ٻاهران ڪرپان ڪڍي، پاڪستان مرده آباد جا نعرا هنيا هئا ۽ پنجابي مسلمانن جي خونريز فسادن جو ائين ئي شروعات ٿي. اخبارن ۾ پاڪستاني پنجاب جي وڏي وزير ۽ ايسٽ پنجاب جي وڏي وزير پاڻ ۾ هڪ ڪان وڌيڪ ملاقاتون ڪيون آهن. ايسٽ پنجاب ۾ مسلمانن جي سفاڪانہ قتل ۽ غارت ۾ مهاراجہ پٽيالا جيڪو سک هئو ان جو وڏو هٿ هيو موجوده ايسٽ پنجاب جہ وزيراعليٰ انهيءَ مهاراجہ جو رشتيدار چيو وڃي ٿو انهن جي اڄ وچ تي ڪوبہ اعتراض ڪونهي پر صرف سڀاجهڙن سنڌين کي هندستان مان سنڌ تي بين الاقوامي ڪانفرنس تي ويزا نہ ڏئي روڪڻ لڳي ٿو تہ ڪنهن منصوبي تحت انهي ڪانفرنس کي ناڪام ڪرڻ جي ڪوشش ٿي سگهي ٿي. پر جيئن امر جليل چيو تہ انساني سوچ جي پرواز کي سرحدون ۽ ويزا روڪي نہ ٿا سگهن. انهن جي تخيل جي دنيا انهي کان تمام بلند آهي. خوشبوءَ کي ڪابہ سرحد روڪي نہ ٿي سگهي اها اڏامندڙ هوائن ۾ پرواز ڪري پنهنجي منزل تي ضرور پهچي ٿي.

سنڌ جي ماضي حال ۽ مستقبل تي هي بين الاقوامي ڪانفرنس جو مقصد ٻنهي ملڪن جي دانشورن جي ملاقاتن ۽ ڏي وٺ جي ذريعي ٻنهي ملڪن جي عوام جي وچ ۾ بهتر تعلقات جا رابطا قائم ڪرڻ واري پاليسيءَ کي وڌيڪ مضبوطيءَ سان فروغ ڏيڻ جي ضرورت آهي. جيستائين تعصب جي ذهنيت ختم نہ ٿيندي تيستائين پائدار امن قائم نہ ٿيندو.

ايوب خان جي زماني ۾ ڪجهہ سمجهدار ماڻهو صدر ايوب کي اها تجويز ڏني هئي تہ پاڪستان جي مايہ ناز دانشور ۽ بين الاقوامي قانوندان اي ڪي بروهي کي پاڪستان جو هاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو وڃي. بالآخر اي ڪي بروهي کي هندستان ۾ پاڪستان جو هائي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو ۽ سندس دور ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي تعلقات هڪ نئون ۽ بهتر رخ اختيار ڪيو. هن پنڊت نهرو وزيراعظم هندستان سان ذاتي تعلقات قائم ڪيا محمود هارون کي شايد پتي جي دور ۾ لنڊن ۾ پاڪستان جو هاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو ۽ سندس دور سيني‌ءَ هاءِ ڪمشنرن ۾ بهترين دور مڃيو ويندو آهي.

دفتر خارجہ جا عملدار جڏهن بہ ڪنهن ملڪ ۾ سفارتڪار جي عهدي تي وڃن ٿا تہ: "They carry foreign office baggage"

ان ڪري انهن جي سفارت جي دور ۾ ڪا نمايان ڪارڪردگيءَ جي ترقع ڪرڻ هڪ مشڪل مرحلو آهي. ڇو جو سالن کان دفتر خارجہ ۾ ڪم ڪندي عموماً سفير حضرات لڪير جا فقير آهن.

"And follow the dotted line" ان ڪري هندستان ۽ پاڪستان جي تعلقات کي بهتر ڪرڻ جي لاءِ هندستان ۾ هاءِ ڪمشنر جي عهدي لاءِ دفتر خارجہ کان ٻاهر ڪو هاءِ ڪمشنر تلاش ڪيو وڃي، جهڙوڪ غلام مصطفيٰ خان جتوئي، اصغر خان، مسٽر قيصر بنگالي، اقبال حيدر، مبشر حسن ڪانفرنس جي منتظمين کي گروهہ بنديءَ جي بدران وسيع نظري تي شرڪاءُ جو انتخاب ڪيو وڃي. ڪانفرنس ۾ سوالن کي وڌيڪ توجهہ سان ۽ خنده پيشانيءَ سان ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي ڪيفيت پيدا ڪئي وڃي، حاضرين مجلس کي "Captive Audience" تصور نہ ڪيو وڃي. بحث مباحثي جا دروازه کولڻ کپن ۽ يڪطرفا طريقيڪار ۾ تبديلي آڻڻ گهرجي، ڪانفرنس جو مقصد Dialogue جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿو جنهن جو طريقيڪار هئڻ گهرجي. "Thesis ant-thesis synthesis"

ڪانفرنس جي انعقاد ۾ نئين ڪلچر ۽ اصولن جي ضرورت آهي ورنہ ڪانفرنسون يڪطرفا سماخراشي رهجي وينديون.

ڪانفرنس جي افتتاحي تقريب ۾ محترمہ حميده کهوڙہ سان سرسري ملاقات ٿي. مون سندس ڪتاب محمد ايوب کهوڙو جي آتم کهاڻي حرن تي لکيل چيپٽر نمبر 13 ۾ The Hur Uprising جي تعريف ڪئي، ۽ پاڻ چيائين تہ سڄو ڪتاب ئي لاجواب آهي. مان ان سان متفق آهيان تہ ايوب کهوڙي صاحب تي سندس ڪتاب هڪ منفرد ۽ لاجواب دانشورانہ ڪوشش آهي. اهڙي نوعيت جو بيو ڪوبہ ڪتاب اڄا تائين انگريزيءَ ۾ ڪنهن بہ سنڌي سياستدان تي نہ لکيو ويو آهي. ان ڪتاب ۾ پاڪستان جي اوائلي دور جي حڪومتن جي پاليسين تي پڻ تفصيلي نظرثاني ڪري حقيقتن کي قلمبند ڪيو آهي.

14 آگسٽ 1947 کان پوءِ جو ذڪر ڪندي مصنف لکيو آهي ته خانبهادر محمد ايوب کهوڙو صاحب:

"Bore the brunt of the anti democratic and centralizing actions of the power brokers of the country. As he championed the rights of the provinces against the over mighty centre. He fought to retain the city of Karachi for Sindh in 1948 (P-7)

جيئن اسان اڳي تذڪرو ڪري آياسين ته کهوڙي صاحب کي مسلم ليگ ۾ شموليت ۽ خدمتن جي اعتراف ۾ چا هڙ حاصل ٿيو ان جو تفصيلي ذڪر خير هن ڪتاب ۾ ڪيو ويو آهي.

"غير جمهوري ۽ سياسي ٺيڪيدارن، مرڪزيت جي پاسبانن کان صوبن جي حقوق جي تحفظ جي سلسلي ۾ محمد ايوب خان کهوڙي کي ڪافي تڪليفون برداشت ڪرڻيون پيون جنهن ۾ 1948 ۾ ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪرن جي هن سخت مخالفت ڪئي هئي. اسان وٽ اها روايت آهي ته جڏهن به صاحب اقتدار حڪمران طبقو ڪنهن تي ناراض ٿيندو آهي ته پوءِ هٿ ڌوئي ان جي پويان پئجي ويندا آهن. ناجائز ۽ غير قانوني طريقن سان مخالفن کي زير بار ڪرڻ لاءِ سرڪاري قوتن جا هٿڪنڊا استعمال ڪندا آهن. ان جو جواز عمومن اهو هوندو آهي ته اهو National Interest يعني "قومي مفاد" ۾ آهي.

محمد ايوب خان کهوڙي جي سنڌ جي وزيراعليٰ جي عهدي تان معذوليت کان پوءِ گهرو کاتي جي وزارت سنڌ جي گورنر غلام حسين هدايت الله جي هٿ چڙهي هن پنهنجا انتظامي ڪرتب ڏيکاريا. ڪتاب ۾ لکيو ويو آهي:

"Hidayatullah, meanwhile went ahead, now with home affairs out of Khuhro's hands to frame cases against him with the co-operation of pliable police officers and some co-operative civil servants." (P-346)

”ان وقت جي گورنر هدايت الله جي هٿ ۾ گهرو کاتو بہ اچي ويو ۽ ان جو وقتي فائدو وٺندي هن صاحب کهوڙي جي خلاف ”جي حضور“ وارن پوليس ۽ انتظامي آفيسرن جي تعاون سان ڪوڙا ڪيس ناهڻ شروع ڪيا.“

اسان جيڪو اڄڪلهہ سياستدانن خلاف ڪيسن جي ناٽڪ سيا ڏسي رهيا آهيون اهو ڪو نئون منظر نہ آهي پر ان جو آغاز پاڪستان جي شروع واري دور ۾ ئي ٿيو ۽ ڪجهہ وقت کانپوءِ سياستدانن کي گرفت ۾ آڻڻ لاءِ PRODA جو قانون نافذ ڪيو ويو جنهن تحت سياستدانن خلاف بدعنواني جي الزامات هيٺ ڪيس هلائي کين سياست ۾ شرڪت ڪرڻ کان خارج ڪيو ويو.

تذڪرو هليو پئي پير پاڳاري جي سنڌ جي تحريڪ آزاديءَ جو. هن جو ڪنهن بہ قسم جي بغاوت ڪرڻ جو منصوبو نہ هئو پر، هو مناسب وقت جو منتظر هئو جڏهن انگريزن جي مٿان هو حاوي ٿي سگهي. پير پاڳاري غازي فورس جيڪو 600 حرن تي مشتمل هئو ان کي ڇاپہ مار جنگ جي لاءِ تيار رکيو ويو هيو. سنڌس انگريزن سان تصادم ڪرڻ جو ڪو مقصد نہ هئو پر انگريزن جي سنڌس خلاف اقدام حرن کي مجبور ڪيو تہ هو بغاوت ڪن.

سنڌ جا ڪجهہ هندو ۽ مسلمان سياستدان پير کان خائف هئا، حرن کان خوفزده هئا، اهي پڻ مناسب موقعن تي سنڌ جي گورنر جا ڪَن، پير پاڳاري جي خلاف ڀريندا رهندا هئا. انهن سياستدانن جو مقصد پير پاڳاري جي منظم ۽ طاقتور حرن کي تنظيم کي ختم ڪرڻ هئو جيئن اڳتي هلي هو سنڌ ۾ اليڪشن واري سياست ۾ حاوي ٿي نہ سگهن. پير پاڳاري تي پابندي عائد ڪئي وئي تہ هو صرف ڪراچيءَ ۾ ئي مخصوص جڳهہ تي رهي سگهي ٿو. ڪنهن بہ صورت ۾ ڪنهن بہ وقت ڪراچي کان ٻاهر اجازت کانسواءِ نہ وڃي سگهندو يعني هڪ لحاظ کان پير پاڳاري کي ڪراچي ۾ بنگلي ۾ مفقود ڪيو ويو جيڪا هن لاءِ قابلِ برداشت ڳالهہ نہ هئي.

—

# Appendix – 1

## SECRETARIAT OF THE PROVINCIAL ASSEMBLY OF SINDH

NO.PAS/Legis-G-22/2005/ Karachi, the May, 2005.

To

The Secretary to Government of Sindh,
Labour, Transport, Industries & Commerce Department,
KARACHI.

Subject:- **RESOLUTION PASSED BY THE PROVINCIAL ASSEMBLY OF SINDH.**

I am desired to state that the Provincial Assembly of Sindh at its sitting, held on 12th May, 2005, has passed the following Resolution moved by Kanwar Naveed Jamil, MPA:-

> "This House recommends to the Government of Sindh to take appropriate steps to ensure that all Multi National Companies and Commercial Enterprises located in the Province of Sindh to give priority for employment purposes to people with local domicile and P.R.C. on merit basis, in areas where such Companies and Enterprises are situated, in the Province."

( HADI BUX BURIRO )
SECRETARY
PROVINCIAL ASSEMBLY OF SINDH

NO.PAS/Legis-G-22/2005/ 2078 Karachi, the 20th May, 2005.

A copy is forwarded for information to:-

1. The Principal Secretary to the President, Islamic Republic of Pakistan, Islamabad.
2. The Principal Secretary to the Prime Minister, Islamic Republic of Pakistan Islamabad.
3. Kanwar Naveed Jamil, MPA.
4. The Chief Secretary, Government of Sindh, Karachi.
5. The Secretary, Senate of Pakistan, Islamabad.
6. The Secretary, National Assembly of Pakistan, Islamabad.
7. The Principal Secretary to Governor, Sindh, Karachi.
8. The Principal Secretary to Chief Minister, Sindh, Karachi.
9. The Secretary(G.A), Services, General Administration and Coordination Department, Government of Sindh, Karachi.
10. The Secretary to Government of Sindh, Information Department, Karachi.
11. The Secretary to Government of Sindh, Law Department, Karachi.
12. The Secretary, Provincial Assembly of the Punjab/NWFP/Balochistan/Legislative Assembly Azad Jammu & Kashmir, Muzaffarabad.
13. The Director, Press Information, Government of Sindh, Karachi.
14. P.S. to Senior Minister for Finance, Sindh.
15. P.S. to Minister for Law and Parliamentary Affairs, Sindh
16. P.S. to Minister for Labour, Sindh
17. P.S. to Speaker, Provincial Assembly of Sindh.
18. P.S. to Deputy Speaker, Provincial Assembly of Sindh.
19. P.S. to Leader of Opposition, Provincial Assembly of Sindh.
20. The Librarian, Provincial Assembly of Sindh.

Masood Mahmood

( MASOOD MAHMOOD )
SUPERINTENDENT (LEGIS)
PROVINCIAL ASSEMBLY OF SINDH

# Appendix – 2

Indeed, the end of the book in which these matters have been rather less admirable than the poet in him, it is because, after all, he was human, all too human.

The Mahatma admired Iqbal's poem 'Hindustan Hamara', which was written in his early mood of fervent Indian nationalism because Gandhi felt the same about India. When Jamia Millia Islamiya was founded, he wanted Iqbal to become its Vice_ Chancellor. Indeed, an offer was made to him, as Rafiq Zakaria records in his book on Iqbal. But he declined the offer because he had changed his position and no longer felt the same enthusiasm for Indian nationalism. The reason he gave for his refusal were somewhat disingenuous and became plain enough during the 1930s and onwards. What is significant, however, is that since the late 1950s there has been something of a revolution in Indian sentiment about Iqbal. It is true that Indira Gandhi who, unlike her father, did not know much about Iqbal or his poetry, did not think of issuing a commemorative stamp (which, in these days, are two a penny the world over) to mark the centenary of his birth. But the poetry of Iqbal is engraved on the hearts and minds of many an Indian and today there is a veritable tussle going on between India and Pakistan, each claiming him as its own. Perhaps he belonged to both and it is all to the good that there is this sort of competition in claims. For poetry, as all true art, unites people while politics too often divides them.

However, argument regarding the partition of India will go on as far ahead as one can see. While it would be too simplistic to maintain that Iqbal was a votary of Pakistan, it is true nevertheless that in his lifetime he always differentiated himself from the authors of the Pakistan scheme as it was conceived. I see no reason, therefore, to change what I have said as regards Iqbal's attitude to Pakistan and what it implied. Even in his letter to Jinnah of 21 June 1937_ he was less than a year from his death – he harped on 'the only way to a peaceful India is redistribution of the country on the lines of racial, religious and linguistic affinities'. This would have made the task of 'redistribution' infinitely more difficult. For in India political frontiers, until recently, have not been a bar to the movement of people across them and it is hard to find anywhere a racially, linguistically, and religiously homogenous people. He, of course, invoked Lord Lothian in support of his argument and wrote, 'I remember Lord Lothian told me before I left England [at the end of 1932] that my scheme was the only possible solution of the troubles of India, but that it would take 25 years to come.' But it has not happened yet.

Iqbal said a lot of things to a lot of people. He said different things at different times. Whether that is a part of Kishmiryat_ excess of politeness_one does not know. A spoken word is, however, not a commitment. It is lost in the wind. Different persons, moreover, quote it differently, without the qualifying phrase. But a written word is a commitment, or ought to be. It stands out as a tabler on the sands of time. In so far as Pakistan is concerned, Iqbal has defined his position clearly in a letter he wrote to Edward Thompson on 4th March 1934, from Lahore. He knew that he would be quoted. He said:

I have just read your review of my book [presumably, the Reconstruction of Religious Thought in Islam which had just come out]. It is excellent and I am grateful to you for the very kind things you have said of me. But you have made one mistake which I hasten

to point out as I consider it rather serious. You call me protagonist of the scheme called 'Pakistan'. Now Pakistan is not my scheme. The one that I suggested in my address [to the All India Muslim League at Allahabad in 1930] is the creation of a Muslim Province – i.e a province having an overwhelming population of Muslims – in the north_west of India. This new province will be, according to my scheme, a part of the proposed Indian Federation. The Pakistan scheme proposes a separate federation of Muslim provinces directly related to England as a separate dominion. This scheme originated in Cambridge. The authors of this scheme believe that our uslim Round Tables have sacrificed the Muslim nation on the altar of the Hindu or so_called Indian nationalism.

There is good reason to believe that this remained his position his dying day. All else, including his incidental reference to Muslims of Bengal in his letter to Jinnah of June 1937, was a passing after_thought.

It only remains now to acknowledge one's debts which are many. I am principally indebted to my friend Victor Kiernan.

*(Excerpt from Iqbal Singhs book: The Ardent Pilgrim_life and work of Mohammad Iqbal, Oxford University Press London, 1951, p: xii- xiii)*

# Appendix_3

**Dr. Sir Mohd. Iqbal Kt.**
**M.A., Ph.D.**
**Barrister-at-Law**

Lahore
4th March 1934.

My dear Mr. Thompson

I have just recaived your review of my book. It is excellent and I am grateful to you for the the very kind things you have said of me. But you have made one mistake which I hasten to point out as I consider it rather serious. You call me (a) protagonist of the scheme called 'Pakistan'. Now Pakistan is not my scheme. The one that I suggested in my address is the creation of a Muslim Province—i e a province having an overwhelming population of Muslims - in the North west of India. This new province will be, according to my scheme, a part of the proposed Indian Federation. Pakistan scheme proposes a separate federation of Muslim Provinces directly related to England as a separate dominion. This scheme originated in Cambridge The authors of this scheme believe that we Muslim Round Tablers have sacrificed the Muslim nation on the altar of Hindu or the so called Indian Nationalism.

Yours sincerely,
Mohammad Iqbal

# Appendix_4

6th March, 1934.

My dear Raghib,

. I think it best to write to Fazil Rahmat-ullah and I will do so. But you should ask Mr. Shafi Daudi to draft a letter and send it on to me. It should be signed by both of us.

I hope you will send me your detailed views about democracy and constitution as soon as possible.

I am enclosin g two copies of Edword Thompson's (a well- known literary man in England) review of my book. It is interesting in many ways and you may like to publish it in your pqper. Please send the other copy to the Star of India (Calcutta).

Please also note that the author of this review confuses my scheme with "Pakistan". I propose to create a Muslim province within the India Federation, the Pakistan scheme proposes a separate federation of muslim provinces in the North West of India outside the Indian Federation and directly related to England.

Do not fail to point it out in your introductory comments and draw the attention of the editor of Star of India also to this point.

Hoping you are well.

Yours sincerely,

Mohammed Iqbal,
Lahore

# Appendix_4

Dr. Sir Muhammad Iqbal Kt.
M.A. Ph.D.
Barrister-at-Law
Lahore

6th [illegible] 34

My dear Raghib

I think it is best to write to [illegible] and I will do so. But you should ask Mr. [illegible] to draft a letter & send it on to me. It should be signed by both of us. [illegible]

I hope you will send me your detailed news about [illegible] as soon as possible.

I am enclosing two copies of Edward Thompson's (a well-known literary man in England) review of my book. It is interesting in many ways, & you may like to publish it in your paper. Please send the other copy to the Star of India (Calcutta).

Please also note that the writer of this review confuses my scheme with "Pakistan". I propose to create a Muslim Province within the Indian federation; the Pakistan scheme proposes a separate federation of Muslim Provinces in the North West of India outside the Indian federation and directly related to England.

Do not fail to point it out in your introductory comment & draw the attention of the Editor of the Star of India also to this point.

Hoping you are well

Yours sincerely

Muhammad Iqbal

# معاون ڪتابن جي فهرست


1- John Stuart Mill, On Liberty and Other Essays, Oxford World Classics, London, 1991.

2- V.S. Naipal, Bend in the River, Vintage International, New York, 1989.

3- Hashim Raza, Hamari Manzil, Mustafain and Murtazain, Pasheen, Karachi, 1991.

4- Javed Shahid Barki, State and Society in Pakistan, 1971-77

5- Altaf Ghauhar, Ayub Khan & Pakistan, First Military Ruler.

6- Stanely Wolpert, Zulfi Bhutto of Pakistan-His Life and Times.

7- Altaf Ghauhar, Thoughts and After Thoughts.

8- Iqbal Singh, The Ardent Pilgrim, Introduction to Life and Works of Iqbal, Oxford University Press, Delhi, 1997.

9- S. Hasan Ahmed, Iqbal – His Political Ideas at Cross Roads, Commentary on Unfinished Letters to Professor Thompson Printwell Publication Aligarh, 1979.

10- Allen McGrath, The Destruction of Pakistan's Democracy, Oxford University Press, 1996.

11- Feroze Ahmed, Ethnicity and Politics in Pakistan, Oxford University Press, Karachi, 1999.

12- Ian Talbot, Pakistan – A Modern History Hurst and Co, London, 2009, First Published in 1988.

13- Rizvan Malik, Politics of One Unit, 1955-58, Pakistan Study Centre, University of Punjab, Lahore, 1988.

14- Kant, Basic Writings, Modern Library, New York, 2001.

15- Adeel Khan, Politics of Identity, Ethnic Nationalism and the State in Pakistan, Sage Publication, New Delhi 2005.

16- Maulana Abul Kalam Azad, India Wins Freedom, The Complete Version, Orient Blacks Swan, 2011.

17- Ayesha Siddiqa, Military Inc-Inside Pakistan Military Economy, Oxford University Press, Karachi, 2007.

18- Tavleen Singh, Political and Incorrect. The Real India, Warts And All. Harper Collins, India, New Delhi, 2008.

19- Shuja Nawaz, Crossed Swords-Pakistan. Its Army and the Wars Within. Oxford University Press, Karachi, 2008.

20- Ajeet Jawed, Secular and Nationalist Jinnah, Oxford University Press, Karachi, 2009.

21- Memoirs of Huseyon Shaheed Suharwardy, (Ed) Mohammad H.R.Talukdar, Oxford University Press Karachi, 2000.

22- Omar Noman, Pakistan-Political and Economic, History Since 1947, Kegan Paul, London 1990.

23- Atta Rabbani, The Sun Shall Rise, Ferozesons (Pvt.) Ltd. Lahore, 2008.

24- Stanely Wolpert, Zulfi Bhutto of Pakistan, His Life and Time, Oxford University Press, Karachi.

25- Altaf Ghauhar, Thoughts and After Thoughts, Sang-e-Meel Publications, Lahore.

26- Chaudry Mohammad Ali, Emergence of Pakistan, Columbia University Press.

27- Altaf Ghauhar, Ayub Khan -- Pakistan's First Military Ruler, Sang-e-Meel Publication, Lahore.

28- Ilhan Niaz, The Culture of Power and Governance 1947-2008 of Pakistan, Oxford University Press, Karachi.

29- Hamida Khuhro, Mohammad Ayub Khuhro-A Life of Courage, Feroze sons, Lahore, 1998.

30- Michael Bovin and Mathew A. Cook, Interpreting Sindhi World, Essays On Society and History, Oxford University Press, Karachi.

31- Stanely Wolpert, Jinnah of Pakistan, Oxford University Press, Karachi.

32- M. Asghar Khan, Milestones in a Political Journey, Dost Publications, Islamabad.

33- Akbar Zaidi, Cvil Society and Democratization in Pakistan. Vanguard Books, Lahore.

34- Yunus Samad, A National in Turmoil – Nationalism and Ethnicity in Pakistan 1937-1958, Oxford University Press, Karachi, 1995.

35- Rounaq Jehan, Pakistan -Future in Integration, New York, 1972.

36- Parveen Feroze Hasan, The Political Philosophy of Iqbal, Publishers United Ltd, Anarkali, Lahore.

37- Gyanendra Panday and Yunas Samad, Faultlines of Nationhood, Rolli Book, New Delhi.

38- Stephen Cohen, Idea of Pakistan.

39- Stephen Cohen, Future of Pakistan.

40- Veena Kukreja, Contemporary Pakistan, Sage Publication, New Delhi, 2003.

41- Mian Raza Rabbani, A Biography of Pakistani Federalism, Unity in Diversity.

42- Tariq Ali. The Dual Pakistan on Flight Path of Americal Power, Simon and Schuster, UK, 2005.

43- Christophe Jaffrelot Pakistan, Nation, Nationalism and State, Vanguard, Lahore, 2002.

44- Making Pakistan Tenable State Report of Independent Planning Commission of Pakistan, Ferozesons, Lahore, 2009.

45- Ian Talbot, Pakistan A Modern History Third Ed. Hurst and Co. London, 2009.

46- Mazhar Aziz, Military Control in Pakistan, Routledge, London, 2009.

47- Joseph Stiglitz, The Price of Inequality Allen Lane, London, 2012

48- Daron Acemoglue and James A Robinson, Why Nations Fail, Crown Business, New York, 2012

سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام

فضل سليمان قاضي



Fazul Suleiman Kazi graduated with a B.A. (Hons.) in Political Science from the University of Sindh in 1960 and obtained his LLB degree in 1962-63. He was a practicing Lawyer at Hyderabad from 1963 to 1967 and was elected member of the Executive Committee of Hyderabad Bar Association. As a youth activist during his college and university days he was elected General Secretary of Sindh University Students Union and Hyderabad Sindh Law College, Students Union. Kazi was also elected as Chairman, Sindh University Inter-Collegiate Body and President, Sindh Students Federation.

He secured First Class- Second Position in M.A. (Political Science) in 1969 and also did Extra Mural course in Constitutional Law from the University of Sindh. He has attended numerous management courses from Pakistan Institute of Management on Management by Objectives, Personnel Management, Office Organization and Methods, Human Relations, Sales Promotion and Media Evaluation, and Public Relations. He has attended seminars on Behavioral Skills; Administrative Law; U.N. Development Decade; Communication Techniques and was a Rapporteur for the Conference of Third World Forum held at Karachi during January 1975.

Mr. Kazi, a Banker by profession has held Senior Management positions in New York as General Manager, America and Africa Region; Chief Representative, Representative Office, Beijing, China; Regional Head, Sindh Region; Head of Corporate Affairs Division and has also lived and worked in Rome and London. His previous publications include Law and Politics in Pakistan, Hand Book of Banking Terms, Subhai Khud Mukhtiari Ain Markazee Siasat (Provincial Autonomy and Federal Politics). Currently, he is engaged in completing his book on Discretionary Powers. Pakistan Economist regards him as a *"true representative of the younger Pakistani intellectuals who are also qualified in international affairs"*.

ISBN: 978-969-9329-38-8
Price: Rs. 350-00

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)